# خيما کاهوڙين



اشتياق انصاري

Sindhica

ڪتاب نمبر

73

ڪتاب جو نالو: خيما کاهوڙين
ليکڪ: اشتياق انصاري
پهريون ڇاپو: 1998ع
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملھ: 115 رپيا

**"Kheemaa Khahoreen"**
(Travellogue: with emphasis on Roman Art and Culture)
By: Ishtiaque Ansari
Published by Sindhica Academy, Karachi.
Ph: 7737290

Price: Rs.115

لکڻ ۾ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# فهرست

پبليشر پاران -5
نوراحمد ميمڻ

مهاڳ -7
ڪليم لاشاري

اتساهه -21
اشتياق انصاري

روم
23

ڪئپري
51

فلورينس
72

پيستم
98

ويٽيڪان
116

پومپائي
137

پيسا جو منارو
159

ويرونا
170

وينس
194

# ارپنا

... حسين چهرن جي مدوماتي لبن جي نانءُ

- اشتياق

# پبلشر پاران

اٽليءَ يورپ ۾ انساني تهذيب ۽ تمدن جو سڀ کان وڏو ورثو آهي. يورپ اندر علم ۽ فلسفي جي قديم تاريخ ۾ يونان جا قدم جتي ٽڪجي پيا هئا، اتان اٽليءَ جي سياست ۽ اقتدار جو اوج شروع ٿيو هو. ان اوج اٽليءَ کي دنيا جو هڪ وڏو تهذيبي ۽ تمدني ورثو بڻائي ڇڏيو. دنيا ۾ هيستائين سڀ کان وڌيڪ تهذيبي آثار اٽي ئي موجود آهن ۽ وڏي خوبي هي آهي ته انهن آثارن کي اٽليءَ وارن جهڙي حشمت سان جوڙيو هو تهڙي عظمت سان باقي رکيو آهي. اسان وٽ تهذيبي آثارن سان جيڪو حشر ٿيندو رهيو آهي، ان کي سامهون رکي ٿورو قياس ڪريون ٿا ته جيڪڏهن روم جو ڪولوزم اسٽيڊيم اسان وٽ هجي ها ته پڪ سان اهو مهاجرن جي ڪنهن لوڏ سان ٽمٽار ٿي چڪو هجي ها جنهن جي چوٽين ماڻ تان وهندڙ مُٽ جا ريلا آس پاس مان لنگهندڙ ماڻهن جي لاءِ ائين پريشانيءَ جو سبب بڻبا رهن ها، جيئن پڪي قلعي حيدرآباد وٽان لنگهڻ وقت اسانجي روحن ۽ جسمن کي اهڙو عذاب ڀوڳڻو پوندو آهي.

اٽليءَ جي اهڙي پرشڪوه تاريخي ورثي کي سنڌ جي جاکوڙي ليکڪ ۽ محقق جناب اشتياق انصاريءَ پنهنجي مشاهدي ۽ ان جي تاريخي پسمنظر ۾ اهڙي طرح اسان جي آڏو آندو آهي جو پڙهندڙ کي محسوس ٿئي ٿو ته اهو سڀ ڪجهه سندس اڳيان موجود آهي.

اشتياق روم، وينس، ويرونا، پومپائي، ڪئپري، پيسا، ويٽيڪان، فلورنس ۽ پيستم جي آرڪيالاجي، آرٽ، ڪلچر ۽ هاڻوڪي صورتحال جي جيڪا تصويرڪشي ڪئي آهي ان کي پڙهڻ سان، جتي ڌرتيءَ جي گولي تي اسان کي هيڏي ساري تهذيبي ورثي کي جاچڻ جو موقعو ملي ٿو، اتي ان جاچ ۾ جاڻ ۽ تفريح سان گڏ عقل وارن جي لاءِ عبرت جا ڪيئي سامان موجود آهن.

**نور احمد ميمڻ**

چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# مهاڳ

اٽلي جو نالو ٻڌڻ سان ذهن ۾ يورپ جي ان خطي جو تصور اڀري ٿو، جتي جديد تهذيب جو ٻالڪو ٻي يار ۽ مددگار پهتو. ان معصوم کي ڪو سهارو نه هيو. اٽلي ان ٻالڪي کي پنهنجي وسيع هنج ۾ جڳهه ڏني، اتي ان طاقت ورتي ۽ مچي مڙس ٿيو.

اٽلي جي سرسبز وادين، خوبصورت جبلن ۽ وڻندڙ موسم نه صرف ماڻهن جي جسماني صحت کي فائدو پهچايو بلڪ مضبوط ۽ توانا ذهن پڻ ڏنا. هوئن ته يونان جي سرزمين ڏاهپ، علم ۽ هنر جو گهر هئي، جتي دانش ۽ حڪمت وڏي وڻ ٿي، پر افسوس جو اهو سماج پنهنجين سمورين خوبين هوندي به پنهنجي سياسي خامين جو مهل سر ازالو نه ڪري سگهڻ ڪري فنا ٿي ويو. اها حقيقت آهي ته ڪنهن به معاشري ۾ ڀل ته علم ۽ ادب ڪيترو به مٿانهون ڇو نه هجي، دانش ۽ حڪمت جو گهر گهر چرچو رهي پر جي ان سموري ڄاڻ ۽ سوچ کي حڪومتي ڪمين ڪارين نه آندو ويو ته پوءِ اهڙي سماج جو هلي سگهڻ ڏکيو ٿيو وڃي. يونان سان پڻ ائين ٿيو.

پر ان کان اول جو اهو سمورو علم ۽ هنر، دانش ۽ حڪمت، جيڪا انسان ذات سڪي ۽ حاصل ڪئي هئي، ختم ٿي وڃي، روم اهو سڀڪجهه پنهنجو پاڻ ۾ سموهيو. ايتري قدر جو يوناني مذهب ۽ ڪٿا کي پنهنجي رنگ ۾ رنگي جدا ڍنگ ۾ زنده رکيو.

روم جي تهذيب عالمگير فاتح جي حيثيت ۾ ان وقت جي مهذب دنيا تي اثر انداز ٿي. سندس ان ڦهلاءُ ڪري سماج ۾ ڪيترين خرابيون پڻ پيدا ٿيون. پر اها هڪ وڏي دلچسپ حقيقت آهي ته سياسي خرابين عظيم رومن سلطنت کي تباهي ڏي ضرور ڌڪيو. پر ان معاشري ۾ موجود عجيب ۽ غريب تهذيبي ۽ علمي سگهه ايتري هئي جو اها سياسي

زوال جي خوفناڪ اونداهي ۽ مذهبي طاقت جي پيهندڙ بار هيٺان بہ هڪ رهنمائي ڪندڙ روشني جيئان تمڪندي رهي.

يونان جي علمي قدرن جي امين جي حيثيت ۾ ۽ يوناني دانش جي اصل وارث هئڻ جي ناطي فلسفي ۽ سائنس جي ميدان ۾ اڳ تيل پيش قدمي کي ضايع تيڻ کان بچائڻ جو سهرو پڻ موجوده اٽلي جي خطي مٿان آهي.

فن ۽ ادب جي ميدان ۾ تيل ترقي قديم يوناني معاشري کي دنيا جو هڪ عظيم معاشرو قرار ڏيارڻ لاءِ ڪافي آهي. ان عظم انساني پيش رفت کي سنيالي رکڻ ۽ ان ڏس ۾ وڌيڪ اڳتي وڌڻ پڻ رومي سلطنت ۽ بعد ۾ اٽلي جي شهري رياستن جي نهايت وڏن ڳڻن مان هڪ آهي ۽ پڪ آهي تہ دنيا هڪ ڏينهن ان حقيقت جو اقرار ڳهربل سنجيدگي سان ضرور ڪندي.

ان رنگا رنگ تهذيب ۽ سيستائين چئپل ۾ استعمال تيل رنگن جهڙي رنگين زندگي، آرڪيٽيڪچر ۽ آرٽ جي مطالعي لاءِ ضرورت بہ اهڙي شخص جي هئي، جنهن جي طبيعت ۾ آرٽسٽ جهڙي حساسيت ۽ ننڍين ننڍين ڳالهين مان مزو وٺڻ ۽ انهن کي اياري ٻين تائين پهچائڻ جو ڏان هجي تہ ساڳي وقت وري ڪنهن جبل چاڙهي جهڙي مستقل مزاجي ۽ جاکوڙ هجي تہ جيئن توري وقت ۾ هو اهڙن سيني ماڳن تي پهچي پئي.

اها اسان جي خوشنصيبي آهي جو اشتياق انصاري پنهنجي انهن خوبين جو فائدو ورتو، جيئن هو اٽلي جي سفر واري احوال ۾ لکي ٿو:

"نصر جي ڪاوڙ ڏسي مان سوچيان پيو تہ، واقعي هن سان زيادتي ٿي آهي. يار جڏهن کان مون سان گڏجي اٽلي آيو آهي، همراه جا رُلي رُلي لاهہ نڪري ويا آهن. مونکي گهٽي کان گهٽيون تاريخي جايون ڏسڻ جو شوق. ان ڪري ڏينهن رات مسافري ۽ هل هلان جنهن مان يار بيزار ٿي پيو آهي. نصر کي مرده تاريخ کان وڌيڪ زنده ۽ چرندڙ پرندڙ شين سان دلچسپي آهي. هن جو نظريو آهي تہ. توئر ۾ خاص ڪري ماين سان ڪچهري ۾ ڪنجوسي نہ ڪجي. ميخانن ۾ پيو رهجي. سٺن هوٽلن ۾ طعام ۽ قيام هجي. آرامده ماحول ۾ ڏينهن گذارن.

"مون سان هلي سا، جا جيءُ مٺو نہ ڪري."

ان جي بنسبت منهنجي وري اها لالچ ته وقت وچائڻ بدران جيترو ٿي سگهي گهمي ڦري تاريخي هنڌ ڏسجن. دل کولي فوٽو گرافي ڪجي. لائبررين ۽ ڪتب خانا اٿلائجن پٿلائجن. هر طريقي سان ماڳ ۽ مڪانن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪجي. ميوزيم وغيره... ۾ وقت گذارجي.

اهو ئي سبب آهي جو اشتياق انصاري جي لکٽي به روم وانگر لڳندي ڪٿي هزارين سال پراڻا ونگ ته ڪٿي وري جديد آرڪيٽيڪچر جو ڪو شاهڪار.

لاطيني زبان ۾ ادب جي ترقي ۽ اوج کي سمجهڻ لاءِ هڪ معمولي مثال هي به ڏئي سگهجي ٿو ته عيسائي سن جي شرعات کان اول ۽ ترت پوءِ ڪيترن اهڙن ادبي ڪتابن جو ذڪر ملي ٿو، جن پنهنجي دور ۾ ادب جي نون لاڙن کي اڳتي وڌايو، پر جيئن ته اهي ڪتاب گهٽي يا گُم اسان تائين ناهِن پهتا، تنهن ڪري انهن جي ادبي ماهيت متعلق ڪجھ چئي نٿو سگهجي. پر لاطيني ۾ لکيل هڪ ناول جيڪو اسان تائين پهتو اهو ٻي صدي عيسويءَ جو آهي.

نہ صرف اهو بلڪ تاريخ جي علم ۾ پڻ روم جي سرسي جو ان مثال مان سولائي سان سمجھ ۾ اچي سگهي ٿو ته ايپينس ٻي صدي عيسوي ۾ روم جي تاريخ جا چوويھ جلد لکيا- جنهنجا ڪجھ حصا ترجمو ٿي ڇپجي چڪا آهن. اهو ڪو اڪيلو ڪارنامو نہ هيو، بلڪ اهڙا ڪم اتان جي زندگيءَ جو معمول هئا ۽ پنهنجي سماج ۾ ڪا انوکي حيثيت نہ پيا رکن.

انهن ڳالهين کان علاوه مادي ترقي جا مثال ائين به ڏئي سگهجن ٿا ته روم جي شهر ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ اتان جي فرهادن جبل ٽڪي پاڻيءَ جو اهڙو رستو ناهيو هيو، جيڪو ڏڪيل هيو. ڏھ ميلن جو Aquaduct ٽي سو ٻارهن سال قبل مسيح ۾ نهيو. ان شهر جي وڌندڙ ضرورتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيترن بلند محرابن مٿان پاڻيءَ جي آڻڻ جا واھ اڏيا ويا. اهڙن محرابن جي ڏرتي کان اوچائي بعضي ته ڏيڍ سئو فوٽن کان به وڌيڪ هئي ۽ وري ديگھ ڇهن ميلن تائين پئي پهتي- مزيدار ڳالھ اها آهي ته انهن مان ڪيترا اڄ سوڌي نہ صرف بيٺا آهن، بلڪ روم جي شهرين کي پيئڻ جو پاڻي به پهچائن ٿا.

روم جي سلطنت ڪيتريون ٻيون عمارتون تعمير ڪيون، جن جو ثاني ڏسڻ ۾ نٿو اچي. روم واري Colosium، اسٽيڊيم جو اهڙو مثال آهي جنهن جي ڏيک تي جديد دنيا جي ترقي جا سوين نظارا قربان ڪري سگهجن ٿا.

اچو ته ڏسون اشتياق انصاري ان ڪولوزم لاءِ ڇا ٿو چئي:

"ان بيضوي ڪولوزم جو گهيرو ذري گهٽ ڇهه سو وال ٿيندو. چئن منزلن واري عمارت جي بلندي ڏيڍ سو فٽن کان ڇڙهي هلي ٿي. هر ماڙ مختلف عمارتسازي جو شاهڪار آهي. اسان ڪولوزم جي محرابي دروازي مان اندر داخل ٿي، ڏاڪڻين تي چڙهڻ شروع ڪيو. چؤڦير اهڙيون چوڏنهن ڏاڪڻيون تماشائين کي اندر وني وڃڻ ٻيون. ان کوه جهڙي ايرينا جي وچ ۾ ڪيترا ڪمرا خونخوار جانورن جي رکڻ لاءِ هيا. جتان مقابلي وقت جهنگلي جانورن کي ايرينا ۾ هاڪاريو ويندو هيو. ايرينا جي چوگرد پنجيتاليهه هزار تماشائين جي ويهڻ لاءِ ڏڪا آهن. ڪولوزم ان ڳالهه ۾ به بدنام آهي ته هت عيسائن جو وڏو ڪوس ڪيو ويو هو."

Applodorus صرف جنگي ڪمن جو ماهر نه هيو، جيئن عام طور تي سندس مشهور ڪتاب On Engines of War جي ذڪر تي تصور ڪيو ويندو آهي، بلڪ سندس ناهيل ڪيئي شاهڪار عمارتون روم جي عظمت جو سبب هيون.

رستن جي تعمير جا اهڙا واقعا ملن ٿا جو اڄوڪن پاڻ وارن رستن جي پيٽ ڪندي شرم محسوس ٿئي.

اهو سڀ ڪجهه ايترو ته گهٽو آهي جو ان جي ڪنهن به هڪ پهلو متعلق ڪو مختصر ذڪر پڻ ڪيئي دفتر گهري ٿو. اهو ۽ ان کان علاوه ٻيو گهڻو ڪجهه يوناني سماج ۾ هيو، جنهن جا ثمر سنوان سڌا رومن تهذيب کي هٿ آيا، جيڪي انهن تاتيا، پاليا، سنڀاليا ۽ سنواريا. حيرت انگيز ڳالهه اها آهي ته ڪو به معاشرو پنهنجي سموري انحطاط، خرابي خواري ۾ تهذيب جي عظيم سفر کي اهڙي طرح برقرار نه رکي سگهيو آهي، جنهن نموني سان رومن ۽ بعد ۾ اٽلي جي شهري رياستن ان کي سنڀاليو ۽ وڌايو.

جديد آرٽ جو هر شاگرد اهو ڄاڻي ٿو ته اڄوڪي فني ترقي جون پاڙون سنيون سڌيون اٽلي جي سرزمين مان ڦٽيون- آرٽ جو جيڪڏهن

ڪو قبلو آهي تہ اهو اتلي ئي تي سگهي ٿو.

اشتياق انصاري فلورينس ۾ اتان جي ميزم جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"صبح جو تيار ٿي ٻاهر نڪتاسين، مينهن جا ٽاڙهيا لڳا پيا هئا، هونءَ بہ ڦڙ ڦڙ ڪجهہ ڏينهن کان پسائيندي رهي هئي. پر پاڻ جهولي جا سٽيل ماڻهو ان برکا رُت جو مزو وٺندا رهياسين... گهٽين مان گهمندا اچي دنيا جي مشهور ميوزيم Uffizi پهتاسين. ان ميوزيم ۾ اوائلي تصويرن کان وٺي سترهين صدي تائين بهترين شاهڪار جمع آهن. متس اهو نالو فلورينس جي مديچي خاندان جي آفيس (Uffizi) هئڻ ڪري پيو. هي ڪنهن اسڪول جيان ٻہ ماڙ عمارت آهي. جنهن جي هرهڪ ڪمري ۾ دنيا جون نادر شيون رکيل آهن. ميوزيم جو هڪ حصو قديم آثارن جي حوالي آهي. هڪ حصي ۾ ڪلاسيڪل سنگتراشي جا مسجما، جن مان گهڻا ڪاپي (Replica) آهن. اسان جون اکيون بت ۽ تصويرون بار بار ڏسڻ بعد بہ نہ پيون ڍاپن. جڻ هڪ خلش باقي رهي پئي، بهرڪيف محدود وقت هئڻ ڪري، اسان هر شاهڪار کي ايترو وقت ڏئي نہ سگهياسين، تنهن هوندي بہ ميوزيم ۾ ليوناردو ڊاونچي جا ٻہ شاهڪار هڪ غيرمڪمل Adoration of Magi ۽ ٻيو Annunciation ڪافي وڻيا. ان کان سواءِ ريمبران جو پورٽريٽ ڏسڻ جهڙو هو.

"اسان مختلف ڪمرن ۾ رکيل تصويرون ۽ بت ڏسندا اچي مشهور مصور Botticili سان منسوب ڪمري ۾ پهتاسين، هن جون ناهيل مختلف تصويرون ڏسندا، مان جڏهن سندس مشهور تصوير Birth of Venus اڳيان اچي بينس تہ پنڌبهڻ ٿي ويس. ان تصوير ۾ ڏيکاريل وينس کي عورت جي خوبصورتي جو اهڃاڻ سمجهيو وڃي ٿو. تصوير ۾ هڪ عورت سمنڊ ڪناري هڪ سپي مان نڪري رهي آهي. مان سوچڻ لڳس تہ ان تصوير کي ان عورت جي مکڻ جهڙي بدن جي بيهڪ امتياز بخشيو آهي يا اجا تصوير جو ڪو ٻيو پهلو آهي. ميوزيم اندر تصويرن ۽ بتن جو فوٽو ڪڍڻ جي منع هوندي بہ مان اک ٽيٽ ڪري ان تصوير جا ڪجهہ فوٽو ڪڍي ورتا. شايد اهڙن حسينن ئي مون کي دربدر ڪيو آهي.

"صبا بلطف بگو آن غزال رعنا را،
کہ سر بکوه و بيابان تو دادهٔ مارا."

وڏي نصيب وارا آهن اهي شخص جن کي اها دلچسپ سرزمين گهمڻ ۾ ڦري ڏسڻ جو موقعو مليو آهي.

سائنسي عملن جا سمورا عالم جيڪي نالا ياد رکن ٿا، جنهن وسيلي اهي مختلف جانورن، سنڌن نسلن، ٻوٽن، ذاتن، دوائن، سُتين، ڦڪين کي جدا جدا سڃاڻپ ڏئي سگهن ٿا، اهو سڀڪجهه لاطيني يعني اٽلي جي ڪلاسيڪل زبان ۾ آهي. ان جو سبب اهو آهي ته يورپ پنهنجي ترقي جو بنياد ۽ اتساهه اٽلي کي ٻڌايو. سنڌس بت ۾ روح اٽلي جو پيل آهي. تاريخ جا عالم ان ڳالهه جا اقراري آهن ته يورپ ۾ تهذيب جي نئين سر اوسر وري به اٽلي جي سرزمين مان ئي ٿي. اهو ڦوٽهڙو اهڙو ته سگهارو هيو جو اڄ دنيا جي منظر نامي تي اسان ڪائنات جا دروازا کُلندا ڏسي سگهون ٿا.

اقتصادي ميدان ۾ اڄوڪي اٽلي جيتوڻيڪ ڪا وڏي طاقتور قوم ناهي، نه ئي وري اها ڪڏهن رهي آهي، پر تهذيبي حوالي سان اها بيحد شاهوڪار سرزمين آهي. موسيٰ جي بت جي چهري تي موجود ريکائون جنهن سنجيده غضبناڪي کي ظاهر ڪن ٿيون، انهن مان هرهڪ ريکا سڄي دنيا ۾ موجود سمورن ايٽم بمن جي ڌهڪاءُ مٿان حاوي آهي.

جديد پينٽنگ جي بنيادن کي ڳولهڻ وارا وڃي فلورينس تي بيهن ٿا، جتي پهريون ڀيرو بازنطيني طريقن جي مضبوط روايتن کان جند ڇڏائي نئين راهن تي سفر شروع ٿيو.

اهو جيواني سيني Giovanni Cenni ئي هيو، جنهن جي چٽيل مريم جي چهري تي هڪ نئين نرمي نظر اچي ٿي. ننڍڙي عيسيٰ جو چهرو ٻاراڻي معصوميت سان پيو ٿو ٻهڪي ۽ پر ۾ بيٺل ملائڪن جي انداز ۾ انساني همدردي بکي ٿي.

اهو فلورينس ئي هيو، جتان جي جيوتو Giotto متعلق اهو مڃيو وڃي ٿو ته هو هڪ اهڙو فطرت پسند هيو، جنهن پراڻي طريقت جي ڪليل مخالفت ڪندي نظرياتي ۽ رسمي تصوير ڪشڇي کان پاسو ڪيو.

هو اهڙو پينٽر هيو، جنهن جي تصويرن ۾ انساني بدن جي فطري حرڪتن کي محسوس ڪري سگهجي پيو، انهنجي تصويرن ۾ ڪردار جيئرا جاڳندا انسان لڳڻ لڳا. (٣)

اها حقيقت آهي تہ ان کان اڳ تصويرن جو مقصد تقدس جو اهڙو تصور پيدا ڪرڻ هيو، جنهن سان مذهبي رجحانن کي هٿي ملي. اٽليءَ جي فنڪارن مذهبي ڪردارن ۾ انساني احساسن جو اهڙو عنصر ڇٽيو جنهن ڪري عوام انهن کي پنهنجي بيحد ويجهو ڄاتو.

پينٽنگ جو اهو سفر ڪيئي دلچسپ منزلون ڏسندو وري عروج کي رسيو. فنڪارن جي اهڙين بي بها ڪاوشن جو اڻ مَيو خزانو اٽلي جي عجائب گهرن جي زينت آهي. ساڳئي طرح بت تراشيءَ جو فن پڻ يونان کان سفر ڪندو اٽلي جي سرزمين تي عظمت جي وڏين بلندين تي رسيو.

دائود جي مرمرين اگهاڙي بدن جي بيهڪ تي دنيا ۾ موجود سمورا قيمتي پٿر (هيرا) قربان ڪري سگهجن ٿا. سيليني جي گهڙيل زيورن جي حسين تڪميل اڄ لنڊن جي گولڊ مارڪيٽ جو سڄو سون بيڪار لڳڻ لڳي ٿو.

سيستائين چيپل جي ڇت تي نــاهيل حسين نقش ۽ نگار آسماني صَحيفن ۾ موجود داستانن کي احساس جي دلپذير دنيا جي دائري ۾ آڻين ٿا.

اشتياق انصاري جي قلم ڪيئن نہ مصور جي محبت ۽ سيستائين چيپل جي نقشن کي سولي نموني سمجهايو آهي:

"سارو چئپل ماٺهن سام تمتار هو. ڪي بينچن تي، تہ ڪي پٺ ڪي ٽيڪ ڏيون بيٺا هيا. سيني جا ڪنڌ مٿي ۽ اکيون ڇت ۾ اٽڪيل هيون. مائيڪل انجيلو، ان ڇت کي سينگارڻ لاءِ چار سال ڪوازن تي سمهي ڪم ڪيو هو. ايتري قدر جو ڪنڌهن ڪائيندو پيئندو ۽ سمهندو بہ اتي هيو. چار ئي سال هر روز مائيڪل انجيلو پنيرڪي ويلي گڏهہ گاڏي تي برش، ٽيوب، پينٽ، اسڪيچ، رنگن جون بوتلون وغيره کٽي اچي ڪم سان لڳندو هيو. هي فلورينس جو ڏاهو سنگتراش مصور ۽ عمارتساز بہ هو. ننڍڙي ڇت کي هن حصن ۾ ورهائي مختلف شڪليون ڏنيون آهن. ڇت جو هيٺيون حصو ونگدار، ان بعد ٽڪنڊو ۽ ان مٿان وچ تي چورس رکيو آهي. باقي مرڪزي حصو مستطيل آهي. مائيڪل اينجلو ان ٦٠٠٠ اسڪوائر فٽن جي ڇت تي ٣٤٠٠ تصويرون ٺايون آهن. هن ڇت تي ڪم شروع ڪيو تہ سندس عمر ٽيهہ سال هئي. نيٺ چوٽيهن سالن جي

عمر ۾ ڪم ڇڏيائين.

مان ۽ ماڻهن جي ميڙاڪي ۾ سندن پيرن ۾ فرش تي سمهي رهيس. آسپاس ۾ ڪجھ قدردان پنيءَ پر پيا هيا. منهنجون نگاهون ڇت ۾ چمڙي وانگر لٽڪيون پيون هيون. انهن نون مستطيل حصن ۾ دنيا جون نادر ۽ انجيلو جي جواني جي ڪمائي ۽ شهرت جو سبب بڻيل تصويرون هيون. هي سج ايرڻ کان وٺي سج لٿي تائين ڪم ڪندو هو. رات جو ۽ ٽوپ اڳيان، ٻرندڙ بتي رکي. وري ڪم سان لڳي ويندو هيو.

ان ٽُڪري ۾ بائيبل جي باب پيدائش Gensis جون تصويرون نهيل آهن. پهرين تصوير ۾، خدا روشني کي اونداهي کان الڳ ٿو ڪري، ٻئي ۾ روشني ۽ سج تخليق ٿو ڪري، ٽئين ۾ پاڻي ۽ زمين ٿو ڌار ڪري، چوٿين ۾ آدم کي پيدا ٿو ڪري، پنجين ۾ ڏاڏي آدم جي پاسرين مان ڏاڏي حوا ٿو ناهي، ڇهين ۾ شيطان کين ورغلائي رهيو آهي. ستين ۾ ويچارو آدم ۽ حوا بهشت مان تڙجي نڪري رهيا آهن. مصور اهي تصويرون اگهاڙيون ناهيون هيون. پر پوءِ هاءِ گهوڙا ٿي ته مذهبي عبادت گاه ۾ اوگهڙ صحيح نه آهي. پر انجيلو جو دليل هو ته قيامت ۾ خدا سڀني کي اگهاڙو اٿاريندو."

انسان جي وڏي ۾ وڏي ترقي جيڪڏهن پڇائجي ته ڏاها شايد وڃي ان ڳاله تي بيهندا ته انساني جذبن ۽ احساسن کي پوري طرح سمجهي سگهڻ ۽ انهن جي گهربل قدرداني ڪري سگهڻ ئي درحقيقت انسان جي وڏي ۾ وڏي ترقي چئبي.

انسان جي شديد پيڙائن، گهري همدردي، بيحد محبت، ڏک ۽ رنج، مسرت ۽ شادماني جي بنيادي احساسن کان وٺي، مدد، هڏ ڏوکائي، چڱائي جهڙن ترقي يافته جذبن تائين سمورين ڪيفيتن کي سمجهڻ جي ڪوشش جو ريڪارڊ اسان کي اٿلي ۾ ملي ٿو. جتي حساس فنڪارن مذهبي داستانن ۽ ڪٿائن جي ڪردارن کي صورتن ۽ مورتن ۾ ڍاري آٽي ڪٽي عام آڏو ڌريو. اهي سڀئي جيڪي ديوتا هيا، يا جن ماڻهپي کي معراج تي پڄائي تقدس حاصل ڪيو هيو، هيا ته سچ پچ احساسن جا پتلا، جن جذبن جي سچائين جي هٿان مجبور ٿي شديد سزائن جي پرواه نه ڪندي جنت مان علم ۾ ڏاهپ جي باه چورائي آٽي ڌرتي تي انسانن

تائين پهچائي.

اهڙين بغاوتن جي مک ڪردارن جي رويي ڪي سمجهڻ صرف ڪٿائن ذريعي ممڪن نه هيو. ان لاءِ سندن احساسن جي دنيا جا در کولي، جذبن جي صداقت جي خزانن تي نگاه وجهڻ پڻ سخت ضروري ٿي پيو، ۽ اهو ڪم ڪنهن صحيفي رستي ممڪن نه ٿيو، بلڪ فنڪارن اهڙي روپ جو درشن ڪرايو.

حسن رعنائي، محبت ۽ پيار جي ديوي جي بنيادي هيئت ۽ حيثيت کي ڏسجي ته معلوم ٿيندو ته دنيا جي سمورن قديم سماجن ۾ ان جي هڪ مستقل حيثيت رهي آهي. اها ڪنهن نه ڪنهن طرح سماج جي مذهبي ۽ ڪٿائي (Mythological) افق تي موجود رهندي آئي آهي.

دلچسپ حقيقت اها آهي ته موجوده عراق ۽ شام جي قديم سامي ۽ آشوري تهذيب ۾ اشتر نالي جي هڪ پيار ۽ جنگ جي ديوي هئي. اها جنت جي خاتون شينهن مٿان سواري ڪندي نظر ٿي اچي، سندس تاج ۾ وينس جو تارو چمڪندو رهي ٿو.

ساڳئي ديوي مغرب جو رخ ڪندي مصر رستي جڏهن يونان پهتي ته اها اڦروڊائيٽ (Aphorodite) جي نالي سان پيار، حسن ۽ زرخيزي جي ديوي ٿي. اها جنگ جي ديوي به هئي ته وڻجارن جي سامونڊي سفر جي مددگار پڻ.

سويا ۾ بي مثل ان ديوي حسن جي مقابلي ۾ پيرس جي فيصلي مطابق سيب کان کٽيو. ساڳئي طرح روم جي وينس پڻ سرسبز باغن جي ديوي هئي، جنهن بعد ۾ اڦروڊائيٽ جي خصوصيتن کي پاڻ ۾ جذب ڪيو. وينس وقت سان گڏوگڏ پنهنجي خوبين ۽ خصوصيتن جي تبديلي سان ڄاتي وئي.

جيڪڏهن اسان ٽنهي سماجن جي ڀيٽ ڪرڻ گهرون ۽ ان لاءِ حُسن ۽ رعنائي، محبت ۽ پيار جي ٽنهي ديوين جو مقابلو ڪيون ته بلاشبہ روم جي وينس پنهنجي حسن ۽ پنهنجي لطيف انساني احساسن ۽ قابل قدر ڪردار ڪري پنهنجي مقابلي ۾ موجود ٻين ديوين کان گهٽي مٿانهين نظر اچي ٿي.

جيڪڏهن ڪوئي ڏسڻ گهري ته طبعي روپ ۾ اها برٽش ميوزيم

۾ رکيل آشوري سلينڊر سيل تي اڪريل آهي، جيڪا اشتر جي صورت ۾ ڏسي سگهجي ٿي.

اڦروڊائيٽ جي پريڪسٽائيل واري ناهيل مجسمي جي ڪاپي ميونخ ۾ رکيل آهي ۽ مائلو واري وينس جو شهره آفاق مجسمو جيڪو پيرس ۾ آهي ۽ جنهن جون لکين تصويرون شايع ٿيل آهن اهو دنيا ۾ هر هنڌ سڃاتو وڃي ٿو.

حقيقتاً اهو هڪ اهڙو موضوع آهي، انساني قدرن ۽ سماجي مجوتي جي تبديل ٿيندڙ پيمانن جي پس منظر ۾ هڪ تفصيلي گفتگو جو متقاضي آهي، جيڪڏهن ان ۾ پياسين ته گهٽيون ٻيون ڳالهيون رهجي وينديون.

ڏندڪٿائي ڪردار مريخ جي پٽ رومولس روم شهر جو بنياد وڌو. پر تاريخي طور تي چيو وڃي ٿو ته، لاطيني ماڻهن، جيڪي اندو يورپين نسل جي هڪ شاخ هيا، تن جي ٻوڻن جي اها لڙهه جيڪي ٽڪرين تي آباد هيا تن هن عظيم شهر کي ٺايو. اسان کي خبر آهي ته اهي ساڳيا اندو يورپي ماڻهو ساڳئي وقت ۾ (چوڏنهن سون ڪان يارنهن سو سال قبل مسيح ۾) هت هندوستان پڻ پهتا هيا- جت انهن آريا سماج جو بنياد وڌو.

ڪيترا لاها چاڙها ڏسي روم دنيا جو حسين ترين شهر بڻجي ويو. ان جو غريباڻو پاڙو هڪ وڏي باه ۾ سڙي ختم ٿيو، جنهن کي نيرو وڏي ترتيب سان نهايت خوبصورت انداز ۾ تعمير ڪرايو.

روم جي وڏي باه جو ذڪر پڻ پڙهيلن جي محفلن ۾ عام طرح سان ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، ته ڪيئن روم سڙي رهيو هيو ۽ نيرو بانسري تي مڌر ڌنون الاپي رهيو هيو. نيرو Nero روم جو شهنشاه هيو. بانسري وڄائڻ سندس شوق هيو، پر باه واري وقت هن بانسري نه وڄائي جو جنهن ڏينهن روم کي باه لڳي تنهن وقت نيرو روم شهر کان ٻاهر سئو سوا ميل پري، ڪٿي منزل انداز هيو- جڏهن کيس ان المناڪ واقعي جي خبر پئي ته هن فوراً سرڪاري طور تي غريبن لاءِ کاڌ خوراڪ، هنڌن بسترن ۽ لٽن ڪپڙن جي بندوبست جو حڪم جاري ڪيو ۽ پنهنجون سموريون مصروفيتون منسوخ ڪري روم ڏي رخ رکيائين ته جيئن هو مددي ڪارگذاريءَ جي پنهنجي سر پاڻ نگراني ڪري سگهي.

روم واري باھ جي واقعي لاءِ ڪيس داغ لڳل نٿا ڏسون. البت هو به بين رومن شهنشاهن جيئان روايتي ظالم هيو ۽ سينيٽ جي طاقت ۽ اختيار کي غصب ڪيو هئائين. اصل ۾ سندس ڪردارڪشي جو سبب جيڪو سمجھ ۾ اچي ٿو، اهو هي ٿي سگھي ٿو ته سندس دور ۾ عيسائي مت جو بنياد پيو ۽ نئين مذهب وارن کي جيئن هر سماج ۾ ابتدائي مخالفت ۽ معاشرتي ڏکيائين سان واسطو پوندو آهي، تيئن عيسائين سان پڻ ٿيو. ان ڪري عيسائي تاريخ نويسن ۽ سينيٽ جي قابل ميمبرن پنهنجن اختيارن جي حصول لاءِ نيرو جي هر حقيقي خامي ۽ هر تصوراتي برائي وڌي شد و مد سان لکي اڳتي وڌائي، جيڪا بعد ۾ هلندي هلندي اسان تائين ان روپ ۾ پهتي جتي روم جي باھ ۽ نيرو جي بانسري هڪ مضبوط تاريخي روايت جي طور تي مشهور ٿي جنهن کي هر ننڍو ۽ وڏو مڃي ٿو.

اشتياق انصاري پنهنجي نالي جي سچ ته هڪ نهڪندڙ تصوير آهي، جستجو جهڙو مبارڪ ڏانءُ سندس حياتي سان ائين لاڳاپيل آهي جيئن سندس سڃاڻپ سان نالو- رڻ جون پٽون هجن يا ڪاڇي جا پونا، ڪوهستان جون ٽڪريون هجن يا هندوڪش جا سرڪش جبل، هو هر هنڌ پنهنجي اشتياق سبب لڏو لاهي ويهي رهي ٿو.

اجنبي شهرن ۾ ڪيس گهٽائي ماڻهو ملي وڃن ٿا، جن کان هو سهڻن جوابن جي طلب ۾ سوال ڪندو ٿو رهي. بعض ته هو اهڙا ٻاراڻا سوال پڇي ٿو جو ماڻهن کي ڪل وٺيو وڃي- پر ان کان اول جو ڪو کلي، اڳلو نهايت سنجيدگي سان اهڙو تفصيلي جواب ٿو ڏئي جو حيرت وٺيو وڃي. جهنگ ۽ بر ۾ البت ماڻهن جو هٿ اچڻ ڏکيو، اتي هو وڻن ٽڻن، ٻوٽن ۽ گلن، پکين ۽ جانورن سان ڳالهائڻ لڳي ٿو. جيڪڏهن ڪو انسان هٿ لڳي وڃي ته سوالن جون لاريون لائي ڇڏي. هرهڪ کان ائين سوال پڇندو، ڄڻ هو ڪيس ان تهذيب ۽ تاريخ جو امين ٿو ڄاڻي.

اهو ئي سبب آهي ته سندس سفرناما ان علائقي جي تهذيب، تاريخ ۽ معاشرت متعلق ڄاڻ سان ڀريل هوندا آهن. هو صرف پنهنجي تصورن ۽ خيالي لفظن تي نٿو لکي، بلڪ حقيقي تجربن کي پڙهندڙن سان ونڊي ٿو. سندس جواني جي سگھ ۽ ڄاڻ جي جستجو جسماني ٿڪ ۽ رستي جي

ڏکيائي کي رڪاوٽ تيڻ نہ تي ڏئي.

هن جي روايتي شگفتگي ۽ خوش مزاجي کيس هڪ مقبول اجنبي طور تي متعارف ڪرائي تي ۽ هو جنس لطيف جي لطفن ماڻڻ جو روادار ٿيو وڃي.

گهڻن سفرن ۾ ساڻ رهيو اٿم. سندس اهي خوبيون کيس هر هنڌ اهميت ڏيارين ٿيون. هو سفر جي مقصدن کي ذهن ۾ رکي پنهنجون ڪوششون ان جي حصول تي صرف ڪري ٿو- هو روايتي سنڌي سُستي ۾ ايمان رکندي بہ پنهنجي سهل پسندي کي ڪڏهن بہ پنهنجي مقصد جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻجڻ نٿو ڏئي.

بعضي هو هڪ مرحلي کان ٻئي مرحلي تي پهچڻ جي منهنجي ڪوشش کي تڪڙ سمجهي پنهنجي روايتي منڙي ڏيرج سان شڪايت بہ ڪري ٿو وٺي، پر اها حقيقت آهي تہ اهڙي وقت ۾ سندس ٿڪل قدم ڍرا ٿيڻ بجاءِ ٿورو تيز ٿيو ٿا وڃن.

پنهنجي طبيعت تي مثالي ضابطو ۽ شين کي حد اندر رکڻ جي چاهت سبب ئي کيس ايڪسپيڊيشن انڊس (Expedirtion Indus) جو ڊپٽي ليڊر مقرر ڪيو ويو. يورپ جي سفر تي وڃڻ مهل کيس اها ئي اڻ تڻ رهي تہ هو ڪيئن ان سفر مان وڌ ۾ وڌ لاڀ حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ کيس ڪهڙين ڳالهين تي وڌيڪ ڌيان ڌرڻ گهرجي.

جيئن تہ يورپي تاريخ جو هر شاگرد ڄاڻي ٿو تہ اسان جي تاريخي اوسر سان اتان جي موجوده سماج جو ڪو سڌو سنئون رابطو ناهي رهيو. نہ ئي وري ان معاشري ۾ سنڌ جي اقتصادي ڪيفيتن جي انوکي رمزن کي سمجهڻ جا ماپا موجود آهن، تنهن ڪري انهن پهلوئن جي مطالعي جي شعوري ڪوشش شايد ڪو خاص فائدو نہ پهچائي.

اهو ئي سبب هيو جو صلاح اها بيٺي تہ يورپ جي علم ۽ هنر جي واسطن تي خاص توجہ ڏجي، يورپ ۾ جنهن طرح سان فنون لطيفہ Fine Arts جي اوسر ٿي آهي. اهو انساني عظمت جو هڪ سونهري باب آهي. ماڻهن پنهجن جذبن کي جنهن نموني زبان عطا ڪئي آهي، اها بشريت جي همہ گيري ۽ زندگي جي پرپور حسن جي نشاندهي آهي. اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي سر هڪ دلچسپ مطالعو ٿيندو. پينٽنگ، سنگتراشي،

عمارتسازي، موسيقي ۽ ٿيٽر جي صنفن جي عظيم ترقي جا رند پنڌ اتي اڄان سوڌي محفوظ آهن. جن کي ڏسڻ تلاش ڪندڙن لاءِ هڪ عجيب تجربو ٿي سگهي ٿو.

جڏهن تہ اشتياق انصاري مٿان سنڌ جي ڪوٽن ۽ قلعن جي مطالعي جو بار اڳ ئي رکي چڪو هيو، يورپ ۾ قلعن جو انوکو ۽ ڊگهو تاريخي ڪردار رهيو آهي، تنهن ڪري انهن تي خاص نظر رکڻ جي ضرورت پڻ هئي.

تنهن کان سواءِ اسان جهڙي غريب معاشري ۾ بي يارو مددگار فن ڪار لاءِ يورپي سماج ۾ ادب جي اهميت ۽ عزت جا مادي مظاهرا پڻ اتساهہ پيدا ڪرڻ لاءِ عجيب تاثر رکن ٿا.

سولي هلت ۽ ڊري وک کڻندڙ اشتياق انصاري هميشہ هڪ تکڙو ۽ جلدي سکڻ وارو شاگرد رهيو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انجنيئرنگ يونيورسٽي ۾ ڪن استادن کيس تعليم جي نسبت شاگرد سياست ۾ وڌيڪ مشغول سمجهيو.

اشتياق اهي ڳالهيون وڏي غور سان ويٺي ٻڌيون، سندس نرم اکين ۾ ايندڙ وقت ۾ پيش ايندڙ تجربن جي توقع سبب پيدا ٿيندڙ جوش پڌرو هيو.

يورپ مان ٿيپال رستي رسندڙ ڪارڊ سندس مختلف منزلن جا نشان رهيا- ۽ اندازو ڪندو رهيس تہ سندس سفر توقع مطابق ڪارائتو هيو.

هن ڪاهوڙي سمورو سفر هڪ ننڍڙي پنارڪ (پٺن تي ٻڌڻ واري ٿيلهي Rucksack) سان ڪيو. پاڻ سان آڻيندڙ سامان ۾ يورپين مصورن جي فني شاهپارن جون ڪاپيون، (Reprints) هُيس. هراهہ جيئن تہ پنهنجي موڪل کان گهٽو مٿي رهي آيو هيو، تنهن ڪري تکڙو روانو ٿي وڃي ڊيوٽي تي چڙهيو. ڊيوٽي دوران اهو خطرناڪ حادثو پيش آيو. جنهن يار کي اٽي بستري تي پهچايو.

چيلهہ جو ڏک پهاڪن ۾ تہ ٻڌو هيوسين، پر ڏٺوسين پهريون ڀيرو- همراهہ کي ڪرٽو ڪجهہ بہ نہ هيو، بس صبر ڪري لاچارن جيئان هڪ هنڌ تي پيو رهٽو هيو- جيستائين ڪرنگهي جا هڏا طاقت وٺي مڙي بيهن، پوءِ امڪان هيو تہ اهي ايتري سگهہ ساري سگهن جو ماٿهو اٿي هڪ ڀيرو

وري هلي گهمي ڦري سگهي. هڪ ڏکي آزمائش هئي، هڪ اهڙو اٽانگو ڪم هيو، جتي حوصلو هارجي وڃي ٿو ۽ ماڻهو اندر ۾ ٻه ٽٽي ڀور ڀور ٿيو وڃي.

ان عذاب جي ڀوڳڻ لاءِ اندر ڪي جنهن طاقت جي ضرورت پوندي آهي، اها ان وقت تائين شايد ممڪن ناهي، جيستائين من مندر ۾ ڪا مورتي ويهارجي. مندر جون ٽليون، هوا جي شاد ڪام جهونڪن تي هري هري وڃي سهانو راڳو ڇيڙي ڇڏين ۽ ماڻهو مست ٿي زندگي جي ان حسين رخ ڪي محويت سان ڏسندو رهي. پاڻ وسارڻ جي اهڙي گهڙي ۾ ماضي جي حسين تجربن جو يادگيرو ٻه ساڳيو اثر رکي ٿو، جيئن ڏينهن ڏٺي جا خواب هوندا آهن.

اهي ساڳيا تجربا اشتياق اسان سان ونڊي ٿو، اميد ته پڙهندڙ ٻه پاڻ وساري دنيا جي عظيم ملڪ اتلي جو سفر ڪري وٺندو.

**ڪليم لاشاري**

ڪراچي، ١٠- آڪٽوبر- ١٩٩٧ع

# اُتساهه

سنڌ جي ساموندي علائقي ۾ سالن کان هڪ چئنل Channel جي کوٽائي هلي رهي هئي، ڪم جي نگهباني دؤران- سج جي ڪرڻن ۾ ڪاري ڪيڙائون جا گيت، تگوشن، تبٽين ۽ پيئڻ پکين جا ولر، تمر جا ٻوٽا، هوڙهن جا سڙهه، لاچيون ۽ وانئٽون، پيون، اکين اڳيان جهومنديون هيون. عجيب دل ليائيندڙ منظر هيو. جواني جي سرمستي ۾ بيخود، هرهڪ گهڙي جي لطيف ۽ نفيس، لوڏن ۽ لمن مان لطف وٺندي. مدهوشي واري ڪفيت طاري رهندي هئي.

اونداهي ٿيندي ئي طوفاني هوائن جي ڌوڌوڪارن، لهرن جي تاڙهين سان گڏ، کوٽائي ڪندڙ، جبل جهڙين مشينن جا گڙگاٽ، ماحول کي پُراسرار ۽ هيبتناڪ بڻائي ڇڏيندا هئا.

اهڙي منڊل مان جي دل پريو هو ته تبديلي تي ايمان رکندي، ڪنهن انقلاب لاءِ يا ڪنهن انقلابي احساس جي حصول لاءِ، ته ڪڏهن چار چڳا ڇهرا ڏسڻ جي حرص ۾ ڪئمپ ڇڏي، ساحلي شهرن جو رخ ڪندا هياسين.

ان رات به ڪئمپ ڇڏي، هڪ انجنيئر دوست سان گڏجي اوسي پاسي ۾ هڪ لاڙي شهر آيس، اتي رات جا ڪجهه پهر سنگت سان چپو چورو ڪري، آستاني ڏي واپسي ڪئي.

ساموندي گهميل هوا ۽ سمر جي روايتي ڪج ادائي ڪري. ڪچي سڙڪ بيوفائي جي انتهائي ادائن سان اسان جو آذرياءُ ڪيو. نندڪڙي ساٿي جي ذهن ۾ اهڙي ڪنهن بيوفائي جو تصور به نه هيو. گاڏي لهرو کاڌو، ترڪي، بولاٽيون کائي، وچي ڪامي ۾ ڪري.

هوش آيو ته پنهنجي جواني، طاقت ۽ حوصلي جي پرمر تي، جڏي جيءَ کي چڪي، پَٽي، يار جو بَلو ڪري، اسپتال تائين پهتس. اسپتال داخل ٿيڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته پنهنجي پيڙا ته ڪا وڏي مصيبت هئي. معمول جي ڪا شيءِ نه هئي. چيله ڀڃي پئي هئي. جسم جون چتيون لهي ويون. باقي بچيل حصا تيل کي باه لڳڻ سبب سڙي چڪا هيا. ڊاڪٽرن نه چاهيندي به ان انديشي جو ڊبيل لفظن ۾ اظهار ڪيو ته ٿي سگهي ٿو ته باقي عمر ڪنهن جَڏي جيان، وهيل چيئر تي گذري. طبيعت جي جدا ڍنگ سبب، سڄي عمر ڪنهن کي تڪليف ڏيڻ گناه ڄاڻيندو رهيس، پر اهو وقت پنهنجي سَر، ڪا ڪندُ وٺي

گذارڻ جي شديد احساس باوجود، سال کن پٿين ۾ ويڙهيل، اسپتالن جي بسترن تي پنهنجن جي توجه جي روشن ڏينهن ۾ ليٽيل رهيس. منهنجي نفيس جذبن واري ياءَ اخلاق انصاري ۽ سندس وني، نمائي ڊاڪٽر پروين اختر، دل و جان سان تيمارداري ڪئي. اهڙو هڪ هنڌ ويهي گهارڻ جو گناه اڳ ڪڏهن نہ ڪيو هيم.

ساري زندگي صحرا نوردي ۽ ديس، پرديس آواره گردي ڪرڻ واري ڪي هاٿي وڏو عرصو کٽ تي ليٽي گذارڻو پيو. اهو بہ ان صورت ۾ جڏهن مستقبل جو بہ ڪو پرسو نہ هو. اهڙي صورت ۾ بي ڪا واهہ اهڙي نہ هئي جا طبيعت کي سک ڏئي سگهي. بس، ڪتاب، ڪاڳر ۽ قلم هيو، جنهن طرف دل جي رغبت رهي ۽ ان جو سهارو وٺڻو پيو.

ان ڏکي وقت ۾ آمريڪا مان، منهنجي جان نثار رفيق، نصر جان جو لڳاتار رابطو، حوصلي جو سبب بڻيل رهيو. هميشہ جيان هي يار دوستي جي هر ڏنگ کي نڀائڻ ڄاڻي. شايد اهو ئي سبب آهي تہ سندس ذڪر سان دوستي جهڙي غيرحياتياتي (Non Biological) رشتي تي ايمان تازو ٿي ويندو آهي.

ساڳئي مهل انهن جسماني پيڙائن ۽ نفسياتي آزمائش دؤران، پٺائي جي وائي جهڙي هڪ ڪومل مومل، ٽيليفون تي روزانہ سنجها کان سومهڻي تائين پهرن جا پهر، روح رهاڻ ڪندي هئي. ان مهل ائين محسوس ٿيندو هيو، جڻ زندگي جي سانوڻ جي ٻوسٽ ۾، ڏڪڻ جي وٽندڙ هوا گهلي رهي هجي ۽ لطيف جي ڏرتي تي ڇوليون هڻندڙ، ڪراڙ ڍنڍ جي لهرن جو نغماتي آواز، ڪن ۾ رسي رهيو هجي.

اهڙين جيءَ ۾ جڙيل هستين جي اُتساهہ ڪري ئي هي ڪتاب لکڻ شروع ڪيم. جيئن تہ ان ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل، اٽلي جي سفر دؤران نصر جان، مون سان جسماني طرح ساڻ هيو. ٻئي طرف ساڳئي پريتم، ديار غير ۾ بہ تصور ئي تصور ۾ منهنجي دل جي ڌرتي تي ترڙيل، چاهت جي ٻوٽي جي آبياري ڪندي رهي.

هي سفرنامو آءٌ بستري تي ليٽئي سڙيل ۽ زخمي ٻانهہ سان لکڻ شروع ڪيو. هڪ پاسي خيالن جي وهڪري ۾ گهاريل گهڙين وارين روح پرور حسينائن، شراب، شباب ۽ هوشربا ڏينهن جو ذڪر، ٻي پاسي قلم ڪٽڻ مهل سڙيل ٻانهن جي گوشت جي ڏپ، پيڙا، هلڻ کان هلاڪ ۽ ٽٽل ڪرنگهي مان سور جي سٽ. اهڙي جسماني ۽ ذهني عذاب ۾ هي ڪتاب لکي پورو ڪري ٿڌو ساهہ پريم. ”سچ پچ زندگي ڏاڍي حسين آهي.“

**اشتياق انصاري**

# روم

"Via, San, Pietro"

## عورت، پئسو ۽ ڏوھ

"معاف ڪجو، اسان اوھان کي ويزا ڏئي نٿا سگھون."

انگلينڊ ۾ اٽلي جي سفارت خاني جي آفيسر منھنجو پاسپورٽ واپس ڪندي چيو.

"آخر ڇو؟"

"اوھان ويزا پنھنجي ملڪ مان وٺي ونو." ھن مُنھن بڇڙو ڪندي چيو.

"پر اڄ ڪلھ ته مان ھت پڙھائي جي سلسلي ۾ آيل آھيان."

"اڇا! ڪھڙي ھنڌ پڙھو ٿا؟"

"بريڊ فورڊ يونيورسٽيءَ ۾."

"ٺيڪ آھي، اوھان پنھنجي يونيورسٽي انچارج کان ليٽر لکرائي اچو ته توھان کي ويزا ڏينداسين." ھن چھري تي ٻاجھ جون ريکائون آڻيندي چيو.

سياحت دؤران اھڙا موقعا ڪيترا دفعا آيا آھن، جو پاڪستاني پاسپورٽ ڪري ڪافي شرمندگي ٿي آھي. ھر سفارت خانو پنھنجي ملڪ جو ويزا ڏيندي ائين ڪيٻائيندو آھي جيئن اسان ايڊز جا مريض ھجون، ان کان سواءِ ھر ايئرپورٽ تي سيڪيورٽي ۽ اميگريشن وارا ھزارن ماڻھن منجھان اسان کي ئي ڏوھي سمجھي، مکڻ مان وار جيان ڪڍي ٻاھر بيھاريندا آھن.

يورپ جا ملڪ ۽ گورا ته ٺھيو، پر پاڻ سان مسلمان ملڪن جي سرحدن تي به اھڙي ٿيندي آھي جو وچي خير ٿين. ھڪ دفعو ترڪي مان

ايران ويندي، سياحن جي پريل بس ۾ صرف مان پاڪستاني هيس. ايراني باردر تي اميگريشن ۽ ڪسٽم وارن ٻين سياحن کي وڏي عزت سان هلڪي جاچ جوچ بعد وڃڻ ڏنو. منهنجو وارو آيو ته سائو پاسپورٽ هڪ ڪنڊ ۾ اڇليو، مونکي قطار مان ڪڍي پري هڪ پاسي تي ڪنهن ڪُوڙهي جيان وڃي ويهاريو. ايتري قدر جو مون سان گڏ ۽ بعد ۾ آيل مسافر به هليا ويا. ان وچ ۾ مان مڙس ماڻهو ٿي هڪ ٻه دفعو اتي ڪائونٽر تي وڃي احتجاج به ڪيو. پر يار جڻ منهنجي ٻولي ئي نه پيا سمجهن.

آخر ڪلاڪ ٻن ۽ سخت لفظن جي ڏي وٺ بعد هنن پنهنجي الميارين ۾ رکيل، مکين جي جهينگن جي گند سان ڪاراٽيل فائل جاچي مون کي ايران ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني. باردر ٽپي اندر آيس ته گاڏي وارا ساٿاري منهنجو ڪافي انتظار ڪرڻ بعد روانا ٿي چڪا هئا. مان جڏهن ڪجهه ڏينهن بعد شيراز ۾ سائن وڃي مليم ته هو مون سان اهڙي سڪ سان ڳراٽڙيون پائي مليا جڻ جيل مان آزاد ٿي آيو هجان.

اتي هڪ سويڊن جي همراه چيو: "اسان يورپي هڪ ٻي جو ڪيترو نه خيال ٿا رکون ۽ توهان مسلمان جا هڪ ٻي جي ڳچن ۾ هٿ آهن."

ظاهر آهي ته هن کي سمجهائڻ ۾ ڪافي وقت لڳو ته منهنجو واسطو پنهنجي ملڪ جي ان مسڪين قوم سان آهي، جنهن جا صرف ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو ڏيساور وڃن ٿا. باقي ٻاهر ويندڙ ۽ رهندڙ ماڻهن جي اڪثريت ٻي قوم جي آهي. جنهن جي ڪرتوتن ڪري اسان کي به خوار خراب ٿيڻو پوي ٿو.

خير مانسچٽر ۾، يونيورسٽيءَ جو ليٽر ڏيکاري، اٽلي جو ويزا ورتو.

منهنجو دوست نصر جان به پروگرام مطابق آمريڪا مان اڏار ڪندو اچي يورپ ۾ لٿو. هاڻي اسان ٻئي جڻا هوائي جهاز ۾ اٽلي جي گاڏي روم ڏي وڃي رهيا هياسين. جهاز جي هر سيٽ تي اخبارن سان گڏ اٽلي جي باري ۾ سياحتي ڪتابچو به رکيل هو. مان ڪتابچو کولي ڏسڻ شروع ڪيو. اٽلي جو نقشو ائين لڳي رهيو هو جڻ ڪو همراه يونج سمنڊ ۾ وهنجڻ کان پوءِ پنهنجي بوٽ جو پادر وساري ويو هجي. بوٽ جي پٻ وٽ سسلي ۽ اولهه ۾ ساردينا جزيرا آهن. ايڊرياٽڪ سمنڊ

ڪولوزوم. روم: شهر جي سڃاڻپ، هزارين سال اڳ جتي راندين جا مقابلا ٿيندا هيا. سڄي دنيا ۾ جديد اسٽيڊيم ان طرز تعمير کان متاثر آهن.



پراڻي عظيم روم جو سياسي، مذهبي ۽ واپاري مرڪز "رومن فورم" جتي پرسان وارين ٽڪرين جا ڳوٺاڻا اچي وٽج واپار ۽ مذهبي ڏڻ وار ملهائيندا هيا.



روم جو ٽروي ڦوهارو، روايت آهي تہ جيڪو سياح ان ۾ ٻہ سڪا اڇليندو، هڪ تہ هو ٻيهر روم گهمڻ ايندو، ٻيو هن جي مَنَ جون مرادون پوريون ٿينديون.



شادي جي سالگره جهڙي اچي خوبصورت سنگ مرمري عمارت- اٽلي جي پهرين بادشاه ايمانيول II جو يادگار



روم شهر پنهنجي ڦوهارن ڪري مشهور آهي. جتي دنيا جي وڏن فنڪارن جي ڪاوش، ڏسندڙن ڪان داد تحسين حاصل ڪري ٿي. ويستا چونڪ تي هڪ سهڻو ڦوهارو اکين کي تراوت ڏيندي



مائيڪل اينجلو شهره آفاق پينٽر هوندي به هميشه پاڻ کي صرف بت تراش ئي سڏيندو هيو. [redacted] سندس فن جو مثالي نمونو آهي.

ڪنهن پهاڄ جيان ان کي بلقان کان جُدا ڪري ٿو.

اٽلي جي اتر ۾ الپس جبل جي مشهور چوٽي مائونٽ بلانڪ ڪر ڪنيو ڪنهن نئين بالغ ڇوڪريءَ جيان پاڙيسري ملڪ فرانس جي گهرن جي اڱڻ ۾ ڌاڙي رهي آهي. نقشي تان نظر هٽائي مان ڪتابڙي جي خاص ڳالهين کي هيٺان ليڪ شروع ڪيو.

”اٽلي جا ٽن مان ٻه ماڻهو پوکي ڪندا آهن. ڪڻڪ.... جَوَ... ٻاجهري، چانور.... مڪيءَ فصل آهن، هي ملڪ دنيا جي ٽين حصي جيترو زيتون جو تيل پيدا ڪري ٿو. روم، فلورينس، وينس.... اٽلي جا مشهور شهر آهن، هن ملڪ دنيا جا وڏا سنگتراش، مصور ۽ موسيقار پيدا ڪيا آهن.“

”پيلز...“ بلبل جهڙي نوسنجي ڪن پئي.

منهنجي سامهون حور وش ايئرهوسٽس ريفريشمينٽ جي ٿالهي کنيو مسڪرائي رهي هئي.

روم جي ليوناردو داونچي هوائي اڏي تي دستوري ڪاغذي ڪارروائي بعد ٻاهر نڪتاسين ته ڪيترائي هوٽلن جا ايجنٽ ورائي ويا. انهن وٽ روم جي هوٽل ۾ رهائش ۽ سهولتن لاءِ فوٽن جا البم هيا، جنهن ۾ هوٽل جي رهائشي ڪمرن، ريسٽوران، ڊرائنگ ۽ ڊائننگ هال، بار، سوئمنگ پول وغيره جون تصويرون هيون. اسان مختلف البم ڏسڻ بعد هڪ ڪنوار جهڙو هوٽل چونڊيو.

ياد ٿو اچي ڪجهه عرصو اڳ بينڪاڪ وڃڻ ٿيو هو ته اتي اهڙن ايجنٽن ۽ ٽئڪسي ڊرائيورن سان واسطو پيو هو. اتي ايجنٽن کي هوٽل سان گڏ ٽڪ لاهڻ ۽ دل وندرائڻ لاءِ محبوب من مرغوب ڇوڪرين جا اڌ اگهاڙا فوٽو، مساج گهر، سندن ايڊريسون به موجود هيون. اسان هڪ ٽئڪسي تي هوٽل روانا ٿياسين، تازي برسات ۽ جهڙپ ڪري ٽئڪسي روم جي روڊن تي ترڪڻ شروع ڪيو.

ڏندڪٿا آهي ته، روم شهر جو بنياد ٻن ڀائرن رومولس ۽ ريمس 753 ق- م ۾ وڌو، روايت آهي ته ٻنهي ڀائرن کي ڄمڻ سان ئي هڪ بيابان ۾ ڦٽو ڪيو ويو هو. جتي هڪ بگهياڙي کين کير پياري وڏو ڪيو، پر پوءِ هڪ ريڍار هنن کي کڻي پاليو هو. شروعات ۾ بگهياڙي جي

پٽس جي روم تي ستن بادشاهن حڪومت ڪئي. 400 ق- م روم ۽ پاڙيسرن گڏجي Latin Leaguage ناهي. جيئن دشمن قبيلن سان منهن ڏئي سگهجي.

روم تي 390 ق- م ۾ گال قابض ٿيا. پنجاهه سالن بعد رومن انهن کي شڪست ڏئي، سڄي اٽلي تي قبضو ڪيو. اهڙي طرح رومن ثقافت ۽ لئٽن ٻولي سڄي اٽلي تي ڪڪر جيان ڇانئجي وئي.

هنن اجا سک جو ساهه مس کنيو ته ڪارٿيج وارا رومين سان ڪؤنسڻ لڳا. تاريخ ۾ اهي لڙايون Punic War سان مشهور آهن. ان جي ٻي لڙائي ۾ ئي ڪارٿيج جو مشهور سپهه سالار هني بال، ستيتاليهه هزار لشڪر ۽ هاٿين سميت الپس جبل پار ڪري اچي متائن وڄ جيان ڪڙڪيو. چون ٿا ته هني بال کان سندس پيءُ مرڻ مهل وچن ورتو هو ته هو قبر ۾ پير پائڻ تائين روم وارن سان وڙهندي گذاريندو.

روم تي ٻاهرين ڪاهن کان سواءِ اندروني سازشن ڪري به ان ملڪ جي تاريخ دس دسازي جي ڏز سان لٿي پئي آهي. تنهن هوندي به رومن شهنشاهيت جون تنگون يورپ ۽ اتر آفريڪا تائين ڪيڪڙي جيان ڦهليل هيون.

ان جي بادشاهي جي ڇتي هينان، انگلينڊ، ويلز، بالقان، ترڪي، شام، لبنان، اسرائيل، اردن، تيونس، اتر مصر، لبيا، الجزائر ۽ مراڪو وغيره ساهه کڻندا هيا. رومن شهنشاهيت تيرهن سو سال هلي، پر ان جون ريتون رسمون اڄ به ماڻهن تي جراثيمن جيان اثرانداز آهن. هاڻي اسان جي اٽلي اچڻ جو اصل مقصد ان اوائلي دور جون جوڙيل جايون، مصوري جا شاهڪار ۽ سنگتراشي جا نادر نمونا ڏسڻا هيا.

هوٽل مان جسم تان گردغبار لاهي، ٻاهر نڪري، ڪجهه راهگيرن کان روم جي باري ۾ معلومات وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. پر هت انگريزي جو واهپو گهٽ هئڻ ڪري اسان جڻ، 'ٻٻرن کان ٻير پيا گهرون.'

هونءَ به اٽلي وارن لاءِ مشهور آهي ته، هنن جو لکڻ پڙهڻ سان شوق گهٽ آهي. لندن ۽ نيويارڪ ۾ ڏهن ماڻهن مان ڏهن ماڻهن مان ٻن مان رڳو هڪ بغير اخبار جي نظر ايندو، پر هت ڏهن مان صرف هڪ کي اخبار نظر آئي. اوچتو اسان

جي نظر هڪ مه لقا تي پيئي جا اخبار هٿ ۾ ڪنيو ڪبوتري جيان تلندي پئي وڃي. اسان ٻه گهوگهو ڪندا ڏڙڪي پائي وڃي هن جو دڳ جهليو.

"معاف ڪجو، اسان کي توهان جي رهنمائي جي ضرورت آهي."

"مان حاضـــر آهيان." هن چِڪو جي قار جهڙن چپن تي مرڪ هاريندي چيو.

"اسان سياح آهيون، ڪجهه ڪلاڪ اڳ پهتا آهيون، اسان کي شهر جي باري ۾ ڪا خبر نه آهي. ٻڌايو ته اسان اڄ ڇا ڏسون؟"

"نيڪ توهان کي بس جي ٽڪيٽ آهي."

"نه."

هن پنهنجي زناني پرس مان مخروطي آڱرين سان ٽڪيٽ ڪڍي اسان کي ڏيندي، هٿ جي اشاري سان ٻڌايو ته، "هتان ڪان ٻه اسٽاپ اڳتي توهان کي ڪولوزم لاءِ بس ملندي. اميد ته اڄوڪو ڏينهن توهان جو اتي سٺو گذرندو."

اسان جي گهڻن ايلازن بعد هن مه جبين اسان ڪان ٽڪيٽ جا پئسا نه ورتا، اسان موڪلائڻ مهل خاطري ڪارڊ ٻيهر هن ڪان بس جو پڇيو ته، هن پنهنجي واچ ڏسندي چيو:

"منهنجي ڪيڏا اڃو."

هُوءَ سينڊل جي کڙي جا کڙڪا ڪندي ماسترياڻي جيان اڳيان هلڻ لڳي، آخر هڪ اسٽاپ تي بيهندي هن چيو:

"مون وٽ ڪجهه وقت آهي، هلو ته مان توهان کي ڇڏي اچان، اميد ته سياڻي تائين توهان کي روم جي باري ۾ ڪافي معلومات ملي ويندي."

اسان بس جي انتظار ۾ بيٺا هياسين ته ڇوڪريءَ تعارف ڪرائيندي پنهنجو نالو ڊيوي ٻڌايو، هن وڌيڪ چيو ته، "هوءَ هڪ بينڪ ۾ ملازم آهي، هن وقت لنچ جو وقفو هئڻ ڪري هو اسان کي توڙ تائين پهچائي پوءِ اچي ماني کائيندي."

گاڏي ۾ ويناسين ته ڊيوي خوشبودار رومال سان پنهنجي عاج جهڙي نرڙ تان پگهر اگهندي، روم جي باري ۾ مختصر طور ٻڌائڻ شروع ڪيو، "روم جو هي شهر ڪيترين صديون رومن امپائر.... ۽ اٽڪل ٻه هزار

سال عيسائيت جو مرڪز رهيو آهي.

... اٽلي جي وچ ۾ روم، ٽبر ندي جي ٻنهي ڪنارن تي آباد آهي. روم جو هي شهر ستن ٽڪرن تي ٻڌل آهي." پوءِ ڪامٺوري جي سنهن چپن مان گلن جيان نالا نڪرڻ شروع ٿي. مان انهن ٽڪرن جي نالن ڏي ته توجه نه ڏنو، پر منهنجي ذهن جي جبل تي، جميل برف جيان ايبٽ آباد جي شملا ٽڪرين جي چوٽين تي ايوب خان جا نهيل محل ۽ ريسٽ هائوس پگهرجڻ لڳا، شايد هو به پنهنجي آمريت رومن شهنشاهيت جيان صديون هلائڻ پيو چاهي.

گاڏي شهر جي مصروف روڊن تان لنگهندي اچي هڪ هنڌ بيٺي، اسڪولي ٻار جيان ديوي سان گڏ اسان به لهي پياسين. هن اشاري سان سمجهايو ته، "اهو سامهون ڪولوزم اٿو... هن پاسي محراب اٿو... اڳتي رومن فورم... ان کان اڳتي...." آخر ۾ ديوي معذرت ڪندي چيو: "معاف ڪجو مان توهان سان وڌيڪ سات ڏئي نٿي سگهان... ٿوري به واندڪائي هجي ها ته ضرور اوهان کي گهمايان ها. چڱو سڀ سٺائي."

ائين چئي هو بي ايندڙ بس ۾ ٻُل ڏئي چڙهي، هٿ لوڏيندي هلي وئي.

"مائي تنهنجا لک ٿورا." اسان به دل جي گهرائين سان هن جو شڪريو ادا ڪيو.

ڪڏهن ڪي عورتون سمجه کان وڌيڪ ٻاجه ۽ دليري ڏيکاريندڙيون آهن. هڪ دفعو ريل ۾ پولينڊ وڃي رهيو هيس، اسان سان گاڏي ۾ يوگوسلاويه جا ٻه مزدور نوجوان، هڪ پولش پوڙهي ۽ هڪ چيڪ شامل هيو. ريل ۾ يوگوسلاويه جي پورهيتن جو ڪنهن سان جهيڙو ٿي پيو. هن وٽ ٻگوڙها آئيندڙ گئس جو قوهارو هيو. جهڳڙي دوران هنن اڳلي همراه کي اکين ۾ گئس هڻي اندو ڪري ڏاڍو ڪٽيو. پوليس کي دانهن ملي ته سپاهِن گاڏي جو گهيرو ڪري يوگوسلاويه جي همراهن کي ٻُولڻ شروع ڪيو. آخر هڪ ننڍي اسٽيشن تي ڏنوسين ته اسان جي دٻي ۾ وينل پولش پوڙهي، انهن يوگوسلاويه جي ڇوڪرن کان هلندڙ گاڏي ۾ ڪپڙا بدلرائي، اسٽيشن تي لهڻ مهل ڪائن پنهنجو سامان ڪڍايو. ان عورت سيني جي اڳيان اهو ظاهر ڪيو ته اهي ڇوڪرا پولينڊ جا آهن ۽ سندس اولاد آهن. اهڙي نموني پوڙهيءَ ڪيترن پوليس وارن کي ڏوڪو ڏئي، گهيرو

توڙي پرديسن کي ڪـدي وئي. هن [illegible] ـوڪريءَ جيان، ڏکي وقت ڪڏهن اڻ واقف عورتون بہ پرديسن سان [illegible] وهي وينديون آهن.

اسان جا قدم هاڻي آهستي آهستي ڪولوزم ڏي وڃي رهيا هيا. روم وارن جو هن عمارت سان وڏو پيار آهي. جيئن لاڙڪاڻي واسين جو موهن جي دڙي سان آهي. رومن چوندا آهن تہ:

"While the Closseum Stands. Rome shall stand,
When the closseum falls, Rome shall fall.
When Rome Falls, Shall fall the World.

ننڍپڻ کان ان Amphi Theater جي باري ۾ ٻڌندا ايندا هياسين. رومن فلمن ۾ اهڙن ايرينا ۾ ماڻهن کي ماڻهن سان تہ ڪڏهن شينهن، ڪتن، بگهڙن سان وڙهندي ڏسندا هياسين. روم وارا اهڙن ڪن ايرينا کي پاڻي سان ڀري، بحري جنگين جا مقابلا بہ ڪرائيندا هيا. اهو هنن راند ۽ تفريح کان وڌيڪ ڪيترن معصوم ماڻهن جو قيمو ڪرڻ جي اَڏي بہ هو. اهڙن هنڌن تي ايترو تہ خون خرابو ٿيندو هيو، جو ان مٿان واري (Arna) هاري ڀيا مقابلا ڪرائيندا هيا. اهڙن چيرڦاڙ جي موقعن تي گهڻو ڪري ڏوهاري ۽ غلام ويڙهيا ويندا هيا. گهڻا شوقين بہ نالو ڪمائڻ لاءِ سَندرو ٻڌندا هيا.

چون ٿا تہ، روم جو مارڪس آريليس شهنشاهہ هڪ ڏاهو ۽ فلسفي هيو، مشهور آهي تہ جڏهن هو مري ويو تہ اولمپيا جي ديوتائن هن جي مانَ ۾ دعوت ڪئي. ان دعوت ۾ شهنشاهہ اگسٽن، ٽيريس، ويسپاسين، نروا، تراجن، هيڊرين ۽ هن جو پيءُ انٽونينس پايس بہ هيا، جپيٽر مناظرو ڪرايو تہ انهن آيل شهنشاهن مان ڪير عظيم آهي. سيني پنهنجي باري ۾ وڏا واڪ ڏنا. جڏهن مارڪس آريليس جو وارو آيو تہ، هن چيو: "مان هڪ حليم فلسفي آهيان. منهنجي سدائين اها تمنا رهي آهي تہ ڪنهن کي رنج نہ رسايان." ان فلسفي بادشاهہ مارڪس آريليس جو پٽ بہ ڪيترا دفعا اهڙن دنگلن ۾ لٿو هو.

ڪڏهن ماڻهن کي عجيب قسم جا دنگل ڏسڻ جو بہ موقعو ملندو آهي. اسان جي نواب شاهہ ۾ انجيئرنگ پڙهڻ دوران، اشرف علي پٺاڻ ۽ سندس والد محرم علي پٺاڻ سان عقيدت ٿي وئي. محرم علي پٺاڻ،

رومن جيان، ملاڪڙا، دنگل ۽ رڇ ڪتي وغيره جون ٻچون ڪرائڻ جو ڪوڏيو هو. هن جو هڪ منفرد قسم جو مقابلو اڄ به نواب شاهه پريس ڪلب ۾ مشهور آهي. پتي صاحب گارين جي ٽورناميٽ ڪرائي هئي. ان مقابلي ۾ سنڌ جا نامي گرامي گاريل سَندرا بڌي پهتا. باقاعده مقابلي لاءِ ججَ ويٺا. ان دنگل ۾ گارين جي ماهرن نيون نيون گاريون ايجاد ڪيون. پر تعجب جي ڳالهه اها آهي ته اهو مقابلو هڪ مهاٽي عورت ماري، مردن جو نڪ وڍي وئي.

ان بيضوي ڪولوزم جو گهيرو ذري گهٽ ڇهه سؤ وال ٿيندو. چئن منزلن واري عمارت جي بلندي ڏيڍ سؤ فٽن کان ڇڙهي هلي ٿي. هر ماڙي مختلف عمارتسازي جو شاهڪار آهي، اسان ڪولوزم جي محرابي دروازي مان اندر داخل ٿي ڏاڪڻين تي چڙهڻ شروع ڪيو، چوڪير اهڙيون چوڏنهن ڏاڪڻيون تماشائين کي اندر وٺي وڃن پيون.

ان کوهه جهڙي ايرينا جي وچ ۾ ڪيترا ڪمرا خونخوار جانورن جي رکڻ لاءِ هيا. جتان مقابلي وقت جهنگلي جانورن کي ايرينا ۾ هاڪاريو ويندو هيو. ايرينا جي چؤگرد پنجيتاليهه هزار تماشائين جي ويهڻ لاءِ ڏاڪا آهن.

ڪولوزم ان ڳالهه ۾ به بدنام آهي ته هت عيسائين جو وڏو ڪوس ڪيو ويو هو. چون ٿا ته، عيسائن جڏهن روم ۾ پير پاتو ته هنن پنهنجي مذهبي پرچار سان گڏ رومن ديوتائن کي بدشد ڳالهائڻ شروع ڪيو. هو رومن جي راندين، ٿيئٽرن ۽ ديوتائن اڳيان ٿيندڙ قربانن کان نفرت ڪرڻ لڳا. رومن کي اچي دپ ورتو ته عيسائن جي ان حرڪتن تي سندن ديوتا ڏمريا ته پوءِ هنن جي زمين بنجر ۾ فصل سڙي ويندا. جنگ جي ديوتا جي ڪاوڙ ڪري ڪابه جنگ جيتڻ ته نهيو، مورڳو آيو ويو پيو پادر هٽندو.

ملڪ ۾ بيمارين ۽ آفتون ماڪڙ جيان اچي منهن ڪڍنديون. آخر عيسائن جي اهڙن حرڪتن تي رومن هنن کي سُنو ڪٽڪو ڪڍيو.

هي ايرينا، شهنشاهه نيرو جي سنهري گهر پرسان ڊنڊ ڪناري جوڙيو ويو هو. جنهن لاءِ چوٽي آهي ته:

"Rome was burning, Nero was fiddling."

مشهور آهي ته شهنشاهه نيرو جي موٽي مغز ۾ اچي پوت سوار ٿيو ته

پراڻي ردي روم کي نئين سر جوڙائجي، هن سازش سڄي روم کي باه ڏياري، جنهن ۾ شهر جو وڏو حصو سڙي ويو. پر مزي جي ڳالهه اها آهي ته باه اهڙي صفائي سان ڏني وئي جو ان ۾ هڪ ماڻهو به ڪباب نه ٿيو. نيرو شرافت جو مظاهرو ڪندي بي گهر خاندانن لاءِ باغن ۽ ميدانن ۾ تنبو ۽ جهوپڙيون هٿائي ڇڏيون هيون، ايترو رحم دل هو جو باه جي متاثرين لاءِ باهران گهرايل اناج جا جهاز پهريائين بندر تي لنگر هنيون بيٺا هيا.

نيرو ويچارو هرويرو بدنام آهي، ان کان اوجهڙي ڪئمپ وارا مجرم وڌيڪ ڏوهاري آهن. جن ماڻهن جا جهڻ بچا ناس ڪرائي ڇڏيا.

اسان ڪولوزم جي ديوارن جـــي تاريخي گفتگو ٻڌي ان جي پرسان ئي هڪ سنگمرمر جو دروازو ڏسڻ آياسين. جنهن کي Arch of Con-stantine پيا سڏين. عوام هي دروازو ڪنسٽنٽائن بادشاهه جي هڪ جنگ جيتڻ جي خوشي ۾ جوڙيو هيو. در جي محراب دار ٿن لنگهن مٿان وچ تي ڪا عبارت لکيل آهي ۽ پاسن کان چار بت بيٺل آهن. ان دروازي جي ٽنهي تي ڪيترين ئي خوبصورت شڪليون نقش ٿيل هيون، روم جون گهڻيون عمارتون ۽ يادگار سنگ مرمر جا ٺهيل آهن. ان ڪري ئي اگسٽس چيو هو ته، جڏهن هن کي روم مليو هو ته اهو سرن جو ٺهيل هو. بعد ۾ اهو سنگ مرمر جو ٿي ويو.

اسان ايرينا ۽ محرابي در ڏسي هڪ باغيچي ۾ آسيس وٺڻ لاءِ ويهي رهيا سين. باغڙي ۾ ڪجهه ٻارڙا بال کي ٺڏا هڻي رهيا هيا. اٽلي جا ماڻهو فٽ بال جا وڏا خفتي آهن، هونءَ به اٽلي جي ٽيم دنيا ۾ فٽ بال جي شوقينن جي پسنديده ٽيم آهي. ان ملڪ ڪيترائي ورلڊ ڪپ کٽيا آهن. اسان جي يار نصر جون به ڪجهه ڪمزوريون آهن. هڪ گهڻو ڳالهائڻ، ٻيو فٽ بال. هو ڪنهن شيءِ جي خبر نه هوندي به دنيا جي هر موضوع تي بغير فل اسٽاپ جي ڳالهائي سگهندو آهي. خاص طور تي فٽ بال تي ڳالهائڻ جو ڪوڏيو آهي. سندس زبان، دنيا جي هر ملڪ جي رانديگرن جي جنم، موت ۽ پي ماءُ جي نالن کان وٺي سندس بوٽ جي ماپ تائين ڪلاڪن جا ڪلاڪ مشين گن جيان هلندي آهي.

نصر ويچارو ڪافي سالن کان گوڏي ۾ ڏک لڳڻ ڪري بال کي لت هڻڻ کان محروم آهي. پر تنهن هوندي به زباني ڪيترا گول ڪيا

اٿس، چوندا آهن تہ، ”شينهن ڪيترو بہ پوڙهو ٿئي، پر ٿپي ڏيڻ کان نہ مڙندو آهي.“ سو نصر بہ ٻارن کي ڪيڏندو ڏسي انهن ۾ گڏ ٿيو، هل هنگامو ڪندڙ ڇوڪرن جي ڪڍ ڊوڙڻ لڳو.

اٽالين نيگرن ڊوڙائي اهڙي جٿ ڪيس جو يار ٿوري دير بعد گهوڙي جيان سهڪندو اچي منهنجي پرسان ڇپر کي ٽيڪ ڏئي سمهي رهيو. ساڳي وقت ليٽرين پائي، پاٽي... پاٽي جون صدائون بلند ڪري رهيو هو.

يار جڏهن ڪجھ سامت ۾ آيو تہ پاٽي جي تلاش ڪندا وري اچي پوڙهي ڪولوزم جي صديون پراڻي ڇانوري ۾ هڪ فٽ پاٿي هوٽل تي ويناسين. هوٽل جي دخل تي وَيوَڪارڊ ڏسي نصر جي رڳ ڦڙڪي، هو ڪارڊن جو جهول ڀري دوستن ڏي لکڻ شروع ڪيا.

نصر ۾ هڪ سٺي ڳالھ اها آهي جو جتي بہ ويندو آهي، اتان ڪارڊن جي ڀري ڀڏي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل پنهجي دوستن ڏي موڪليندو آهي. خليل جبران اسٽائل لکندو رڳو چار لفظ آهي. يار جي ملڪيت غالب جيان:

”بعد مرني ڪي ميري گهر سي يہ سامان نڪلا،
چند تصوير بتان، چند حسينون ڪي خطوط.“

هن جا حجتي ۽ نديڻ جا دوست اهڙن فلاسفي وارن خطن جي موٽ اُگرا جواب لکي موڪليندا آهن. خير اسان خطن کي پوسٽ جي ڊبي حوالي ڪري پنڌ ئي پنڌ اچي Roman Forum جي آثارن وٽ پهتاسين، هي آثار موجوده روڊ جي سطح کان ڪافي هيٺ ڪڏ ۾ ڦهليل هيا. هي قديم زماني ۾ شهر جو مرڪز هو. ان هنڌ تي شهر توڙي ڀرسان وارن ڳوٺن جي ٻهراڙين ۾ رهندڙ ڳوناٺان اچي وٺج واپار ۽ جمع بازار هڻندا هيا. ان مرڪز ۾ ئي عوام پنهنجي سينيٽ جي چونڊن وغيره کان سواءِ مذهبي ڏڻ وار بہ ملهائيندا هيا. اڄ بہ اتي ڪڙاٽڙا محراب، مندر ۽ سرڪاري عمارتن جا ڍانچا، ڳوڙها ڳاڙي رومن جي عظمت جي داستان ٻڌائي رهيا آهن.
واقعي اهو سچ آهي تہ:

"Rome was not built in a day."

رومن فورم ڏسندي ئي سج پنهنجو پنڌ پورو ڪري لهي ويو. اسان جا قدم ٿوري فاصلي تي روشني سان ڀهڪندڙ هڪ شاهي عمارت ڏي ڊرڪي رهيا هيا. ان شادي جي سالگره جي ڪيڪ جهڙي جاءِ مٿان ملائي جو ته ڏسيءِ سوچون پيا ته تاج محل ته الائي ڪيترو سهڻو هوندو. هي عمارت اٽلي جي پهرين بادشاهه Vittono Emanuel - II جي ياد ۾ ٺاهي وئي هئي. ان سنگمرمري عمارت جي وچ دڪي تي Victor Emanual جو گهوڙي تي سوار بت پنهنجي چوگرد سياحن جا ميڙا ڏسي رهيو هو. دڪي جي پاسن تي اٽلي جي مکيه علائقن جا Symbol ٺاهيا ويا هيا. اتي ئي پهرين جنگ عظيم ۾ ڪنل گمنام سپاهين جي يادگار مٿان جيئرا جاڳندا سنگين سان سپاهي پهرو ڏئي رهيا هيا.

اسان ان برف جهڙي اڇي عمارت جو چوڦير طواف ڪري سندس پاسي تي ايڊرياٽڪ سمنڊ جي نمائندگي ڪندڙ ڦوهاري هيٺان ويهي رهياسين. عمارت جي سڄي پاسي تي وري ٽارهين سمنڊ کي مانُ ڏيڻ لاءِ هڪ ڦوهارو سياحن تي هلڪي ڦوهار وسائي رهيو هو. سچ چيو اٿن ته رومن ڪابه شيءِ سني يا خراب ٺاهيندا آهن ته وڏي پيماني تي ٺاهيندا آهن.

صبح جو اتي اسان پهريائين ريلوي اسٽيشن تي آياسين، جيئن اسان اٽلي ۾ ٻين شهرن گهمڻ جي پروگرام کي ڪا شڪل ڏئي سگهون. روم جي سهڻي اسٽيشن تي جديد دور جون سڀ سهولتون، بينڪ، گفٽ شاپ، ريسٽوران وغيره هيا. اتي لڳل ڪمپيوٽر جو بٽڻ دٻائڻ سان هر گهربل شهر ڏي ويندڙ ريل جو وقت، مفاصلو، ڀاڙو ۽ ٻي معلومات هڪ ڪاغذ تي لکجي ٻاهر اچي پئي.

اٽلي ۾ سفر دوران مان پنهنجي ڊائري اهڙن ڪاغذن جي پوئين حصي تي هلندڙ ريل ۾ لکندو رهندو هيس، جيڪي اڄ به مون وٽ محفوظ آهن. هي سفر نامو به هڪ اهڙي ڪاغذ تي لکيل آهي. اهڙن مشينن کان سواءِ ڪيترائي ٽڪيٽ وٺڻ لاءِ ڪائونٽر هيا. اهي سهلتون ڏسي سوچان پيو ته اسان جي ملڪ ۾ مسافرن کي اهڙيون سهولتون ڏيڻ لاءِ الائي ڪيتريون صديون لڳنديون.

اسٽيشن تي ئي بيٺو هيس ته ڪجهه سجاتل چهرا نظر آيا. هنن جا

ڪُٽ جي وٽ جهڙا مٿا ڏسي، پڪ سمجهيم ته ڪن سنڌي مائرن ئي اهڙا گول مٿا ويهاريا هوندا. لٽي ڪپڙي ۾ هو سنڌي سڀاجهڙا پورهيت لڳي رهيا هيا. همراهَن سان گڏ پينٽ شرٽ ۾ هڪ اٽالين ڇوڪرو به سندن ريل جي معلومات ۽ ٽڪيٽ وغيره وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪري رهيو هو. هنن کي ڏسي خوشي مان منهنجي دل، جيئن ٻار جي هٿ مان پتل جي ٿالهي پٽ تي ڪرڻ بعد آواز ڪندي آهي، تيئن وڄڻ لڳي. مون کان وڌيڪ صبر نه ٿيو، ڊوڙندو هنن وٽ پهچي وڏي واڪي سلام ڪري هنن سان هٿ ملائڻ چاهيو.

"وعليڪم...." باقي اڌ سلام کي هوبڪري جيان چٻاڙي ويا. هٿ ملائڻ کان به هو لنوائڻ لڳا، ڄڻ منهنجي جسم ۾ 440 وولٽ بجلي جو ڪرنٽ هجي.

"ڪير جوان آهيو....؟" مان اجا حجت ڪئي.

پر محسوس ڪيو ته مون کي حجائتو ٿيندو ڏسي ويتر پريشان ٿي ويا.

"تنهن جو ڇا؟" هڪ همراهه دل ٻڌي وڏي ٻي رخي سان چيو.

"يار مان پاڻ سنڌي آهيان...."

"اسان ڇا ڪيون...؟" هو مون کان ائين ڪنبي رهيا هيا، جيئن رڍن جي جوڻيي ۾ بگهڙ پيو هجي.

"توهان سان ملڻ تي دل چيو...."

"ڦٽ هتان ڦٽ پڙوا..."

هو ائين چئي پنهنجو سامان کڻي ان اٽالين ڇوڪري جي پرسان وڃي بيٺا. جيڪو ان مهل ٽڪيٽ وٺڻ ۾ مصروف هيو. مان پوءِ به گهڻائي لوڙا هيٺا، پر همراهَن اخر تائين گاهه نه وڌو. هو مون کان سخت لنوائي رهيا هيا. لڳي پيو ته همراهه ڪنهن غيرقانوني ڪم ۾ ڦاٿل آهن. مان به هنن ۾ وڌيڪ ڦڙڦوٽ وجهڻ صحيح نه سمجهي.

هونءَ روم جي اسٽيشن ۽ بس اسٽاپ تي ڪيترائي ڏوهن جي دنيا جا چوراڻيه ۽ ڪنٽور قسم جا ماڻهو بيٺل نظر ايندا آهن. ڪوبه معصوم ماڻهو يا سادڙو سياح ڏسي سندس ڪڍ ڳجهن جيان پيا لامارا ڏيندا. گهڻا هڪ ملڪ کان ٻي ملڪ جي سرحد ٽپائڻ جا ماهر دلال پيا لوڏجهه

هٽندا. اٽليءَ جي اڪثر ماڻهن لاءِ محنت جڻ لعنت، سوچڻ، سمجهڻ قيامت، واعدو پاڙڻ عذاب ۽ لکڻ پڙهڻ جڻ گار برابر آهي. سڄو ڏينهن هنن جو ڌنڌو رڳو لباڙ هڻڻ ۽ آواره گردي ڪرڻ آهي. هنن جو خاص شوق بس ۽ ريل ۾ عورتون تاڙڻ آهي. هتان جي اڪثريت جو نعرو آهي:

"Via, San, Pietro."

يعني "عورت، پئسو ۽ ڏوهه." ڪنهن زماني ۾ رڳو روم ۾ ٽيهه هزار رنڊيون هونديون هيون. تراجن دور ۾ چوري بازي عام فيشن ۾ شامل هئي. بهرڪيف اسان اسٽيشن تي گهربل معلومات ۽ ڊِوَ تي گاريون کائي واپس هوٽل آياسين.

نصر جو تازين گارين کائڻ ڪري موڊ سخت خراب ۽ وات مان گَف پئي وهي. هن کي پنهنجي ماڻهن جي ابوجهائپ تي افسوس پيو ٿئي، ته ويچارا الائي ڪنهن بدمعاش ايجنٽ جي هٿ چڙهي ويا آهن. اسان وٽ اهڙن ڦورو ۽ ڌوکي باز ايجنٽن جا قصا ته ڪافي مشهور آهن. خاص ڪري ٽي- وي تي ڏيکايل درامي 'دبئي چلو' ۾ ويچارن سادن سباجهڙن دهقانن سان ٿيندڙ جٺ جي صحيح عڪاسي ڪئي وئي آهي.

مون کي ياد ٿو اچي ته، هڪ دفعو بلگراد ريلوي اسٽيشن جي ٻاهران ئي، هڪ پاڻ جهڙي ڪُوجهي همراهه کي، ڪجهه مقامي گورا ورايون بيٺا هيا. مان هن کي پريشان ۽ پنهنجو سمجهي، زوريءَ وڃي هٿ ملايو. مون محسوس ڪيو ته ان همراهه ۽ گورن چوڪرن کي منهنجي ٽنگ اڙائڻ بري لڳي.

يارن جون خونخوار نظر ڏسي، مان به ڪَکُ پن ٿي ويس. ڪجهه دير بعد اهو ڪٽڪ رنگو همراهه اسٽيشن تي اڪيلو لامار ڏيندو نظر آيو، ته مان وري هن سان وڃي سُرُ ملايو. ڪجهري بعد هن جو ڪجهه اعتماد بحال ٿيو ته يار سچ ٻولڻ شروع ڪيو ته: "هو هندستاني آهي ۽ سندس نالو مانَ سنگهه آهي." مان هن جو پاسپورٽ ڏٺو ته کيس رابرٽ جي نالي سان ويسٽ انڊيز جو پاسپورٽ هيو. بهرحال هي سڪُ انهن گورن ايجنٽن جي مدد سان جرمني وڃڻ پيو چاهي. مزي جي ڳالهه ته کيس پنجابي کان سواءِ ڪا ٻولي نه پئي آئي. انگريزي ۾ صرف نالو وغيره ٻڌائي سگهي پيو. جيستائين گاڏي اچي مان هن جي ريل، ٽڪيٽ، پاڙي جي معلومات کان

سواءِ، جرمني ۽ ٻين هنڌن تي ٽيليفون وغيره ملائڻ ۾ ڪافي مدد ڪئي.

نصر جو هيڏانهن هوڏانهن جي قصن بعد ڪاوڙ جي ٿرماميٽر جو پارو ڪجهه ڪريو ته اسان پنهنجو رخ رومن عمارتسازي جي بهترين شاهڪار Pantheon مندر ڏي ڪيو. اوهان کي رومن ۽ يوناني عمارتسازي ۾ نمايان فرق اندروني بناوت ۾ نظر ايندو.

يوناني مندر اندران ننڍا، غيرروشن ۽ سڌي ڇت وارا آهن. ان جي ابتڙ رومن مندر اندران ڪليل پر انهن جي ٻاهرين بناوت ايتري جاذب نظر نه آهي. اسان يوناني ۽ رومن مندرن جي وچ ۾ نمايان فرق ڏسڻ لاءِ هاڻي رومن جي ان سدابهار مندر Pantheon جي حضور ۾ بيٺا هياسين. قبل مسيح ۾ هي مندر 'ڪل پيران دا خير' جيان سڀني ديوتائن کي خوش ڪرڻ لاءِ سندن مان ۾ ٺهرايو هو. روم جا سهڻا مندر ۽ گرجائون ڏسي اهو صحيح ٿو لڳي ته:

"Rome is not city it is a Church"

هي گولائي مائل عمارت پهرين نگاهه ۾ ٻاهران عام سرن جو ڍونڊ لڳي رهي هئي. جنهن ۾ ڪنهن به ترتيب ۽ سنوار جو خيال نه رکيو ويو هو. پر اندر پير پائڻ سان سهڻا محراب ۽ سينگاريل ٿنڀا ڏسي راحت اچي وئي، انهن وڏنڊڙ محرابن ۽ ٿنڀن مٿان ڪنهن ديومالائي پکي جي آني جيڏو گنبذ رکيل هيو. جنهن جي درين مان سج جا ڪرڻا ترڪي مندر جي اندروني وجود کي ٻهڪائي رهيا هيا.

سڀ کان وڏو اعزاز ان عمارت لاءِ اهو هيو جو اتي دنيا جي مشهور مصور رافيل کي سٺتيهن سالن جي عمر ۾ هزارين سوڳوار اچي دفنائي ويا هيا.

نصر ۽ مان هرروز رات جي ماني بعد ڪافي دير تائين روم جي سڙڪن، ڪلبن، قحبه خانن جي چوڦير لفنگن جيان چڪر چاري پيا ڏيندا هياسين. رات جو روم جي تاريخي عمارتن جي خوبصورتي پنهنجي جاءِ تي پر ساڳي وقت روم جي گندگي جا به ڍڳ گٽر کلي پوندا هيا. چور، ڪاٺڪوم، ٻشني، گشتيون پنهنجي شڪار لاءِ ٻگوريٽ جيان نڪري ايندبون هيون. اٽلي ۾ اميرن ۽ غريبن جي نانگ ۽ نور جيان دنيا الڳ الڳ آهي. اسان غريبن ڪان سواءِ مجرمن جي دنيا ڏسڻ لاءِ رات جي اونداهي ۾

گمنام هنڌن، اجڙيل ۽ غيرمعروف باغن ۾ ناسون هڻندا هياسين، اڪثر واپسي مهل پچا ٻاچا ڪندا وڏي مشڪل سان اچي پهنجي هوٽل سڻاوا ٿيندا هياسين. رات به واپسي پنهنجي رهائشي هوٽل جو پتو پڇڻ لاءِ پريشان هياسين ته بجلي جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏيون ڪا عورت فلڪيات جي ماهر جيان پولار ۾ تڪي رهي هئي. اسان وٽي هن جو پاسو ورتو.

"هلو..."

"هلو" هن جي چپن ڪولڻ سان شراب جي بوءِ ڀڀڪو ڪري ناسن ۾ گهري وئي.

"استاد... رب حياتي ڏيس موالڻ ٿي." نصر ٻٽڪيو.

"هلو محترم اسان کي اسٽيشن جو دگ ٻڌائيندينءَ؟"

"ڪهڙي اسٽيشن؟" هن هٿ کڻي اشاري سان پڇيو ته نشي ۾ هڻڻ ڪري هٿ زيڪو ڪري وجي سندس سٿرن سان لڳو.

"ريلوي اسٽيشن."

"اڇا..." هن ٿنڀي جو سهارو ڇڏي سڌو ٿيڻ چاهيو ته، اچي ڪلهي سان نڪاءُ ڪيو. مان هن کي سهارو ڏئي بيهاريو.

"ڪير آهيو؟"

"سياح."

"توهان جي ڪهڙي مدد ڪيان."

"اسٽيشن تي وڃڻو آهي."

"ٺيڪ... ٺيڪ آ... هت ڪڏهن آيا آهيو"

"ٽي چار ڏينهن ٿيا آهن."

"تروي ڦوهاري ويا آهيو؟"

"نه..."

"بيوقوف باقي روم گهمڻ آيا آهيو." هن دبڙاٽ ڪڍيو.

"پلا پيازا ناونا چونڪ..."

"ها."

"ڏينهن جو رات جو؟"

"ڏينهن جو."

"صفا ڪي ردي آهيو، بابا اصل مزو رات جو آهي."

هن ائين چئي اسان کي ٻانهن کان وٺي پرسان فٽ پاٿ تي اچي ويهاريو.

هن سنهڙي سُڪڙي جواني کان موٽ کائيندڙ عورت کي ٽڙيل ٽنگن تي جينز پاتل هيس. نشو ڪجهه سرس واپرڻ ڪري زبان ۾ ٽنگون لڙڪڙائين پيون. هن ٽـتـل ڦـتـل انگريزي ۾ وري چيو:

"ٻڌو اسان اٽالين هلڙبازي کي پسند ڪندا هيون.

... اٽلي گرم ملڪ هئڻ ڪري ماڻهو پنهنجو گهڻو وقت گهرن کان ٻاهر گهٽين ۾ ڳالهيون ڪندا وتندا آهن... اسان وٽ موسمن مطابق ڪيترا رنگارنگ تهوار ٿيندا آهن. توهان ته هت اسان جا بت، مصوري ۽ موسيقي وغيره ٻڌي هوندي." هن نصر جي سٿر تي هٿ هڻندي چيو.

"اڙي... اسپيگيٽي کاڌي ٿي."

"ها."

"اسان جا اسپيگيٽي، پيزا... کاڌا سڄي دنيا ۾ پسند ڪيا وڃن ٿا."

نصر مون کي سنڌي ۾ چيو: "استاد هي ڏنگري ته ڳچي ۾ ٿي پوندي وڃي. هل ته واپس هلون.

آخري هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين بعد موڪلائڻ مهل هن اسٽيشن جو ڏس ٻڌائيندي چيو: "توهان سڌا نڪ سامهون هلندا وڃو. رستي ۾ هڪ ڦوهارو ايندو... کٻي طرف لڙندؤ ته اسٽيشن پهچي ويندؤ."

اسان موالڻ کي دعائون ڏيندا هوٽـل ڏي روانا ٿياسين. رستي ۾ نصر چيو: "ياتو هن موالڻ ته جواني جي پل پل جو مزو ورتو هوندو." منهنجي زبان تي ان مهل عمر خيام جي هي رباعي تري آهي.

"امروز تر دسترس فرد انيست
وايذ نشئہ فردات بجز سود انيست
ضائع مکن اين دمر اردلت شيدانيست
کين باقي عمر رابها پيدانيست.

(اول تي توکي اڄ ڪلهه جو پتو نہ آهي، ديوانو آهين جو تون سڀاڻي جو فڪر ٿو ڪرين، هي دم جو موجود آهي، ان کي ضائع نہ ڪر، هيءَ باقي عمر جا آهي، ان جو ڪوبہ ملهه نہ آهي.)

اڄ سڄو ڏينهن ويٺيڪان شهر ۾ گذاري ٽبر ندي جي ڪناري چيگرن چورين کي چيڙيندا رهياسين. نصر جي ڪلهي تي هڪ ننڍو ٿيلهو هيو، جنهن ۾ اسان ميوزيم مان ورتل تصويرون ۽ ڪجھ مجسما رکيا هيا.

ٿيلهي جي هڪ کيسي ۾ پنجاهه هزار ٻه پيا هيا. اسان ڏينهن جي رولڙي بعد هوٽل تي واپسي لاءِ اچي بس اسٽاپ تي پهتاسين. اتي ڪيترائي ماڻهو انتظار ۾ بيٺا هيا. بس ۾ ايڏي ته پيهه هئي جو مون کي سنڌ يونيورسٽي جون بسون ياد اچي ويون، جنهن جي درن تي سدائين شاگردن جو مڇو لڙڪيو پيو هوندو آهي.

اسان ٻه سوڙهه سگهوڙ ۾ تر ڇٽڻ جيتري جاءِ نه هوندي ٻه ماڻهن کي ٽوٽا هڻندا اندر اچي بيهي رهياسين. ٿوري دير کان پوءِ مون محسوس ڪيو ته ڪو همراهه منهنجي پينٽ جي پوئين کيسي ۾ رکيل ٻٽوڻ کي چوري پوري رهيو آهي. مان هڪ هٿ ٻٽوڻ تي رکي ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺم ته ڪجھ جيپسي قسم جا همراهه بيٺا هيا. مون کي هوشيار ڏسي لنوائي پاڻ ۾ ڪچهري ۾ لڳي ويا. اتي پرسان بيٺل نصر رڙ ڪئي.

”پائو پئسن جو خيال ڪجانءِ. مون کي ڪو ٻشني لڳو هو، پر ڪامياب نه ٿيو.“

”منهنجي کيسي کي ٻه ڪو شاهينگ چنبڙيو پيو آهي. پر يار! تنهنجي ٿيلهي ۾ پئسا پيا آهن. ايڏي پيهه ۾ شودن کان بچيا ته واهه... واهه...“

اسان ٻي ڪٽڪي بس مان لهي، سڌو هوٽل آياسين. اسان جي وهم و گمان ۾ ٻه نه هيو ته سٺ پڙن ۾ لڪايل پيسا ڪو ڳڙڪائي ويو آهي. شام ڌاري ٻيهر چڪر تي نڪرڻ مهل ٿيلهي ۾ ڪئميرائون وغيره وجهندي لفافي ۾ رکيل پئسن کي جاچيو ته ٿيلهي ۾ پيل پئسن کي جڻ ڳانءِ ڪائي وئي.

نصر ان تي ٻڌايو ته، ”هو آمريڪا مان اٽلي لاءِ ويزا وٺي رهيو هو ته اتي سفارت خاني جي هڪ آفيسر کيس تاڪيد ڪيو هو ته اٽلي ۾ پنهنجي پئسن جو خاص خيال ڪجانءِ.“ واقعي هتان جا عادي ڳنڍي چوڙ ته نهيو پر ڪيترا ٻارڙا ٻه ان نيڪ ڌنڌي ۾ لڳل آهن. هونءَ ٻه هتان

جا گھڻا ماڻهو هميشہ توهان کي بيوقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندا، ٻوڪو ڏيڻ لاءِ پيا سوچيندا، اوهان کي ڦرڻ ۽ لٽڻ لاءِ جتن ڪندا. هت هيٺين سوسائٽي ۾ تہ رهزن کي وڏي عزت ڏني لونگي ٻڌائيندا آهن.

موجوده دور ۾ گري گنجي جي ڳالھ تہ پري رهي، پر صديون اڳ مشهورمصور مائيڪل اينجلو جا سنگتراشي لاءِ پيل پٿرن کي تہ ڪلهو ڏيندا هيا، پر هڪ ڀار صفائي سان اينجلو جي کيسي مان پئسا ڪڍي کيس ڪنگلو ڪري ويو هو.

اسان اڌ لڪ جو سور سهائي وري ٻَدوڪي پناڙن تي رکي رلڻ پنڻ لاءِ نڪتاسين. اسان کي ڪجھ ڏينهن اڳ موالڻ جا ڏڙڪا ڪُکن پيا. جڏهن هن دبڙاٽ ڪيندي چيو هو تہ، "بيوقوف توهان اجا تائين تروي Trevi ڦوهارو نہ ڏٺو آهي... روم گهمڻ آيا آهيو." هاڻي تہ اهو ڦوهارو ڏسڻ اسان لاءِ غيرت جو مسئلو ٿي پيو هو. اسان پڇا ڳاڇا ڪندا نيٺ اچي ڦوهاري جي سامهون ساھ پٽيو. ڦوهاري ۾ هڪ هٽوڪٽو ديوتا پاڻي ۾ گاڏي تي سوار ويٺو هو. هن جي هيٺان وهندڙ پاڻي سمنڊ کي نمايان ڪري رهيو هو.

روايت آهي تہ، جيڪو بہ ماڻهو ان ڦوهاري ۾ سڪا اڇليندو تہ هو ٻيهر ضرور روم گهمڻ ايندو، اسان کي اچ ڪو ٻشني ڏڪ ڪڍي ويو هو، اسان کي اها ئي باھ ڪافي هئي تہ اهڙي بي غيرت ماڻهن ۾ وري ڪير ايندو. ان ڪري اسا ان ۾ ٽڪو بہ نہ اڇليو.

اسان تروي ڦوهارو ڏسي پنڌ ئي پنڌ هڪ خوبصورت پدر Piazza Navona ۾ اچي پهتاسين. اهو هنڌ اسان سج جي تروڙن ۾ بہ ڏسي چڪا هياسين. پر مستاني جي هُشي تي ان کي رات جي روشني ۾ ديدار ڪرڻ لاءِ پهچي وياسين.

ان لاءِ چيو وڃي ٿو تہ، يورپ جو خوبصوت ترين چؤنڪ آهي. چونڪ جي چوڦير ڪيتريون سهڻيون عمارتون ۽ ديولون جڳ مڳ ڪري رهيون هيون، پدر جي پاسن تي ٻہ مشهور ڦوهارا هيا، جن مان هڪ ندين سان منسوب ۽ ٻيو خواجہ خضر جي مجسمي وارو ڏاگھ ڦوهارو پاڻي جي ڌار پيا ٿيا اُڏارن، پدر جي وچ تي هڪ ڍگهو ٿنڀي نما يادگار بيٺو آهي. اهڙي دلڪش منظر ۽ هوش ربا ماحول ۾ هزارين پٽ پٿيهر سياحن جي

ميلي ۾ اسان ٻه ڦوهارن جي ڪڻ ڪڻ مان مزو وٺڻ لاءِ ويهي رهياسين.

روم جا رهاڪو اڪثر شام ٽيندي ئي گهرن جي ڇُرن مان ڇمڙن جيان نڪري، بازارن، فٽ پاٿن، باغن وغيره ۾ لامارا ڏيندا نظر ايندا آهن. چوڻي آهي ته: "While in Rome, Do as Romans do." روم ۾ رهڻ دوران اسان جو به معمول هيو ته رات جو دير دير تائين آواره گردي ڪندا هياسين.

هونءَ به رات جو دير تائين سيارو هجي، توڙي اونهارو، لاڙڪاڻي جي سڙڪن تي آواره گردي ڪندڙن ۾ اسان جو ٽولو وڏو بدنام آهي. خاص ڪري جڏهن چانڊڪا ۾ ساريون پچنديون آهن، اوبر، گُهٽ اچي دم گُهٽيندي، ماڪڙ جيڏا مڇر، ڪن جن پاپڙيون سُجهائي ڇڏيندا آهن. اهڙي ناحق جي گرمي ۾ گهرن جا پکا ۽ ٿڌيون مشينون به سهڪڻ لڳنديون آهن. اسان آرامي ۽ گرمي داٽن سان ڇچريل پٺاڙن تي، سنها پهراڻ پائي، سنجها ٿيندي ئي، شهر جي سڙڪن تي، رولاڪن وارا علم کڻي نروار ٿيندا آهيون. ان دوران هلندي ڦرندي، چوڪو پيو هلندو، ڪڏهن ماني ته ڪڏهن جوس ۽ لسي جا گلاس پيا خالي ٿيندا. اسان جا پهراڻ ڇيله تائين پگهر ۾ پسيل، ڪڙيون ڪيه يڪليون هوندي به، ڊاڙن ڊشن جا ڏڏڪا پيا لڳندا.

رات جي پوئين پهر، ٿڌڙي هوا گهلندي ئي، شهر جو هر جيو ڏينهن جي ڪاڙهي ۽ لاڙائو سج جي گُهٽ ڪان تڙپي تڙپي آرامي ٿيندو آهي. نيڪ ان مهل ڏکڻ گهلندي ئي اسان جو ٿاڪوڙا قدم گهرن ڏي ورندا آهن. ينيرڪي ويلي، گهر جي چائٺ ٽپڻ مهل بزرگ پنهنجي منڙي نند ڦٽائي جيڪا جٺ ڪندا آهن، ان کي لکڻ لاءِ دفتر گهرجن. مون کي پنهنجي خاندان ۾ رلڻ جو گولڊ ميڊل ته مليل آهي. پر ٻين دوستن جون مائرون ۽ گهرواريون به پار ڪڍي پيون پٽينديون آهن. هنن جو خيال آهي ته سندن پٽن ۽ مڙسن کي مان رولاڪ خراب ڪيو آهي.

منهنجي هڪ دوست کي ماءُ اهو شرط وڌو ته: "اشتياق سان دوستي ڇڏ ته تنهنجي شادي ڪرايان." ويچاري امڙ کي ڀؤ هيو ته، سياڻي گهر ۾ ڪنوار آئي ۽ سندس ڪريل پٽ جهونجهڪڙي ويلي گهر آيو. ته اهو نئين نڪوري چوڪري سان ظلم ٿيندو.

قصو ڪوتاهه ان دوست شادي جي لالچ ۾ اچي سنگت سان غداري ڪري، گهر وسايو. هاڻي هو شادي شده هوندي به اسان کان بـه هٿ وڌيڪ آواره آهي، "يلا! ڀڪي گهڙي ڪَنا پوندا آهن چا؟؟"

هت اسان جي هوٽل جو مينيجر روز رات جو دير سان هوٽل ۾ گهڙڻ مهل تيز ڪائيندو ڏسي، اک جي ميچ سان رازدارانه انداز ۾ چوندو هو: "وڏيرا! ڪيئن گذري رات..."

هو اسان کي پنهنجي پر ۾ وڏو آڙيڪاپ سمجهندو هو، پر جڏهن اسان کيس ٻڌائيندا هياسين تہ، "اسان بي ضرر قسم جا ٻڪي نوڪ سياح آهيون، رڳو گهمڻ ڦرڻ آيا آهيون."

ان تي هو منهن پيلو ڪندي پڻ پڻ ڪندو هو: "جيڪڏهن اوهان نلهو گهمي پنهنجو پئسو ۽ وقت ضايع ڪري رهيا آهيو تہ پوءِ ڪنهن رات ٽورسٽ بس ۾ چڙهي روشنين ۾ روم جو حسن ڏهنيو."

نيٺ مينيجر جي چوڻ تي هڪ ٽورسٽ بس ۾ سيٽون بڪ ڪرايون، جيئن روم جي تاريخي جاين، گرجائن، بوتن ۽ ڦوهارن کي رات جو بجلي جي روشني ۾ چمڪندڙ ڏسي سگهون. شام ڌاري بس هوٽل تان اچي کنيون، ساري بس ڪڪڙن جيان، پانت پانت جي گورن، ڪارن، ڳاڙهن، سياحن سان ڀريل هئي. گائيڊ بہ ويچارو اٽالين، فرينچ انگريزي وغيره ۾ هر هنڌ جي تاريخ، جاگرافي ٻڌائيندو پي هليو. اسان اهي هنڌ ڏينهن جي روشني ۾ ڪيترا دفعا ڏسي چڪا هياسين، پر رات جي وقت فلڊ لٽ ۾ خاص ڪري عمارتن ۽ مجسمن جو حسن دوبالا ٿي ويو هو.

آخر سڄي شهر جا لامارا ڏيڻ بعد گاڏي ٻاهر جر رخ رکيو تہ گائيڊ جو آواز سيلانين جي ڪنن ۾ سُري پُري جاءِ ولارڻ لڳو:

"روم جو سڄو شهر ديوار سان گهريل هو.... روم ۾ شهنشاهيت قائم ٿيڻ کان پهريائين چوڌاري پٽ هوندي هئي. ان کي 270ع ۾ شهنشاه ارلين وڌائي، شهر کي هڪ مضبوط 12 فٽ ٿلهي ۽ 12 ميل ڊگهي پٽ سان بند ڪيو. ان جي بلندي کي بعد ۾ سٺ فٽن تائين پهچايو ويو... ديوار ۾ هر سو فٽ بعد هڪ چوڪور برج ڏنل هو.... موجوده وقت بہ ديوار جو ڪجهه حصو بينو آهي ۽ ان جا نوَ دروازا اڄ بہ

قابل ديد آهن...."

گائيڊ پوءِ اسان کي ڪافي دير ديوار سان گڏوگڏ ان جا مختلف دروازا ڏيکاريندو رهيو. ايترا دروازا ۽ روڊ ڏسي اها چوڻي واقعي صحيح پئي لڳي ته:

"All Roads lead to Rome."

روم جي ديوار جي پاڇولي ۾ چڪر ڏيندا تبر نديءَ ڪناري هڪ سکر جي انٽرپارڪ جهڙي هوٽل ۾ اچي ويناسين، ان هوٽل ۾ ٽورسٽ ڪمپني طرفان رات جي ماني جو اهتمام هيو، گائيڊ وڏي سليقي سان هر ٽيبل تي مختلف سيلانن کي ويهاري رهيو هو.

هڪ نازڪ نفيس نوخيز جوڙو ماريشس جو ٻيو هتي ڪٿو جوڙو سسلي جزيري جو هو. اتفاق سان ٻئي جوڙا هني مون ملهائڻ آيا هيا. خاص ڪري ڪنوارون گهوٽن کي ڏسي گد گد پيون ٿين.

اتان ڪا وائي، دلاسي جي داسڙا،
تون منهنجو وَلهو، آئو تو ۾ طمعدار،
ڍڪي، ڍول! گدار، لڄ منهنجي لوڪ ۾.
(شاهه)

ڊنر دوران هڪ ميڊم نورجهان جهڙي صحت مند ڳائڻي، هرهڪ ميز تي اچي گانا ٻڌائي داد حاصل ڪري رهي هئي. سندس ٽولي جا سازندا به هن سان ڀرپور ساٿ ڏئي رهيا هيا. هر مصرع بعد مائي جي ڊگهي اُو... اُو... جي چيٽ شاهه ڀٽائي جي مزار تي راڳ ڳائيندڙن سان ملي رهي هئي. ڪو راڳ جو ڄاڻو ئي اهڙي راڳ جو مطلب ڪڍي سگهي ٿو. باقي او... او..." ۾ اٽالين ٻولي اسان جي سمجهڻ کان زور هئي.

ماني کان اڳ دارون جو دور چالو هو، اسان جي ٽيبل تي اٽالين جوڙو بلا جو پياڪ هو، ڳالهين دوران هڪ ٻي جي ملڪن ماريشس، پاڪستان... اٽلي جو ذڪر نڪتو. اٽالين جوڙي پنهنجي ملڪ جي تعريف شروع ڪئي، ته نصر ٻنهي جڻن تي گوڏا ٻڌي چڙهي ويو.

"توهان اٽلي وارن دنيا کي تباهه ڪيو آهي، توهان مافيا ناهي، قتل هنگامن، تخريبڪاري، بليڪ ميلنگ جو رواج وڌو.... دنيا ۾ وڏا وڏا ڏوهه توهان ئي ڪيو. توهان ڪنهن به قانون جا پابند نه آهيو.... سوا پنهنجي

قانون جي..."

نصر زبان جي ڪوڙاڻ کي ويتر دارُون سان ڪوڙو ڪندي مون کي مخاطب ٿيندي چيو: "....پائو! هنن نيويارڪ ۾ هڪڙي ننڍڙي سسلي ٺاهي هئي..." مان وري هنن جي گفتگو جي ڄار ۾ ڦاسي پيو هئس. اتڪائڻ کان پري پنهنجي خيالن ۾ مافيا کي پنهنجي ڪراچي جي هڪ لساني تنظيم سان ڀيٽي رهيو هيس. مافيا جو وجود به اٽلي ۾ 18 صدي ۾ غيرملڪن اسپينش، فرينچ، اسٽرين جي خلاف پيو. جنهن مطابق سرڪاري ڪارندن، پوليس عملدارن کي قتل ڪرڻو هو. هنن جي پنهنجي ڪوڊ "Conspiracy of Silence" (Omerta) تحت حڪم هو ته، مافيا جو ميمبر خطري وقت هڪ ٻي جي مدد ڪندو، پنهنجي سينئر جو هر حڪم مڃيندو، ڪڏهن به پوليس ۽ ڪورٽ کان مدد نه وٺندو. پڪڙجڻ کان پوءِ ڪوبه راز فاش نه ڪندو... مافيا جا گهڻا ميمبر سسلي جي هيٺين طبقي مان هيا، جيڪي راتيون نائٽ ڪلبن ۾ جوا ۽ شراب پيئندي گذاريندا هيا. هو شاديون به پنهنجو پاڻ ۾ ئي ڪندا هيا. زال به مڙس سان ڏاڍي وفادار هوندي هئي. ڏوهه ڪرڻ هنن جي نفسيات تي وئي هئي، آخر سسلي ۽ اٽلي جي هڪ ٿي وڃڻ بعد هنن جا غيرملڪن سان جهيڙا ختم ٿي ويا. تنهن هوندي به مافيا جا ميمبر پنهنجي ڏوهن ڪرڻ جي صلاحيت نه گهٽائي، حڪومت هنن کي سوڙهه ڪئي، ته هو وڏي تعداد ۾ لڏپلاڻ ڪري وڃي آمريڪا رهيا. جتي هنن گئنگ ٺاهي غيرقانوني ڪم شروع ڪيا. جنهن بعد مافيائي مرض سڄي دنيا ۾ ڦهلجي ويو.

بيري جڏهن ميز تي اچي ماني رکي، تڏهن نصر جي زبان منهنجي خيالن جو سلسلو ٽٽو. اسان جي سامهون اٽلي جا مختلف کاڌا پيا هيا. هڪ سوپ... سون زوڪاٽ ۽ ڀاڄي نڪرندڙ گوشت ڏي نصر اشارو ڪندي بيري کان پڇيو:

"هي ڇاجو گوشت آهي؟" نصر دنيا جي هر غليظ شيءِ کائي ويندو آهي. سواءِ سور جي گوشت جي. نصر جي سوال تي بيرو گهبرائجي ٽبي ۾ پئجي ويو. آخر سوچي سوچي هن چيو:

"Baby of Cow" بيري جي ڀاتولي انگريزي، نصر جي اُڀ ڦاڙ ها... ها... تي هال ۾ ويٺل سياح ٺاهه کائي، پنهنجي جوڳي کي ڇڏي، ٻگهن

جيان ڳچيون ڏگهيون ڪري اسان کي تڪڻ لڳا.

مانيءَ بعد هرڪو مسرور ۽ ٻهڪندو ٻاهر نڪتو. نصر ۽ اتالين ڇوڪرو جيڪي دارون جي نشي ۾ هڪ ٻي تي ڏاڪا ٻڌي چڙهي ويا هيا. هاڻي ته هو هڪ ٻي جا جگري يار ٿي لڳا. اتالين ڇوڪرو پنهنجي نئين نويلي زال کي ڇڏي، نصر کي ٻڪ وڌيون ڳل ڳراٽيون ڪري رهيو هو. اتالين ڪنوار پنهنجي مڙس جا پرڪار ڏسي شڪي پئي ٿي. مان هن کي اشارن سان سمجهايو ته "مستن تي ميار نه آهي، ٻئي سرور ۾ آهن."

ترسمر آن قومر که بردرد کشان ميخندندم

در سرِ کار خرابات کنند ايمان رام

(انهن ماڻهن جو مون کي خيال آهي، جي ميخوارن تي کلن ٿا. متان پنهنجي ان ترڙي خيال ۾ بي ايمان ٿي وڃن.)

اهڙي ئي هڪ رندانهءَ مستي جو واقعو آهي ته:

هڪ دفعو يورپ جي ڪنهن هاسٽل ۾ رهيل هيس. رات جو ڪافي دير ٻاهر ڪنهن ميخاني ۾ گذاري، پوئين پهر، آسمان مان ڪرندڙ ڪپه جهڙي برف باري ۾ لڙکڙائيندڙ قدمن سان هاسٽل ۾ گهريس. هاسٽل جي مکيه دروازي وٽ استقباليه ڪمري ۾ ڪائونٽر تي هڪ نيداکڙي مهه جبين وينل هئي. مان ڪا مهل تائين، ڪُپ ڪوڙي بکايل ٻگهڙ جيان هن کي ڏسندو رهيس. آخر ديورا کي، هٿوراڙيون ڏيندو، هن پٽَ ڳيري جي سامهون اچي بيٺس. ڪائونٽر جي شيشي ۾ صرف ايترو سوراخ هيو، جنهن مان ڪجھ ڳالهائي ۽ ڏئي وٺي سگهجي.

مان مستي جي حالت ۾ نازنين کي ڪافي ايلاز ڪيا، ته ڪمري جو در کول ته ويهي ڪچهري ڪيون. ڇوڪري منهنجي حالت ڏسي سمجهي وئي ته، "شينهن ۽ ٻڪري گڏ پاڻي پي نٿا سگهن." ڪافي ميڙ منٿن بعد به ڪماري در نه کوليو. هٿون منهنجي ٻي وَسيءَ مان لطف وٺڻ سان گڏ ڇيڙيندي ۽ سمجهائيندي رهي ته: "عاشق پٽ هاڻي جان ڇڏ، پنهنجي ڪمري ۾ وڃ."

آخر ڪلاڪ اڌ جي گپاگيه بعد، مان ان شرط تي ڪمري تي وڃڻ جي آمادگي ڏيکاري ته، "هو به ڪجھ پَهر وهي وڃي." نيٺ هن کي منهنجي روئڻ هارڪي حالت تي رحم آيو. هن ايتري اجازت ڏني ته مان

ڪڙڪي مان منڊي اندر ڪري، هن جي چپن جو مَڌُ ڪجھ دير پي سگھان تو... ظاهر آ! منهنجي دل ڪڏهن به پرجڻ واري نه هئي... مون کي مَجَذُو سمجهي هن ڊيوٽي ختم ٿيڻ بعد ڪمري تي اچڻ جو واعدو ڪري جان ڇڏائي...

ان هاسٽل ۾ رهڻ دوران جڏهن به استقباليه ڪائونٽر وٽ ايندو هيس ته تَعجب ٿيندو هيو ته اها ڪهڙي شڪتي هئي جو ان سوڙهي ڳڙڪي مان، جنهن مان سيهڙ به ٽپي نه سگهي، مان مڌ پيتو هيو. اهو سڄو ڪمال مستي جو آهي. جنهن اهڙو معجزو ڪري ڏيکاريو ۽ ان مغرور حسينا کي ڀاڻي ڪري ڇڏيو.

ڪتني مغرور حسينائون ڪي برفاب سي جسم،
گرم هاٿون ڪي حرارت سي پگھل جاتي هئين!

فيض

گاڏي ۾ سوار ٿيڻ ورا هياسين ته اوچتو سياحن جي ٽولي ۾ هوڪرا پئجي ويا. ڇا ڏسون ته هڪ پوڙهو سياح هڪ اچن وارن واري پوڙهي کي ٻانهن کان زوري گهليندو پي ويو، جهونڙي جون ”ڇڏ... ڇڏ...“ جون رڙيون پي پيون.

اسان سڀ حيران ته پيري ۾ ٻنهي کي ڪهڙي مستي ڪنيو آهي. همراه سهڪندو پوڙهي کي هوٽل جي باغ ۾ بيٺل دائود جي هڪ اگهاڙي مجسمي ڏي ڌوڪيندو پي ويو. ناني جي وڏي زور آزمائي ۽ ٻاڪار جي باوجود ظالم پوڙهي هن جو هٿ پڪڙي زوري دائود جي اگهاڙي بت جي خاص هنڌ تي رکرايو.

پوڙهي جو دائود جي عضوِ خاص تي هٿ رکڻ سان ئي سيني سياحن جي ڪئميرائن ۽ وڊيو جون فليش چمڪيون، جنهن ۾ پوڙهيءَ جو مڙس به شامل هو. هوٽل ۾ موجود ماڻهن جي هونگ، هُلاچي، تاڙين آسمان ڏاري ڇڏيو. ساڳي وقت جڻ حضرت دائود جي جسم ۾ هلڪي سرسراهٽ ۽ چهري تي لطيف مُرڪ ڦهلجي وئي.

# ڪئپري

## ”حسين ۽ پرسڪون جزيرو“

جهاز جي عرشي تي مون سان گڏ صرف هڪ پريمي جوڙو پکين جيان چهنب چهنب ۾ ملايون وندر ۽ ورونهن ۾ مشغول هيو. مان به تڏڙا ساهه پري تصور ئي تصور ۾ ڪنهن جي قريب پهچي ويس.

سمنڊ جي صحرا ۾ پير پائڻ بعد جهاز جي چال ۾ چانگي جيان مستي اچي ويئي. هو ڦينگن جا طوفان اڏائيندو اڳتي ڏوڪيندو پي ويو. راڻي جيان ديس پرديس شيل شڪار بعد هاڻي اسان جي ڪاهه ڪاڪ طرف هئي.

ڪافي عرصي کان اها خواهش هئي ته شل ڪو اهڙو سڀاڳو ڏينهن اچي جو ڪجهه وقت دنيا جي خوبصورت جزيري ڪئپري وچي گهارجي. بس ٿوري دير ۾ منهنجي اها دلي خواهش پوري ٿيڻ واري هئي. اسان جو جهاز سمنڊ جي اجگر جهڙين خوفناڪ چولين سان جهيڙو جوٽيون ڪئپري جزير ڏي گهوگهٽ ڪندو پي هليو. ڪئپري دنيا جي چند خوبصورت جزيرن مان آهي. ان جو وجود تاريخ کان به اڳ ملي ٿو. پر يونانين جي ڪالوني ٿيڻ بعد ان کي شهرت ملي. هيءُ جزيرو نيپلز جي اپسمنڊ ۾ ڪنول جي گل جيان تري رهيو آهي. ان جي سونهن تي موهت ٿي عام ماڻهو ته نهيو پر بادشاهن به ان کي پنهنجو مسڪن بڻايو هو. خاص طور تي روم جي بادشاهه اگسٽس جو هي پسنديده هنڌ هو. ان کان سواءِ شهنشها تبرس به هتي اچي ٻارنهن سال ديرو ڄمايو. تبرس علم دوست هو. هو يوناني ۽ لاطيني ادب جو سٺو پارکو هو. هن ڪئپري جي رونق وڌائڻ لاءِ ان ۾ ٻارنهن محل ۽ پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ ڪيترائي حوض

نـهرايا هيا. تبرس 37ع ڏاري پنهنجي محل ۾ مئل ڏنو ويو.

نپولين جي جنگين دوران ڪئپري کي ڪڏهن فرانس ته ڪڏهن انگلينڊ پنهنجي استعمال ۾ آندو. هاڻي اٽليءَ جو خوبصورت جزيرو آهي.

تتر ڪڙري آڪاش مان ڪڏهن سج لياڪا پائي پنهنجي ترورن سان لهرن جي ڳلن تي چپ رکي رهيو هو. اوچتو ڪافي ڏور سمنڊ ۾ ڪا شيءِ ترندي نظر آئي. پري کان ائين پيو لڳي جڻ ته ڪا وهيل مڇي پاڻيءَ مان نڪري وري غوطو هڻي تي وڃي. مڇيءَ جا پريل پناڙا واضح هيا. جيئن اسان ان جي ويجهو ٿيندا پي وياسين تئين ان جي ديوقامت جسامت ظاهر ٿيندي پي وئي. عرشي تي بيٺل ڇوڪري پنهنجي ساٿڻ جي ڇيچ جهڙي چيله چوڌاري ٻانهه ورائيندي ڪيس هٿ جي اشاري سان ٻڌايو ته "اهو سامهون ڪئپري آهي."

اها ڪارسري وهيل مڇي هري هري هڪ ٽڪريءَ جو روپ وٺندي پي وئي. مان ته ڪنهن روڳي جيان ان مان اک ئي نه پيو ڪڍان ته جيئن ڪئپري جي هر روپ ۾ انگڙائيءَ مان سرور وٺي سگهان.

جهاز ۾ جزيرو مڪاميل ٿيڻ لاءِ هڪ ٻي جي ويجهو ايندا پي ويا ته جزيري جي آسپاس ۾ بندر تي موجود جهاز ۾ ٻيڙين جي مٿان بيٺل خلاصي چٽا نظر اچڻ لڳا. نيٺ اسان جي جهاز به بندر تي اچي لنگر هيون. هيءَ هڪ صاف سٿرو پٽڪڙو بندر هيو. جنهن ۾ جهازن ۾ لانچن جو تعداد آڱرن تي ڳڻڻ جيترو هو.

مان ۽ منهنجي جگري يار نصر لهڻ سان دستور مطابق هوٽل جي ڳولا ڪري سامان سرڙو ٽانيڪو ڪيوسين ته نصر چيو "اٿو جلدي ڪيو ته هلي سمنڊ ۾ تڙ ڪيون."

اسان هوٽل ۾ آرام ڪرڻ بنا وارو وارو ڪندا سمنڊ ڏي پڳاسين. سهڪندا سمنڊ ڪناري پهچي وهنجڻ لاءِ بيچ جي پڇا ڪئي.

"اهو سامهون آهي" هڪ ماڻهوءَ پرسان ئي بيچ ڏانهن اشارو ڪيو.

"اڇا!" نصر منهن پيلو ڪندي چيو.

"ان کان سواءِ ٻيو ڪو وڏو بيچ نه آهي"

"سائين اهوئي سنو بيچ آهي"

"يار مري وياسين" نصر ٻئي هٿ پنهنجي سٿرن تي هڻندي چيو.



سرور، سڪون ۽ شانتي جو سنسار ڪئپري جزيرو



سندر چهرن ۽ حسين جسمن جو آستان "ڪئپري بيچ".



ڪئپري جي مشهور غار "Blue Grotta" جو اندروني منظر



ڪئپري ٻيٽ جي اس پاس سمنڊ مان ڪيترين ئي ننڍين ٽڪرين، ڊولفن جيان منهن ٻاهر ڪڍيون
بيٺيون آهن.



صاحب ڪتاب ڪئپري جي بندر وٽ



آنا ڪئپري جو هڪ حسين ڏيک



مست لهرون، مدهوش هوائن ۽ سهڻي ساوڪ جو سنگم ڪئپري.

اسان بي دليا بيچ تي پهتاسين. بيچ تمام ننڍو هيو. پاٽيءَ کي هٿرادو اڳيان پٿرن جو لوڙهو ڏئي بند ڪيو ويو هو.

ڏينهن جو هڪ پهر گذرڻ باوجود ماڻهن جو تعداد گهٽو ڪونه هيو. اسان پاڻيءَ ۾ ٽبيون هڻڻ شروع ڪيو ته باقي بچيل چند خاندان به وڃڻ لاءِ سندرا ٻڌي رهيا هيا. ٿوري دير بعد اسان جي پرسان پٿر تي رڳو هڪ لاوارث قسم جي مائي انگيءَ مان اڌ تن ظاهر ڪيون ويٺي اس سيڪي رهي هئي.

نصر جي پوءِ ته ڪاوڙ ڏسڻ جهڙي هئي. هن جي هڪ گار لهي پئي ته ٻي چڙهي پئي.

"هيءَ بيچ آهي جنهن ۾ هڪ ڪوگ اڌ تن ظاهر ڪيون ويٺي آهي. اسان جا ارمان ئي پاڻيءَ ۾ لڙهي ويا. ڪئپري پهچڻ جو ڪيترو انتظار هيو. اهڙي بيچ کان ته ماڻهو ٻڏي مري."

هن پاڻيءَ کي لتون هڻندي چيو "يار هن کان ته پنهنجا سنڌ ۽ بلوچستان جا سنا بيچ آهن. هاڪس بي ۽ پئراڊائيز پوائنٽ هن کان هزار دفعا بهتر آهن..."

نصر جي ڪاوڙ ڏسي مان سوچيان پيو ته واقعي هن سان زيادتي ٿي آهي. يار جڏهن کان مون سان گڏجي اٽلي آيو آهي. همراهه جا رُلي رلي لاهه نڪري ويا آهن. مون کي گهٽي کان گهٽيون تاريخي جايون ڏسڻ جو شوق، ان ڪري ڏينهن رات مسافري ۽ هل هلان مان بيزار ٿي پيو آهي. نصر کي مرده تاريخ کان وڌيڪ زنده ۽ چرندڙ پرندڙ شين سان دلچسپي آهي. هن جو نظريو آهي ته ٽوئر ۾ خاص ڪري عورتن سان ڪچهري ۾ ڪنجوسي نه ڪجي. ميخانن ۾ پيو رهجي، سٺن هوٽلن ۾ طعام ۽ قيام هجي، آرامده ماحول ۾ ڏينهن گذارجي. ان جي بنسبت منهنجي وري اها لالچ ته وقت وڃائڻ بدران جيترو ٿي سگهي، گهمي ڦري تاريخي هنڌ ڏسجن. دل کولي فوٽوگرافي ڪجي. لائيبريرين ۽ ڪتب خانا اٿلائجن پٿلائجن. هر طريقي سان ماڳ ۽ مڪانن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪجي. ميوزيم وغيره... ۾ وقت گذارجي.

"مون سان هلي سا، جا جيءُ منو نه ڪري"

(شاهه)

نصر ويچارو منهنجي ان بيهودن حرڪتن جو ساٿ ڏيندو آهي. تنهن هوندي به اندر دونهون پيو دکندو اٿس. موقعي جي تلاش ۾ هوندو آهي ته ڪاٿي ڪا غلطي يا ڪو ڪمر هن کي ناگوار گذري پوءِ ته يڪي ڪٿر ڪڍي ڇڏيندو آهي.

اٿلي ۾ رولڙي دوران نصر اڳ ۾ ئي چتاءُ ڏئي ڇڏيو هو ته بادشاهه ڪئپري ۾ ڪابه تاريخي ڳاهه ٻولهه نه ٿيندي. رُلبو پنبو نه... سارو ڏينهن بيچ تي رهبو... بيئر پئبو... قسمت ساٿ ڏنو ته ڪا جل پري هٿ ڪري ڪچهري پئي ڪبي... رات جو اٿليءَ جي مشهور ڳاڙهي دارون RED WNIE جون سرڪيون ڀربيون... ڪئپري ۾ تنهنجو ڪوبه چوڻ نه ونندس... بلڪل... آزاد... آزاد...."

نصر ائين چئي وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندو هو. هن ڪئپري کي خوابن جي جنت سمجهيو هو. جتي شرابم شباب ۽ سهڻو سمنڊ هوندوم پر هتي بي سُرو پتڪڙو بيچ ڏسي همراهه جو مزو ئي ڪرڪرو ٿي ويو هو. ڏکويل انداز ۾ گهڙي گهڙي چئي پيو ته "اهڙو واحيات "اڏتڙ" وارو بيچ (هن ان بيچ جو نالو رکيو هو) مان زندگيءَ ۾ نه ڏٺو آهي." هن حسرت سان ياد ڏياريندي چيو "ياڻ جڏهن سري لنڪا ۽ ٿائيلينڊ جي بيچن تي جيڪي ڏينهن گذاريا هيام اتي ڪيترو نه مزو آيو هو."

مون کي نصر جي حالت ڏسي واقعي افسوس پيو ٿي هن جا سپنا سپنا ئي رهجي ويا. هن کي دلداري ڏيندي چيمر خير آهي اسان نيپلزجي بيچ تي هلي ڪجھ ڏينهن گذاريون ٿا."

"هاڻي باهه ڏيون"

"نيڪ آهي بيچ کي باهه ٿا ڏيون. هاڻي آيا آهيون ته ڪئپري ته گهمون نه" مان کيس سمجهايو.

"مان ڪمري تي هلي سمهان ٿو. تون ڇاڻ ۽ ڪئپري. جڏهن... بيزار ٿين ته مون کي واپس وٺي هلجانءِ"

نصر ائين چئي ڪپڙا ۽ ٽوال ڪلهي تي رکي ڪمري ڏي واپس ٿيو. مان به سندس ڪڍ لڳس. ڪمري تي پهچي ڪا شيءِ ڪاڏي پيو اڇلي ته ڪا ڪاڏي. مان به چپ چاپ پلنگ تي پئجي رهيس ته پلي همراهه جي ڪاوڙ جهڪي ٿي. ٿوري دير بعد.

همراهه تڏو ٿيو ته چانهه وغيره گهرائي پيتي.
يار جو ڪجهه خيال مٽيو ته ڪيس چيم.
”تورو ٻاهر ڪم آهي اڄ ته ٿي اچون“
”مان ڪمري مان نه نڪرندس. تون ڀلي وڃ“
”اڄ جلدي موٽي تا اچون. بازار مان ڪجهه شيون وٺيون آهن“
آخر وڏن ايلازن منٿن بعد همراهه بازار تائين ساٿ ڏيڻ لاءِ راضي ٿيو.

اسان مکيه بازار جو ڏس پڇندا اچي بندر تي پهتاسين جتان هڪ رستو مٿي بازار ڏي چڙهي پيو. ڪئپري ٻيٽ سمنڊ ۾ هڪ اونهي ٽبي ڏيڻ بعد ساهه ٻوساٽجڻ ڪري جڻ ٽپو ڏئي ٻاهر نڪري آيو آهي. ان ايي ٽڪري کي ڪي وسيع پونا نه آهن. شروعات ۾ ماڻهو سمنڊ ڪناري گهرڙا ناهي رهندا هيا. پر پوءِ بحري قزاقن جي لٽ مار کان بچي مٿي وڃي رهيا هئا. ٻيٽاري جي رهاڪن ٽڪري جي قدرتي بناوت ۾ سونهن برقرار رکڻ لاءِ وڏي ڪاريگريءَ سان ان جي مختلف سطحن تي طبقيوار گهرڙا وغيره ناهيا آهن. ٻيٽ جي چوٽيءَ تي پهچڻ لاءِ ٻين رستن کان سواءِ شهر جي وچ مان به سوڙها رستا ۽ گهٽيون ورن وڪڙن سان مٿي چڙهنديون وڃن ٿيون. ڪي گهٽيون ايتريون ته تنگ آهن جو ان مان به ماڻهو مس گذري سگهن. هتان جي رهواسن گهرن ناهڻ ۾ به گهٽي فراخدلي کان ڪم نه ورتو آهي. ڪي وڏا گهر به پنهنجي وڏائي بيان ڪندي نظر اچن ٿا. لڳي پيو ته جزيري جي لوڪن ۾ گلن سان گهڻو پيار آهي. ان ڪري گهڻن گهرن مان رنگ برنگي گل ۽ ٻوٽا جهاتيون پائيندي نظر اچن پيا.

ياد ٿو اچي ته ڪافي سال اڳ رائي ونڊ ۾ تبليغي جماعت جي اجتماع ۾ شامل ٿيڻ بعد هڪ جماعت سان گڏجي ملڪ جي اترئين علائقي جي جابلو ڳوٺن ۾ گشت ڪرڻو پيو هو. ان ڳوٺن جا گهر به ائين ڏاڪي به ڏاڪي ٺهيل هيا. اتي قدرتي سونهن جو به ستياناس ڪيو ويو هو. ڳوٺن مان بک، مفلسي بکي رهي هئي. هر گهر اڳيان گند ڪچري جي جڻ نمائش لڳل هئي. باقي ڪثر گهرن مان نڪرندڙ بدبودار نالين پوري ڪري ڇڏي هئي. ڇا صفائي ۽ سترائيءَ جو تعلق به غربت سان آهي! هت ان جي بنسبت قدرتي حسن جي گهڻتائيءَ جي باوجود هر

گهر، هر گهٽي ۾ ڪسي جي صفائيءَ تي ماڻهو ڀاڻ ئي توجه ڏئي، واهڻ جي رونق وڌائي هئي. ٻيٺ جي اوپر پاسي کي ڪئپري ۾ اوله حصي کي آئنا ڪئپري سڏن ٿا.

اسان ٻه هرويرو پرائي گهرن ۾ ليئا پائيندا جامد حسن ڪان وٺي چرندڙ پرندڙ حسن ڏسندا مٿي چڙهندا پيا وڃون. ڪٿي ڪنهن جانب جو جمال پسي اکيون ناريندا نيٺ اچي چوٽيءَ تي دم پٽيو. اتي ماڻهن جا هشام ڏسي حالي ته پريشان ٿي وياسين. سنڌ هجي ها ته پڪ سمجهون ها ته ڪا دهشت گردي يا اغوا ٿي آهي. پر هت ته دنيا ئي ٻي هئي. ميڙاڪي جو رخ هڪ هال طرف هو، اسان ٻه انهيءَ جي ڪڌ لڳاسين.

چا ڏسون ته بازار جي مکيه چونڪ پرسان هڪ هال ۾ اسٽيج تي دنيا جو حسن پريو پيو هو. اسٽيج روشنيءَ سان ڀهڪي پئي. وڊيو ڪئميرائن ۽ فوٽوگرافرن جا چمڪاٽ هيا. دنيا جا برک صحافي رپورٽنگ ۽ انٽرويو وٺڻ لاءِ موجود هيا. ڌرتيءَ جون چونڊ حسين ترين پريون سازن جي ڌن تي لباس جي مختلف ڊزائين جي نمائش ڪري رهيون هيون. اسان جا حالي في الحال ته تاڪ لڳي ويا. حواس گم حالت ۾ الائي ڪيتري دير بيٺا رهياسين. مٿو جاءِ تي آيو ته پڇا ڪرڻ تي خبر پئي ته هت ”انٽرنيشنل فيشن شو“ جا مقابلا هلي رهيا آهن. دنيا جون حسين وجميل ماڊل گرل حصو وٺي رهيون آهن. واقعي هڪ هڪ ماڻهو گلاب جو گل هيو.

”جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿن ويس
چوٽا تيل قليل جاها هوا هميش“
”شاهه“

اسان جي دماغ سچ پچ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو. ڄڻ ڪو خواب ڏسي رهيا هئاسين. بهرحال اسان ٻه پنهنجي وائڙائپ جو عظيم مظاهرو ڪرڻ ۾ نه گهٽايو. فيشن شو ختم ٿيو ته اسان بازار جي چڪر لاءِ نڪتاسين مقابلي ۾ شريڪ ٿيندڙ پريون ٻه بازار ۾ پرڙا هٽي رهيون هيون. بازار سنهڙي ۽ سوڙهي حيدرآباد جي ريشم گلي جهڙي هئي. شو ختم ٿيڻ ڪري تماشائي ٻه بازار ۾ ڪاهي پيا هيا. ڪلهوڪلهي سان پيو گسي. چوڏس ڇوڪرين جي جسمن مان نڪرندڙ ڀيني ڀيني خوشبوءِ

ڦهليل هئي.

ڪي جسم ۾ ڪلها لڳن پيا ته بدن مان سيسراٽ نڪري پيا وڃن. مون ڪي ڀهريون پيرو اندازو ٿيو ته يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندا هياسين ته اسان جا ڪجھ دوست ڪلاس کان وڌيڪ هروڀرو حيدرآباد جي ريشم گلي ۾ چو حاضري ڀرڻ ويندا هيا.

اسان ڪٺپري جي ريشم گلي ۾ جنس لطيف ڪي جهنگلي جانورن جيان ٽوٽا هٽي چتا ٿي پيا هياسين. بازار ۾ بار بار لنگهڻ بعد به قلب کي قرار نه پيو اچي. اسان کي اها هوراڪورا ته وري زندگيءَ ۾ شايد ئي هڪ هند دنيا جو بي پناه ميٽريل حسن ڏسڻ نصيب ٿي.

"ساجن، سونهن، سرت، وکان ئي ويجهو گهٽي"

"شاهه"

اسان گهٽين ۾ گهمي گهمي ڪٽ ٿيڻ باوجود ٽڪي جي به خريداري نه ڪئي. آخر جڏهن هلڻ کان هلاڪ ٿياسين ته پرسان ئي هڪ ڏاڪڻ تي ويهي رهياسين. ان مٿاهين هند تان اسان کان ڏيڍ به هزار فوٽ هيٺائين تي سمنڊ ڦهليل هيو. هي بيٺارون تي چار ميل ڊگهو ۽ ڏيڍ به ميل ويڪرو آهي. اسان جي ساڄي پاسي وٽن جي جهڳٽن مان شهر جون جايون جهاتيون پائي رهيون هيون. سڄي هٽ تي شهر جي رونق ۽ ريل پيل هئي جنهن ۾ چوند ڏاڙهون گل هيڏي هوڏي جهومي رهيا هيا.

"واهه قدرت تنهنجا رنگ" منهنجي وات مان ازخود نڪتو.

اسان ويٺا ئي هياسين ته سامهون هيٺين ڏاڪي تي هڪ سيلاني جوڙو به اچي ويٺو. جوڙو عمر جي لڙيل حصي ۾ هو حالانڪ اهڙن رولاڪ سياحن ۾ اڪثريت نوجوان جوڙن جي هوندي آهي. پر هي پريمي ڪجھ ٻڪي ۾ پير پائي چڪا هيا. همراهه هيٺان پند اچڻ ڪري ٻگهر ۾ شل هيا. ويهڻ سان ئي ڪلهن تي بدل ڳورا ٿيلها لاٿائون. ڇوڪري ڇيله سان لڙڪندڙ پاٽيءَ جي بوتل لاهي ڀهريائين ڇوڪريءَ کي ڏني، بعد ۾ پاڻ ڪجھ ڍڪ ڀريا. ٿوري دير ساهه پٽڻ کان پوءِ وري هنن ٿيلها کڻي ڪنهن اڳ منزل ڏي وڃڻ لاءِ تياري ڪئي. اٿڻ کان ڀهريائين پاڻ ۾ ٻکجي چپن جي مٺ چوسڻ لڳا.

"اهو لقاءُ ڏسين ٿو" نصر اکين ۾ چمڪ آڻيندي چيو.

”اها ڪهڙي فضيلت آهي“ مان هرويرو هن کي تنگ ڪرڻ جي خيال کان چيو.

”چريا عورت دنيا جي وڏي حقيقت آهي“

”ڏوڙ ٿا پائن“

”صفا چٽ آهين. بادشاهه عورت ئي دنيا ۾ اتساهه جو وڏو سبب آهي.“

نصر ٻڪيل جوڙي ڏي اشارو ڪندي چيو.

”هاڻي ان ڳل ڳراٽين بعد اينرا ته هلڪا ڦلڪا ۽ ريليڪس ٿي ويا جو وري ڪوهن جا ڪوهه سٽي ويندا. ٻنهي کي جڻ نئين شڪتي ملي ويئي.“

”يار شرم، حيا به ڪا شيءِ هوندي آهي.“

”جاهل! عورت جي پيار ۾ اينري سگهه ٿي جو.....

”معاف ڪجو اسان جي ڪجهه مدد ڪندو“ اسان جي جهيڙي ۾ هڪ زنانو آواز شامل ٿي ويو. اسان ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو ته اتي ٽي نوخيز حسينائون بيٺيون اسان کي تڪي رهيون هيون. حالي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته هنن وري چيو

”معاف ڪجو ٿورو هيڏي ايندؤ“

”ضرور... ضرو...“

ائين چئي ٽپ ڏئي اٿيس. منهنجي سامهون ٽي پري پيڪو ماڊل گرل بيٺيون هيون. انهن مان هڪ جٽيءَ ڪئميرا ڏيندي چيو.

”اسان جا ڪجهه فوٽو ته ڪڍو“

مان هنن جا مختلف انداز ۾ فوٽو ڪڍيا. ڇوڪرين جا قد ڇهن فٽن کان به ڊگها هيا. جسم هرڻيءَ جيان لچڪندڙ. بدن تي ڪٿي به انو يا اڌ پاءُ چربي به وڌيڪ نه چڙهيل، ٽانگ جهڙيون ڊگهيون ۽ سنهيون ڳچيون فخر سان هيڏي هوڏي ڦيري رهيون هيون. هلڻ مهل چيلهه کي موڙا ڏين پيون، پوءِ پيو ٿي ته لمڪن ڪري چيلهه نه ٽٽي پئين. هنن جا انگ- ڍنگ ۽ رنگ ڏسي مان ته جڻ ٻندٻهڻ ٿي ويو هيس. ان ڳالهه کي عرصو ٿيو آهي. پر اڄ ڏينهن تائين انهن ڇوڪرين جا جسم، چيلهن جا لمڪا ۽ ترق تال منهنجي اکين ۾ محفوظ آهن. مان به نگري نگري ڦريون آهيان.

پر يقين سان چوان ٿو ته اهڙي جسماني خوبصورتي ڪڏهن ڪڏهن ڏسڻ ۾ ايندي آهي ته تصور ۾ ڪئپري ۾ ڏنل جوانڙيون نقش ٿي ويندي آهن.

هنن جا فوٽو ڪڍڻ بعد نانگ جي ڪکيل جيان وري نصر سان اچي وينس ته هن سس پس ڪئي.

"چورين ڏنپ ڏئي ڇڏيا."

ڏاڪٽر تي ويهي دم ڏيدار بعد اڪين ڪي آئت آيو ته واپسيءَ لاءِ اٿياسين. واپس ڇيلين جيان چال ڏيندا اچي بندر پرسان پير جهليا. "يار سوير ڪمري تي هلي ڇا ڪنداسين سمنڊ ڪناري ويهي ڪچهري ٿا ڪيون." مان نصر کي صلاح ڏني. اسان هڪ هوٽل واري کان سمنڊ ڪناري ڪرسيون رکرائي ويهي رهياسين. اتي ويئي گونڪ چڙهي پيو ته اٿي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ پنن تائين لهي پيا وڃون. اهڙي ڪهنڊڙ ماحول ۾ ڪيترائي قربائتا جوڙا قرب ونڊي رهيا هئا. هي جزيرو حسين نظارن ۽ معقول آبهوا ڪري جڳ مشهور آهي.

اڪين جي ڊؤ کان پوءِ پيٽ جو سوچي بيري کان ڪائڻ پيئڻ جو حال احوال ورتو. هن مينو آڻي اڳيان رکيو. ان ۾ ڪجھ نالا اسان جي سمجھ کان مٿي هيا. هڪ شيءِ تي آڱر رکندي بيري کان پڇيو ته "هيءَ ڪهڙي ڊش آهي."

"سمنڊ مان جيڪي سپيون ملنديون آهن. انهن اندر جيڪو جيت هوندو آهي. اها ڊش انهن مان تيار ڪبي آهي. تمام لذيذ شيءِ اٿو... ڪائي ڏسو." هن اهڙي انداز سان چيو جو تجسس کان وات ۾ پاڻي اچي ويو.

"نيڪ آ کڻي آ."

ٿوري دير بعد بيري اسان جي سامهون پليٽون آڻي رکيون. جيئن ڇانورن مٿان تريل پٽاٽا هوندا آهن تئين ننڍيون ننڍيون سپون چمڪي رهيون هيون. اسان پستن جيان سپ کولي ان اندران جيت ڪڍي کائون پيا. مون کي ته لذيذ لڳي رهيو هو. پر نصر جي چهري تي ڪجھ ناگواري جون ريکائون هيون. مان سندس همت وڌائڻ لاءِ Faces of Death فلم جو هڪ منظر ٻڌائيندي چيو.

"هي ته وري به لذيذ آهن. پر ان فلم ۾ شاباس انهن ماڻهن کي آهي

جن اڳيان هڪ رستوران ۾ بيروجيٽرو جاڳندو پولڙو آٿي وچ ٽيبل ۾ ڪوڙڪي ۾ ڦاسائي ٿو. گراهڪ نندن مترڪن سان ڏڪ هٽي ڪيڪڙاٿ ڪنڌ پولڙي جي ڪيپراٽي ٿوڙي، ان مان ميچالو ڪدي دارون سان ڪائين تا. ان جي پيٽ ۾ هي تہ ڪافي مزيدار آهي."

پيٽ پوڃا بعد ڪجھ دير پسار ڪري ڪمري تي آياسين. ان ست اٺ هزار ماٺهن جي بيٺاري تي ساجهرئي رات لهي آئي هئي. اسان ڪمري جي سامهون سمنڊ پاسي ڪليل آسمان هيٺان چيري تي اچي ويناسين. هوٽل جو چيرو ڏادي سهٽي انداز سان باهر نڪتل هو. سامهون لهرون جڻ هيٺان گذري رهيون هيون. هلڪي سهائي ۾ چولين جو نغماتي آواز مزو ڏئي رهيو هو. بندر جي بتين ڪان سواءِ جهازن ۽ هوڙن جون روشنيون بہ جهرمر ڪري رهيون هيون.

مون کي ان وقت مڪران جي جيوني شهر جي ريسٽ هائوس ۾ گهاريل ڏهاڙا ياد اچڻ لڳا. جيوني ريسٽ هائوس بہ سمنڊ جي ساحل تي هڪ اُبي ٽڪريءَ تي آهي. ان جي باغڙي ۾ ويهو تہ پري پري تائين ڪليل سمنڊ ۾ نظرون تاز هٽنديون آهن. پنهنجي پيرن ۾ نهارڻ سان ڪيترائي فٽ هيٺ سامونڊي چوليون جڻ پيرن کي آلو ڪرڻ لاءِ پيون ٽپا ڏينديون آهن. ذوالفقار علي ڀٽي جو اهو پسنديده هنڌ هوندو هو. هو ملڪي معاملات کي پاسيرو رکي، آرام ڪرڻ چاهيندو هو تہ ڪتابن جي پري بدي هيليڪاپٽر تي ان ريسٽ هائوس ۾ اچي لهندو هو. پوءِ آرام سان گڏ ڪتابن ۽ سامونڊي هوائن مان پيو لطف وٺندو هيو. هاڻي ان ڪئپري جي هوٽل جي بيهڪ ۽ بناوت ڏسي مون کي اهو ريسٽ هائوس ياد اچي رهيو هو.

"ڇا ٿو سوچين" نصر جي ان سوال خيالن مان واپس ڪئپري پهچايو، مان ڪيس سربستو احوال ڪري ٻڌائي رهيو هيس تہ بيرو اڳيان بوتلون ۽ گلاس رکي ويو.

نصر سُرڪ ڀريندي چيو "يار پنهنجي سنڌ ڪيڏي خوبصورت آهي. ڪينجهر ۽ هاليجي ڍنڍ تہ ڏسو، پيو تہ ٺهيو رڳو درياءِ سنڌ ڪناري ڪجھ هنڌن تي اسان سياحن کي تفريحي سهولتون ڏيون تہ ڪيترائي ماڻهو پيا ڪُتر ٿيندا."

"اسان جي سنڌ جي ڊيلٽائي حصو بہ ڏاڍو خوبصورت آهي. ماڻهن کي ڊيلٽا اندر مختلف ڪارين جي وچايل ڄار ۽ ٻيٽارن تي تمرجي گهاٽن جهنگلن مان لنگهڻ مهل عجيب قسم جو دل ڏٺاريندڙ ماحول ملي ٿو. ان پرسڪون ٻيٽارن تي سيلانن لاءِ سواري، رهائش جي بندوبست کان سواءِ ٿوري اشتهار بازي ڪجي تہ ماڻهن جو اهڙو ميڙ مچي جو وچي خير ٿين. تاريخ جي پانڌيئڙن لاءِ اتي رتو ڪوٽ، جاڪي بندر، ملاڪي ڪوٽ.... وغيره جا آثار بہ دلچسپي جو سبب ٿي سگهن ٿا." مان تصور ئي تصور ۾ انهن ٻيٽارن تي گذاريل راتين، سج اڀرڻ ۽ لهڻ جا حسين منظر ڏسڻ ۾ محو ٿي ويس.

اسان پنهنجي ترنگ ۾ اوپاريون لهواريون ڪري رهيا هياسين تہ هيٺ سمنڊ ڪناري ٻارڙن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. رات جي وقت ٻارڙن جو هڪ ولر سمنڊ ڪناري پاڻيءَ ۾ ڊڪ ڊوڙ لايون بيٺو هيو. ائين لڳي رهيو هو جيئن اسان وٽ ننڍڙا ٻار ڪنهن وڻ هيٺا ڪريل ٻير وغيره کي سڀ کان اڳ ۾ ميڙڻ جي ڪوشش ۾ ڊوڙ ڪندا آهن. هت بہ ائين سڀ ٻار ڪناري تي پيل ڪا شيءِ ڏسي پاڻيءَ جون ڦينگون اڏائيندا اوڏانهن لَرڪن پيا. اسان وڏي عقل جي ڊوڙ بعد جاسوسين جيان اهو معمو حل ڪيو تہ ٻارڙا سمنڊ ڪناري لڙهي آيل سپون ميڙي رهيا آهن. ٻالڪ سپون پنهنجي گهرن جي ڪاچ لاءِ ٻُولن پيا، يا ٿي سگهي ٿو تہ هوٽلن تي وڪڻي کيسو گرم ڪندا هجن. بهرحال رات جي چپ چپات ۽ ڌيمي ڌيمي سهائي ۾ ٻارڙن جون رڙيون، ڪلڪو ۽ ٻچ ڊڪ مزو ڏئي رهيو هو.

اسان جي ڪچهري اهڙو رنگ لاتو جو رات پنهنجي پوين پساهن ۾ اچي پهتي هئي.

"اڄا مزو نہ آيو" نصر خالي بوتلون ڏسندي چيو

"هن وقت تہ هوٽل جو سارو عملو ستو پيو هوندو، وڏيڪ مال ڪٿان ايندؤ" مان نصر کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"بَڪوسَ (شراب جو ديوتا) هاڻي ڪم نہ ايندو تہ وري ڪڏهن ايندو."

نصر جي لڙڪڙائيندڙ قدمن ڏاڪا لهڻ شروع ڪيا. هو ٿوري دير بعد واپس وريو تہ هن جي ڪڇ ۾ بوتلون هيون ۽ چهري تي فاتحانہ مُسڪراهٽ

"ڪنهن کي ٻرو ڏئي آئين"
"نه... نه... هيٺ لٿس ته داخلي دروازي ڀرسان ڪمري تي "مينجر" جي تختي لڳل هئي. زور زور سان در کڙڪايومانس. همراهه اکيون مهٽيندي در کوليو. هرويرو تيز ڪانڊ جي اداڪاري ڪري چنبو اولاري بوتل لاءِ چيومانس. " 'بيهه... بيهه...' همراهه رڙيون ڪندو ڪمري ۾ ويو. اتان چاٻيون آڻي اسٽور مان بوتلون ڪڍي ڏنائين.
'واهه جو ڪم ڪيئي' مان هن جي پٺيءَ تي ٿپڪي ڏني. اسان جي گلاسن جي گردش تارن اجهامڻ تائين هلندي رهي. منهنجي زبان تي بار بار بابر بادشاهه جو هي شعر اچي رهيو هو،
"بابر بعيش ڪوش ڪه عالم دوباره نيست"
(بابر عيش ڪري وٺ جو دنيا فاني آهي)
صبح جو هوٽل کان ٻاهر چند قدمن تي سمنڊ ڪناري ماڻهن جي گوڙ ننڊ مان اٿاريو. آرس ڀڃندا ٻاهر نڪتاسين ته سج ڪيترين ئي ورانگون مٿي ڀري آيو هو. اسان ڇپري تان هيٺ سمنڊ ڏي ڏٺو ته سارو بيچ ماڻهن سان ٽمٽار هيو. رنگ برنگي ڇٽين هيٺان ڪرسيون وغيره رکيل هيون. نفيس ۽ گورا جسم ٽڙيل ٽڪجي پيا ته اتي اچي آرام پيا ڪن.
نصر جو راڙو لڳو پيو هو ته 'واروڪر' سوئمنگ تي هلون،
"صبر ڪر يار! سارو ڏينهن پيو آهي، نيرن ڪري هلون ٿا."
هوٽل تان تيار ٿي نڪتاسين ته مان نصر کي صلاح ڏني ته "ڀهريائين هلي غار "Blue Grotto" ڏسي اچون. پوءِ باقي سارو ڏينهن بيچ تي گذارجي. ماڻهن ان غار جي ڏاڍي تعريف ڪئي آهي."
اسان پنڌ تان هڪ ٽورسٽ ڪمپني جي هوڙي ۾ چڙهياسين ڪيترائي سياح اڳ ۾ ئي جابون والاريون ويٺا هئا. هنن سري پري اسان کي به جاءِ ڏني. هوڙو ٿوري ئي دير ۾ سمنڊ جي لهرن تي لڙهڻ لڳو. ملاح اُڀي ٽڪري جي وٽ ورتيون پي هليو. سارو ٽاڪرو ٻيٽ سرسبز لڳو پيو هو. ٻيٽ جي آسپاس ڪيترائي سائبريائي پکي ٽٻيون ڏئي رهيا هئا. هوڙي ٽڪري جي آخري ڇيڙي وٽ لنگر اچلي بيهي رهيو. ٽڪري جي دامن ۾ گهڻائي رنگ برنگي ننڍڙا ٻتيلا بيٺا هيا. سڀ سياح هوڙن مان لهي ٻتيلن

۾ ويهي رهيا هيا. اسان ٻه هڪ ٻتيلي ۾ اچي ويناسين. ٻتيلي ۾ ڇئن ڇٽن جي گنجائش هئي. اسان جي ٻيڙيءَ ۾ ٻه ڇوڪريون اچي وينيون ته نصر رڙ ڪئي "واهه جو ڪم ٿي ويو".

نصر ويهڻ سان ئي ڇوڪرين سان عليڪ سليڪ شروع ڪئي. هو ڪلڻ کان سواءِ ڪو به جواب نه پيون ڏين. آخر وڏي مٿي ماري بعد هن ڪجهه لفظ ڳالهايا، جيڪي اسان جي سمجهه ۾ نه آيا.

"يار ڇوريون ته واهه جون آهن. پر ٻولي الائي ڪهڙي ٿيون ڳالهائن. اڄ ڏينهن تائين ٻولي نه ٻڌي آهي."

"زبان يارمن ترڪي ومن ترڪي نمي دانم" منهنجي زبان مان نڪتو "باهه ڏيون اسان جو ڇا" نصر منهن سجهائي ويهي رهيو.

ٻتيلو اسان کي هڪ غار جي منهن وٽ وٺي آيو. اتي ناڪئي سمجهايو ته "غار جو منهن ننڍو آهي، جنهن مان صرف ٻيڙي لنگهي سگهندي، توهان ٻيڙيءَ ۾ سوڙها ٿي سمهي پئو".

مان ۽ ڇوڪريون ٻتيلي جي اڳل تي وينا هياسين. نصر ملاح سان گڏ وينو هو. ملاح وري هڪل ڪئي "سمهي رهو" ڳاڏيءَ ۾ جيئن رڌون ٻڪريون سٿبيون آهن. اسان هڪ ٻئي جي مٿان ليٽي پياسين. مان ٻنهي ڇوڪرين جي نرم جسمن جي وچ ۾ ڦاٿو رهيس. نصر ۽ ناڪئو ٻه هڪ ٻي جي مٿان ليٽي پيا.

ڇوليون تمام تيز هيون. سارو ٻتيلو ڦوڪٽي وانگر ٽپا ڏئي رهيو هو. مون کي پرسان نرم ۽ گداز جسمن جي قربت ڪري ڪتڪائي ٿي رهي هئي. اسان غار جي منهن وٽ پهتاسين ته ملاح هري هري ٻيڙي کي اندر ڌوهڻ شروع ڪيو. هن جي هڪل ٻي پئي ته "هيٺ ٿجو نه ته پٿرن سان توهان جو مٿو ڪچومر ٿي ويندؤ" اسان ويتر هڪ ٻئي جي جسمن سان وچڙي وياسين. مان ته هروڀرو ڇاهيان پيو ته اجا سوڙها ۽ ويجها ٿيون. نازنين جي ٻگهر جي خوشبوءِ مست ڪري رهي هئي. نصر ناڪئي جي ڪڇ ۾ ستو پيو هو.

غار ۾ داخل ٿياسين ته پاڻيءَ جون ڇوليون ٻتيلي کي ڪٽي ڪٽي پٿرن سان ٽڪرائي رهيون هيون. ڇوڪير اونداهي ٿي وئي اسان اڻ پڪي جيان منهن لڪايون پيا هياسين. ٿوري دير بعد ملاح پنهي نپي ته ڏنوسين

ته هڪ وڏي غار ۾ تري رهيا هياسين. گولائي مائل غار پنجاهه فٽ کن قطر واري هئي. ان جي گنبذ نما ڇت جي بلندي پاڻي کان ويهه فٽ کن هئي. اندر ڪيترائي سياحن سان ڀريل ٻتيلا تري رهيا هيا. غار جي منهن مان ايندڙ روشني ڪري سارو پاڻي بلوري لڳي رهيو هو. سياحن جي ڪيئمرائن جا فليش جا چمڪاٽ آسمان ۾ ڪنوڻ ڪلڻ جهڙو منظر پيش ڪري رهيا هيا. نيري پاڻيءَ جا اولڙا ڪرڙ پٿرن تي پوڻ ڪري تجريدي نقش تي اڀري اچن پيا. ناڪئي ٻڌايو ته پراڻي زماني ۾ هي ڪنهن بادشاهه جو سوئمنگ پول هوندو هو. هو پنهنجي داشتائن سان هت رنگ رليون ملائڻ ايندو هو.

اندر هلڪي آواز جو پڙاڏو به ڪافي گونجي پيو. نصر شرارتن هڪ ڇوڪري جي ٻانهه پڪڙي ٻيو هٿ پنهنجي دل تي رکي ڪيس چيو.

"سهڻا ماري ڇڏيوءَ"

پوءِ ته غار جي چوڦير پڙاڏو گونجڻ لڳو سهڻا ماري ڇڏيو... سهڻا ماري ڇڏيو... ماري ڇڏيو... ماري ڇڏيو.... ڇوڪرين جي جوابي کي... کي ... کي ڪنن ۾ سرور ڏئي رهي هئي.

شاهي سوئيمنگ پول ۾ ڪجهه وقت رهي واپسي ڪئيسين ته نصر چيو "هاڻي جاءِ بدلايون ٿا. تون هن ڏاند سان ٻاڪر پائي سمهه مان هنن ليلڙين سان ويهان ٿو."

نيڪ آ منهنجي دل ته نه پئي مڃي، پر يار لاءِ قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويس. نصر پنهنجي جاءِ تان اٿيو مس ته ناڪئي رڙ ڪيس "ويهو... ويهو... چرڻ پرڻ ڪري ٻيڙي اونڌي ٿيندي" هن زوري نصر کي ٻانهن کان وٺي ويهاريو. نصر پنهنجن نصيبن تي ڦٽڪار ڪندي ويهي رهيو. منهنجا ٺهڪ غار ۾ گونجڻ لڳا ته ٽيئن يار توائي ٿي ويو. اسان غار جي منهن تي پهتاسين ته نصر وري ملاح جي ڪڇ ۾ سمهي رهيو. مان ٻنهي دوشيزائن جي وچ ۾ پيس. اتي نصر ٻاهه ڪئي "لنگور جي بغل ۾ حور".

"شل ٻيڙي غار جي منهن ۾ ڦاسي پئي، جيئن ڪجهه ڪلاڪ اتي اٽڪيا پيا هجون." مان هن کي دل جي ڳالهه ڪئي.

"مان ته هن جي بغلن جي ڏپ ۾ مري ويندس" نصر دانهه ڏني.

غار جي منهن وٽ پهچي وري سڀ سمهي رهياسين. اونده ۾ بتيلي جي پٿرن سان ٽڙڪاٽن جي آواز بعد ڪليل آسمان هيٺان اچي پهتاسين. هن پيري شايد منهنجي گهٽي ويڇهڙائي ڪري هڪ مرڪڻ شرمائي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

"پرديسين پريتڙو، جيئن پاٽيءَ مٿي پن
ڪسي هو تن من، لڙهي لهوارا ٿيا."
"شاه"

اسان واپسيءَ لاءِ وري ساڳي هوڙي ۾ اچي ويناسين. هر هڪ سياح ان جوڪائتي مهم ۽ غار جي خوبصورتي مان ڏاڍو خوش هو. سواءِ منهنجي يار جي. هوڙو لهرن تي لڙهندي ڪئپري جي پتڻ تي اچي لاٿو. اسان ڪمري مان وهنجڻ جي تياري ڪري بيچ تي اياسين. اتي ڪرائي تي ڇٽي ڪرسيون وغيره وني تڙڳندا رهياسين. اسان ڪجھ پهر ان "اڌ ٽٽي بيچ" تي گهاري واپس ڪمري تي اچي آرام ڪيو. شام ڌاري ڪئپري جو بيو پاسو ڏسڻ لاءِ روانا ٿياسين.

آنا ڪئپري ٻيٽ جي مٿاهين چوٽي آهي. اسان سڙڪ سان پسار ڪندا، گل وگلزاري ڏسندا مٿي چڙهڻ لڳاسين. چوٽيءَ تي سامونڊي هوائون مزو ڏئي رهيون هيون. جزيري ۾ نارنگين، زيتونن جا وڻ جهومي رهيا هيا. ننڍڙن ٻوٽن، انگور جي ولين جي ٻهڪار هيڏي هوڏي ڊوڙي رهي هئي. اسان اتي هڪ وڻ هيٺان ويهي رهياسين "ڪيڏو نه پرسڪون هنڌ آهي" مان پرسان اڏندڙ پويٽ کي ڏسندي چيو.

"خاڪ پرسڪون آهي. هت ته ڪجھ عرصو رهڻ بعد ماڻهو پاڻ کي قيدي محسوس ڪندؤ" نصر نه پڻ جواب ڏنو.

هن جي ان جواب تي ياد آيو ته ڪئپري ۾ ڪنهن زماني ۾ روم جي بادشاه ڪيودس پنهنجي زال ۽ ڌيءَ کي ملڪ نيڪالي ڏئي هت اچي رکيو هو. جيئن برصغير تي انگريزن جي حڪومت دوران سرڪاري باغين ۽ وڏي سزا وارن قيدين کي ڪاري پاڻي جي سزا ڏئي اندمان جي جزيرن ڏي موڪلي ڇڏيندا هيا.

اهي ته رهيون پراڻي زماني جون ڳالهيون پر اڄ به اهڙا ماڻهو موجود آهن. سنڌو ڊيلٽا ۾ هڪ ٻيٽاري تي هڪ بزرگ ابراهيم واڙي واري جي

مزار آهي. جتي هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. ان خاص ڏڻ تي هزارين ملاح پنهنجا هوڙا سينگاري رنگ برنگي جهنڊيون هڻي اچي ميلي ۾ شريڪ ٿيندا آهن. منهنجو ان ميلي ۽ بعد ۾ ان ٻيٽاري تي وڃڻ ٿيو آهي. اتي ڪشمير پاسي جو هڪ همراهه تنها رهندو آهي. ان يار سان ڪچهري ٿي ته هن ٻڌايو ته "هو ان ٻيٽ تي پندرهن سالن کان مسلسل رهيو پيو آهي. هو ان پير جو عقيدتمند به نه آهي، مورڳو ان کي بدعت سمجهي ٿو. همراهه لٽي ڪپڙي صاف سترو، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ پڙ. هو ٻين مجاورن ۽ فقيرن وانگي پينو به نه آهي. ابراهيم واڙي واري جا گادي نشين يا ڪجهه مهاڻا هن کي کائڻ پيئڻ جو سامان مهيني ماسي ڏئي ويندا آهن. وڏي ڳالهه ته سالن کان الڳ ٿلڳ ۽ سنسان ٻيٽ تي رهڻ باوجود هو بين الاقوامي معاملن ۽ ملڪي سياست تي سنو ڳالهائي سگهي ٿو. اسان جي هن سان ڪافي دير چين جي موجوده خارجه پاليسي ۽ موٽروي تي ڪچهري رهي."

"پڪ اهو مشڪوڪ ماڻهو آهي" نصر پنهنجي راءِ ڏني.

"نيڪ آهي تون پندرهن سال ماڻهن کان پري تنها رهي سگهندين".

"بادشاهه مون کي وزير ڪري يا جنرل ڪري ان ٻيٽ تي رکن ته به نه وڃان." نصر ائين چئي واپسيءَ جي خيال کان اٿيو. واپسي ۾ ٻن اوائلي قلعن جي آثارن ۽ هڪ سهڻي چرچ وٽ ڪجهه دير بيناسين.

اسان اتي گهمڻ دوران ڪافي لوڻان هنيا ته من ڪو جهنگلي جانور نظر اچي پر باوجود ڪوشش جي اسان کي مايوسي ٿي. حالانڪ چيو وڃي ٿو ته ڪئپري تي اهو نالو ٻن جانورن جي ڪري پيو آهي. هڪ "CAPRI"معني "ٻڪري" ٻيو "KAPROS" جنهن جي معني "جهنگلي رڇ" آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ ان جزيري تي انهن جانورن جي گهڻائي ڏسي مٿس اهو نالو پئجي ويو هجي.

اڄ اسان جو ڪئپري مان واپسيءَ جو ارادو هو. اسان هت پهچڻ سان ئي واپسيءَ جي بڪنگ پاٽيءَ جي جهاز ۾ ڪرائي ڇڏي هئي. پر هاڻي خيال ٿيو ته جهاز جي بجاءِ هوور ڪرافٽ Hover Craft جو مزو ونجي. ان کان اڳ ڏهه کن ماڻهن جي سواري واري ننڍڙي هوور ڪرافٽ تي سنڌ جو سامونڊي ساحلي علائقو سروي ڪيو هو. پر هاڻي هن وڏي هوور ڪرافٽ ۾ مسافري جو تجربو ڪرڻ جو خيال ٿيو.

هوور ڪرافٽ هڪ ننڍي پاڻي جي جهاز جي قدبت جيترو هو. بندر مان باقاعده هڪ ٻيڙيءَ وانگر ترندي نڪتو. ان بعد پاڻيءَ جي جهاز جيان ان ۾ تيزيءَ ايندي ويئي ته ان جو پويون حصو پاڻيءَ کي ڇهندو پي هليو. ان جو اڌ پاڻيءَ ۾ ۽ اڌ هوا ۾ هوءِ هلڻ سان ڪرافٽ ۾ زلزلو اچي ويو. اندر وينل ماڻهو ٻه ولوڙجي رهيا هيا. جيڪڏهن ڪنهن کي چانهه جو ڪوپ هجي ها ته هن کي هڪ سپ ٻه نصيب نه ٿي ها.

مان ڪرافٽ جي پوئين در مان ٻاهر نڪري عرشي تي اچي بيٺس. ڪرافٽ ۾ ايترا ته لوڏا هيا جو پاڻ سنڀالڻ لاءِ ريلنگ کي مضبوطيءَ سان پڪڙڻو ٿي پيو. ڪئپري جو ٻيٽ آهستي آهستي اکين آڏو ڏنڌلو ٿيندو پي ويو.

ڪئپري جو ٻيٽ واقعي سهڻو هيو. پر شايد اسان رومانيت پسند ماڻهو ڪنهن شيءِ جي باري ۾ ٻڌي يا پڙهي پنهنجو هڪ تصوراتي چار اُٽي ٿا ونون، پوءِ جڏهن اها شيءِ سامهون اچي ٿي ته اسان جي تصوراتي ۽ رومانوي دنيا اصل کان وڌيڪ سگهاري ۽ اعليٰ هئڻ ڪري اڪثر ٿوري مايوسي ٿئي ٿي.

# فلورينس

## مائيڪل اينجلو، گليلو، مڪاولي، دانتي.... جو شهر."

"اٽالين ڇوريون واهه جون سيڪسي آهن."
"ڇوڪريون منهنجي ڪمزوري آهن."
"مان هاٿي هڪ ڇوڪري ڪي... حرامزادي... منهنجا سڀ پئسا ڪسي وئي."
"اٽالين وڏا بي غيرت...."
"اٽالين جهڙي واحيات قوم نه آهي."
"اٽالين.... اٽلين...."

ريل جي گاڏي ۾ هڪ نيگرو نشي ۾ ڌت دروازي پرسان پلٿي هنيون ويٺو هيو. هن جي ڪاربهر نانگ جيان لهر پئي لڳي، لهر سان گڏ هو اٽالين تي گارن جو ڏوڙيو لايون ويٺو هيو.

اسان به فلورينس وڃڻ لاءِ ريل ۾ ويهڻ جي جاءِ نه ملڻ ڪري هن جي پر ۾ بيٺا هياسين. سيني اڇن اجرن ماڻهن جي پيرن ۾ هي بدحال ڪارو هيڻ ويٺل ڏسي مون کي افسوس پئي ٿيو. مان هن تي ترس کائيندي پنهنجي ساٿي نصر جان کي چيو:

"هي نيگرو ويچارا ڪيترا مظلوم آهن، دنيا ۾ مسڪينن سان ڪيتريون نه جنيون ڪيون ويون آهن."

نصر کي جڻ منهنجي ڳالهه نه آئڙي. هن ڏند ڪرٽيندي چيو: "ڇڏ يائو ڇڏ... هنن ڪارن جهڙا حرامي توکي ڪٿي نه ملندا... ڇڱو هاٿي مزو ڏسجانءِ."

نصر ائين چئي نيگرو سان هٿ ملائي پرسان وڃي ويهي رهيو. هن



فلورنس شهر جو بنياد جيولس سيزر وڌو هو. فلورنس ۾ گاٿڪ طرز تعمير جو نادر نمونو Vecchio محل.



فلورينس جي هڪ چونڪ تي سمنڊ ديوتا جو ديو هيڪل مجسمو

ڪجھ دير زناڪ سناٽڪ بعد نيگرو کي چيو: "يار تون اجايو سيني اتالين تي ڏمريو وينو آهين. سڀ ماڻهو ته خراب نه آهن."
"چريا توکي ڪهڙي خبر! مان هنن سان رهان ٿو، وڏا ڪتي جا ڦر اٿئي." وري نيگرو گارين جا نوان غزل شروع ڪيا.
"اتالين جي ماءُ..."
"اتالين جي پيڻ...."
"چوري منهنجا پئسا کسي وئي."
همراه جو آواز ڪنهن پانگي کان گهٽ نه هو. هن جي چٽيل چپيل گار، گاڏي ۾ موجود مسافرن جي ڪنن ۾ زوريءَ لٿي پي وئي. هن جي بدڪلامي جي بلو پرنٽ تي ڪيتريون حسينائون مشڪي رهيون هيون.
آخر پريل دبي مان هڪ اڌڙوٽ همراه غيرت کاڌي هو ڪَنَ ڪيتا ڪيون ڪاري ڏي دوڙندڙ آيو.
"اڙي تون اسان کي گاريون ٿو ڏين."
"مان ڪهڙو ڪوڙ ٿو ڳالهايان."
"بڪواس بند ڪر..." اتالين هن تي اُلر ڪئي.
"هل ڙي رنڊي جا پٽ."
"جوانءِ تون وات بند ڪر." اڌيڙ عمر واري وري هن تي ڏاڍر ڪئي.
"هل ڙي تنهنجي..."
"تنهنجي...."
ريجالي ڏاڏي کي وري جڻ هُشي ملي وئي، غليظ لفظن جو جيڪو به هن وٽ ذخيرو هيو هن دل کولي خرچ ڪيو. آخر ويچارو اڌوهي وارو اتالين ڪن پوساتي پڻ پڻ ڪندو وڃي پنهنجي جاءِ تي وينو.
همراه جي ناڪامي تي نيگرو کي جڻ شه ملي وئي، هن هاٿي پين کي جيڏي ان همراه تي زن دختر گارين جي توپزني لائي ڏني. جڏهن نيگرو سمجهيو ته گاڏي ۾ ڪوبه اهڙو غيرتي جوان ناهي جو سانس هٿ اٽڪائي، تڏهن هن پنهنجي فتح جي خوشي ۾ اسان کي به پاڻ جهڙو ڪارانيل ڏسي تاڙو ملائي چيو: "ڪيئن ڪتن سان ڪارايو مانس."
"بيشڪ... بيشڪ..." اسان ڪنڌ ڌوڻي کيس آفرين ڏني.

"پائو ڏي خبر تون هنن ڪارن جو بدر پيو پرين ته مظلوم آهن."

نصر مون کي توڪيندي وڏيڪ چيو: "ڪارو دنيا ۾ جنهن به هنڌ رهي ٿو وڏو حرامي آهي.... دنيا ۾ هر ڏوهه ڪارو ٿو ڪري."

"تي سگهي ٿو ته تون صحيح هجين، چو جو تون ڪيترن سالن کان تيڪساس ۾ ڪارن سان گڏ رهين ٿو. باقي اسان جي سنڌ جا ڪارا ته ڪيڏا سپاجهڙا آهن." مان نصر کي پنهنجو خيال ٻڌايو.

"واقعي دنيا ۾ مون کي جتي به ڪارو مليو آهي، ان ۾ سنڌ جو مڪراني/ شيدي سڀ کان وفادار ۽ سچو آهي... پلي پوءِ جنرل هوش محمد شيدي هجي يا نواب شاهه جو محنت ڪش بابو مڪراني..."

نصر جي ان ڳالهه تي مان تصور ئي تصور ۾ سنڌ، بلوچستان جي ساموندي پٽي گوادر، پسني، اُرماڙا، جيوني وغيره ۾ انهن شيدين جي وچ ۾ گهاريل ڏينهڙا ياد ڪرڻ لڳس.

چيو وڃي ٿو ته سنڌ ۾ شيدن جو گهڻو انگ عربن جي اچڻ بعد ملي ٿو. عربن جا ڪجهه سپاهي ۽ غلام هت رهي پيا هيا. ان کان سواءِ به عماني عرب زنجبار جي ڳوٺن مان غلام پڪڙي زنجبار ۾ ئي دنيا جي مشهور غلامن جي بازار ۾ وڪڻندا هيا. ان منڊي ۾ هر سال ڏهن کان ويهه هزار غلام نيلام ٿيندا هيا. گهڻا غلام ڪينيا ۽ تنزانيه مان به هت ڪيا ويندا هيا. اهي ٻانها سنڌ ۾ پهچڻ کان پهريائين گهڻن مالڪن جي هٿن مان وڪامبا اگ ۾ مسقط پوءِ ڪراچي ۽ مڪران جي ساحلن تي رسندا هيا.

سنڌ جي غلامن لاءِ Alexander Baillie لکي ٿو ته: "غلامي هڪ ادارو ۽ غلام وڪڻڻ هڪ واپار هو. نه رڳو ڪراچي شهر ۾ غلام رکيا ويندا هيا، پر اهو بندر ٻين شهرن کي به غلام مهيا ڪندو هيو، هت هر سال ڇهن کان سٺن سون تائين غلام آندا ويندا هيا. جن مان 3/4 حصو عورتون هونديون هيون."

ڪماندر ڪارليس جو به سنڌ جي غلامن لاءِ خيال آهي ته: "هت فقط 1837ع ۾ مسقط ۽ ٻين آفريڪا جي ساحلن تان پندرنهن سو غلام آندا ويا."

مان پنهنجي خيالن جي ريزڪي ميڙي رهيو هيس ته نصر جو آواز

ڪن پيو.
"استاد ڏاڏو نہ سمهي پيو."
واچـن مان گگھ ڳاڙيندڙ جهـڙ ڪارو ڳاريلو ڏاڏو هاڻي اسان کان وڌيڪ داد نہ ملڻ ۾ گهٽي دارون پيئڻ ڪري جهوٽا کائي رهيو هيو. مان مسڪين تي کهڪاءُ کائيندي چيو: نصر ڀلي تون هنن ويچارن کي ڏوهي چؤ، پر اهو صدين کان وني هنن تي ٿيندڙ ظلم ۾ ڏاڍ جو لاشعوري ردعمل آهي، تون Alex Haily جو ڪتاب ۾ ان تي ٺهيل فلم "The Roots" نہ ڏٺي هوندي، ان ۾ ڪيئن هنن سان جانورن کان بدتر سلوڪ ڏيکاريو ويو آهي."
اهڙي طرح اسان سنڌ جي مڪرانن جي خوبين ۾ دنيا ۾ ٻين هنڌن تي رهندڙ نيگرن جي مخالفت ۾ موافقت ۾ ڳالهائيندا پي فلورينس پهتاسين، اسٽيشن کان ٿوري فاصلي تي ئي هڪ هوٽـل ملي ويو. هوٽـل جي مالڪياڻي هڪ پوڙهي مائي هئي. هن جڏهن هوٽـل جي هڪ رات جو ڪرايو هڪ سو چاليھ ڊالر يعني پنج هزار رپيا ٻڌايو تہ ڪڏهن هن کي تہ ڪڏهن ڪوئامار جهڙي هوٽـل کي ڏسون پيا. اسان کي هت سو ڊالر جي بدلي ۾ هڪ لک ٻاهٺ هزار ليرا اٽالين ملن ٿا. ان ڪري سدائين اسان جي خرچين لکن ۾ ڪروڙن ليرن سان ڏٺي پئي آهي.
اٽلي ۾ رهڻ دوران اسان آخر تائين ڊالر، رپئي ۾ ليرن جي ڏيتي ليتي جو چڪر سمجهي نہ سگهياسين، ڪڏهن تہ نوٽن جي صحيح سجاڻپ ۾ ڳڙٻ نہ هئڻ ڪري دڪاندارن کي ٻيڻي ٽيڻي رقم ڏئي ڇڏيندا هياسين، هتان جا ڪيتي دڪاندار اسان جي غلطي کي پنهنجو حق سمجهي وڏي اطمينان سان وڌيڪ ڏنل پيسا رکي ڇڏيندا هيا.
بهرڪيف اسان هوٽـل جي مالڪياڻي کي ڪجھ ڏينهن جي رهائش لاءِ ڪروڙن جي حساب سان ٻڪ ڀري ليرا ڏئي ڪمرو ورتو، مائي ويچاري وڏي ٻٽيادي ۾ مهربان هئي. هن فلورينس جي مشهور هنڌن جي ڏس پتي کان سواءِ ان جي باري ۾ ڪتابڙا، بسن جا نمبر ۾ پاڙو وغيره ٻڌائڻ ۾ ڪنجوسي نہ ڪئي. هن رنڙ جي رهائش بہ هوٽـل جي هڪ ڪمري ۾ هئي. ڪائونٽر تي رکيل گهنٽي جي ٻـرڻ سان هو ڪيري ٻلي جيان پير پير ۾ پائي اچي پـرسا ٻيهندي هئي.

اسان سهي سنيري شهر جي چڪر لاءِ نڪري رهيا هياسين ته منهنجو هم سفر نصر گهه ڪري بيهي رهيو. "پائو اچ ڪاب ه تاريخي جاءِ نه ڏسبي. نلها شهر جا چڪر ڏبا، ها هي آٿر ٻه ڪمري ۾ ڦٽي ڪري تا هلون."

آٿرن مان هن جو مطلب منهنجو ٿيلهو هيو، جنهن ۾ هڪ ڪئميرا ۾ ٽرانسپرنسي ۽ ٻي ڪئميرا ۾ رنگين فلم پيل هئي. ان کان سواءِ ٿيلهي ۾ ڪيترا رول، ٻن ٽن قسمن جا لينس، فليش، ڪمپاس، هڪ ننڍو ٽيپ رڪارڊ، نقشا، سياحتي ڪتابچا وغيره رکيل هيا. اسان جاڏي به ويندا هياسين ته اها زنبيل ڪلهي ۾ پئي لڙڪندي هئي، ڏينهن جو وڏو حصو اهي نصر جي پناڙن تي هوندا هيا. بهرحال هن جي احتجاج ڪري اسان صرف هڪ ڪئميرا ڳچي ۾ لڙڪائي شهر جو رخ رکيو.

ٻاهر سنهي وسڪار پئجي رهي هئي، اسان شهر جي ڳتيل حصي بجاءِ ٻاهرين ڪليل روڊن تي هواخوري شروع ڪئي، اسان هڪ محرابي در تي نقش ٿيل شڪليون ڏسي رهيا هياسين ته وڏ ڦڙي ۽ ميگهه گاج اهڙو ته اچي سوڙهو ڪيو جو ڊوڙندا اچي هڪ دڪان جي ڇپري هيٺان پناهه ورتي. مينهن جي مار گهٽ ٿي ته اسان ٻيهر پڪي پڪڻ سان گڏ ڪليل آسمان هيٺان لامارا ڏيندا، هڪ خوبصورت ندي ارنو Arno جي اچي پڪ ورتي، وٽڪار ندي جي وچ ۾ وڏي ڏيرج سان وهي رهي هئي. ڪيس پڪا پشتا ٻانهن ۾ پريون بيٺا هيا. ندي تي ٿوري ٿوري فاصلي تي پليون ٻانهن ۾ پاتل ٻانهوتين جيان لڳي رهيون هيون. اسان به تاڪوڙو هڪ پراڻي طرز جي پل تي وبهي رهياسين. ان پل وٽ ندي وڏ ۾ وڏ سوڙاڳ لڳي رهي هئي. پل جي ٻنهي پاسن کان زرگرن جا دڪان هيا. ڦٽ پاٽ تي ٻه گهورڙا چادرون وڇائي هلڪو ڦلڪو سامان وڪرو ڪري رهيا هيا، تازي برسات جي ڪري سامهون آسمان ۾ ميگهه ڌنش پنهنجي رنگ برنگي روپ ۾ نروار ٿي. اسان جي چوڦير ڦهيل وٽڪار ۽ چبراتي مان پيني پيني خوشبو ڪنهن اوڏڻ جي بدن جي پگهر جيان لڳي رهي هئي، نديءَ ڪناري گلن جي جهرمر جهومي پنهنجي سونهن ۽ سڳنڌ جو واس ونرائي رهي هئي. ان وقت اها چوٽي سچ پئي لڳي ته:

Italy is the Garden of Europe,
Tuscany is the Garden of Italy
Florence is the flower of Tuscany."

اتي نصر چيو، "يار هنن ماڻهن جو ندين ۽ پاڻي سان ڪيترو پيار آهي. اسان وٽ واهن کي سنوارڻ سينگارڻ ته ٺهيو، موربُو اسان پنهنجي شهرن جي هر غلاظت ان ۾ اڇليون ٿا."

اسان پل تي وينا ئي هياسين ته فلورينس جون روشنيون ڀري رات کي پليڪار ڪري رهيون هيون. اهو ڏسي اسان به پنهنجي شبستان ڏي واپس ڪئي، رستي ۾ اسان رنگ برنگي اشتهار ۽ سجايل دڪان ڏسندا اچون پيا ته اوچتو هڪ هوٽل جي پيشاني تي گڻيش مهاراجا جي هاٿي جي سونڊ واري منڊي چيپل نظر آئي. هندو ڌرم ۾ گڻيش علم، عقل ۽ سمجهه جو ديوتا آهي. فلورينس ۾ گڻيش ديوتا ڏسي اسان به "اوم گڻيش نمهو" چئي سڌو هوٽل ۾ اچي ويهي رهياسين، اندر ڦهليل هلڪي سندور جهڙي روشني ۾ جڏهن اسان جي ديد ڪم ڪيو ته اسان کي هوٽل جي ڀتن تي چوڦير درگا ديوي، سرسوتي، رام سيتا وغيره جون تصويرون لڳل نظر آيون. اٽلي ۾ يورپي ماحول ڏسي اسان هوٽل جي مالڪ جي ذوق کي ساراهڻ لڳاسين، نيٺ نصر معلومات جي خيال کان اُٿي ڪائونٽر تي ويو. ٿوري دير بعد هوٽل جو مالڪ به اچي اسان سان وينو. هوٽل جو ڌڻي اصل اٽلي جو هو. پر ڪجهه عرصو هندستان ۾ رهڻ ڪري اتان جي ثقافت ۽ کاڌن کان متاثر ٿي واپس اچي گڻيش هوٽل کوليو اٿس. ان هوٽل ۾ صرف ڀارتي کاڌا تيار ڪرڻ لاءِ هن بورچي ۽ بيرا به اتان جا هٿ ڪيا هيا. ڳالهين دوران اسان هن کان پڇيو:

"ڀلا تو وٽ ڪو پاڪستاني بورچي به ڪم ڪري ٿو؟"

"ها، مون وٽ هڪ پاڪستاني بورچي غلام حسين آهي، هن جي صبح جي ڊيوٽي هوندي آهي، سياٽي سوير ايندو ته توهان کي ملائيندس."

ڪچهري ۾ مگن هياسين ته ماني اچي وئي، مينجر به اٿي پنهنجي ڪمن ڪارن ۾ مشغول ٿي ويو. ڪافي ڏينهن بعد چٽ پٽي ماني ملڻ ڪري پيٽ وهاٽي جيان ڦوڪجي ويو. اسان تي ماني جا ۽ ٻيا خمار چوٽ چڙهي چڪا هيا. اسان کي ماڻُ ڏيڻ لاءِ هوٽل جي مالڪ هلڪي ميوزڪ جي جاءِ تي ريسٽوران ۾ لتا منگيشڪر جي آلاپ جون لهرون ڇيڙي ڇڏيون.

لتان جو مڌر آواز، چوڌاري ڌيمي روشني ڀتن تي ٽنگيل تصويرن

۾ شڪارپوري ڪتاڻ جهڙا ڪتڙا منڙا مشرقي چهرا ڏسي حالي ته تصور ۾ الائي ڪاٿي پهچي وياسين. منهنجي ساڄي پاسي تي سرسوتي جي مورتي پئي هئي. جنهن ۾ هو وينا وڄائي رهي هئي. هن کي ڏسي خيالن جي موج مون کي پنهنجي سرستي وٽ سنڌ پهچائي ڇڏيو.

مون کي وري پُور پوڻ لڳا. هيڏي اچڻ مهل مان پنهنجي پريمي کي هوائي اڏي تي اچي الوداع چوڻ لاءِ چيو هو، ان ڪري ڪنهن به دوست کي فلائيٽ جو صحيح وقت نه ٻڌايو هو. مان سڀني دوستن کان اڳ ئي موڪلائي ڇڏيو هو. هوائي اڏي جو وقت صرف پرين لاءِ وقف هو.

مان دام گيسو ۾ گرفتار مقرر وقت کان به اڳ اڏي تي پهچي هن جو انتظار ڪرڻ لڳس. چوطرف نازنين اچن وڃن پيون، ڪيترا جهاز ۾ مسافر آيا ويا. منهنجي نگاهه هر ڪماري جي ڪڍ هئي، ته متان اها منهنجي.... هجي. منهنجي ڪيفيت 'مون تن اندر تيئن وڃي، جيئن گهنڊٽي لار.' جيئن جهاز جي اڏام جو وقت ويجهو ايندو ويو تيئن منهنجي بي چيني... بي ڪيفي. مايوسي وڌندي وئي. نيٺ منهنجا ڳورا قدم گهلبا لائونج ۾ وڃڻ لڳا.... تنهن هوندي به مڙي پويان ڏسان پيو.... ان اميد سان ته جاڻ پويان ڪنهن زلف سياهه فام سڏ ڪيو.... مان ڏٺي جهڙي اجهاميل دل سان سفري ٿيلهو ريڙهيندو اندر آيس، پاسپورٽ ۾ ٻين خفن کان واندو ٿي... عالم محويت ۾ محبوبيت ۾ آخري نهار ايئرپورٽ جي شيشن مان ٻاهر وڌي ته متان.... دير سان پهتي هجي. پر هو نه آئي...

لائونج جي هڪ صوفي تي ڪري پيس، اوچتو پرسان ڪنهن کي ٽيليفون تي ڳالهائيندو ڏسي ٽپ ڏئي اُٿيم، منهنجو ذهن ڪو ڪم نه پيو ڪري، پر منهنجي آڱرين جي دماغ پاڻ ئي ساڳيو نمبر ملايو.

"هلو..."

"هلو... توهان واقعي وڃو ٿا..." ماڪي جي لار جهڙو منڙو آواز.

"اوهان ايئرپورٽ تي نه آيا؟"

"مان اچڻ چاهيو پي پر مون سمجهيو ته اوهان کي دوست ڇڏڻ ايندا... انهن جي سامهون اچڻ مناسب نه لڳو..."

اسان فون تي دل لڳي ۽ دل دادگي جون ڳالهيون ڪندا رهياسين ته P.C.O جي مالڪ مون کي هوشيار ڪندي چيو: "توهان جي فلائٽ جا

آخري مسافر بہ وڃي رهيا آهن.“ مان پريمڪا کي سڀ سٽائي ڇڏي جڏهن P.C.O. جي مالڪ کي پئسا ڏنا تہ هن شرارتي مرڪ سان چيو: ”هن لائونج مان توهان ٻيا ماڻهو آهيو، جنهن ڪنهن سان فون تي ايتري دير ڳالهايو آهي. پهريائين هڪ فرانس جي مائي هئي جنهن بہ ايترو گهڻو وقت ڪراچي کان ٻاهر ڪنهن سان ڳالهايو هيو.“

بهرحال حافظ شيرازي بقول:

”انچہ جانِ عاشقان از دست هجرت مکيش
کس نہ ديده درجهان جز کشتگان ڪربلا.“

(اهي مصيبتون جيڪي عاشقن جي روح کي تنهنجي وڇوڙي هٿان پهتيون آهن. سي جهان ۾ ڪربلا جي شهيدن کان سواءِ ڪنهن نہ ڏٺيون آهن.)

منهنجي پرين جو هوائي اڏي تي اچڻ صحيح هو، الائي نہ؟؟ باقي هن جي نہ اچڻ ڪري منهنجي دل کي جڻ ڪنهن وڏاڻ سان چٽي ڇڏيو هو. ڪراچي کان اڏامر کان وٺي فلورينس پهچڻ تائين ڪيترا مهينا گذري ويا آهن، پر اها ڇٻَ اڄِ بہ تازي آهي. هاڻي هاڻي لتا ان سورهاري دل کي ڪجھ سمجهائي رهي آهي.

هي اسي ۾ پيار ڪي آبرو وه جفا ڪرين تم وفا ڪرو...
مجهي غم ڀي ان ڪا عزيز هي جو انهي ڪي دي هوئي چيز هي.

لتا جي آواز تي پاڪ- ڀارت جنگ ياد اچي وئي. جنهن ۾ اسان اڌ پاڪستان وڃائي ۽ ٽيانوي هزار فوجي قيد ڪرائي دنيا ۾ سرخرو ٿيا هياسين. ان جنگ دوران مان پاڪ فوج جي هڪ انجنيئرنگ بٽالين سان گڏ راجستان سيڪٽر تي دشمن جا ڏند کٽا ڪرڻ لاءِ وڙهي رهيو هيس. اسان جو ڪم باردر تي بارودي سرنگو وڇائڻ ۽ ڪٽڻ، پليون ناهڻ ۽ ڏماڪن سان اڏائڻ، ان سان گڏ ٽينڪ ۽ ٻورين گاڏين لاءِ رستو وغيره هموار ڪرڻو هوندو هو. اسان سڄو ڏينهن مورچن ۾ ويٺا هوندا هياسين. اونداهي ٿيندي ئي چمڙن وانگر چُرن مان نڪري پنهنجي ڪَرت سان لڳي ويندا هياسين. پوءِ سڄي رات ڪم ڪري صبح جي سهائي کان پهريائين هوائي حملي ۽ ٻين خطرن کان بچڻ لاءِ اچي مورچن پيڙا ٿيندا هياسين.

هڪ ڏينهن شام ڌاري اسان ڪجھ خاڪي وردين وارا پنهنجي

مورچن کان ٻاهر نڪري ڪچهري سان گڏ ريڊيو ٻڌي رهيا هياسين ته، اوچتو ٽرالي آسمان تي جهازن جي گڙ گڙ ٿي. دشمن جي جهازن ڪي شايد اسان جي چرپر ۽ نڪاڻن جي ڪڙڪ پئجي وئي هئي. اسان پنهنجا هٿيار کڻي مورچن ڏي منهن ڪيو. مان مرڻ جي خوف کان پنهنجو ريڊيو اتي وچ ميدان تي ڇڏي ڀڳو هيس. ان مهل مٿان دشمن جا جهاز خوفناڪ گڙگاٽن سان اسان کي ڳولي مارڻ لاءِ آتا هيا ۽ هيٺ ٽريلي واريءَ تي اسان جي مورچن جي وچ ۾ ريڊيو تي وڏي آواز سان لتا جو گانو هلي رهيو هو.

اسان سماع و سرود جي سير ۾ تار هٽي رهيا هياسين ته هوٽل جي هڪ بنگالي بيري ڪن ۾ اچي ڦوڪ ڏني: "سائين ڪافي دير ٿي وئي آهي، بدامني ڪري رات جو دير تائين گهمڻ ۾ گهمڻ صحيح نه آهي.... ٻاهرين ماڻهن کي پوليس به تنگ ڪندي آهي."

'سنڌ جي ڏاڙيلن ۽ اغوائن کان ڀڄي هت پهتا آهيون، هت به ساڳيو ئي سور...' بيري اسان جو مزو ڪرڪرو ڪري وڌو، ان ڪري پڻڪار ڪندا واپس هوٽل آياسين.

نصر بستري ۾ داخل ٿيڻ سان ننڊ جي پريءَ جا چپ چوسڻ لڳو. مان گئلري ۾ ڪرسي رکي ڪتن جي ڪر مڙڻ تائين پنهنجي دل جي صنم خاني ۾ سجني سان روح ريجهائيندو رهيس.

'توني ديکي هي وه پيشاني وه رخسار وه هونٺ
زندگي جن کي تصور ۾ لٽا دي هم ني.'
(فيض)

صبح جو اسان هوٽل ۾ ئي نائي جي هٿن جي تيار ڪيل نيرن ڪري، شڪارين جيان جاين جي ٻيلي ۾ ڪاهي پياسين، اسان جي پهرين ٻوهٽي فلورينس جي طاقت ۽ شاهوڪاري جو اهڃاڻ سينٽ ماريا گرجا 'Santa Maria' هئي، هي اڻ ڪندي ميٽائي رنگ جي عمارت عيسائي دنيا جي ڪشاده ڪئٿڊرل آهي. ماهرن کي پندرهين صدي ۾ گاٿڪ طرز جي گرجا جو شاهڙ گنبد ناهڻ ۾ چوڏهن سال لڳي ويا. گرجا جي قدآور بناوت مٿان زراف جهڙا اچا ڊگها ليڪا ڪيس عمارتن جي چڙيا گهر ۾ توجه جو مرڪز بڻائي رهيا هيا.

اتي مان نصر کي چيو: "هي گرجا شهر جي ٻِتيل حصي ۾ هئڻ ڪري چوڦير ٻين عمارتن ۾ گهيريل آهي. جيڪڏهن ڪجهه عمارتون ڪيرائي ان کي وسيع ميدان ڏجي ته ڪيڏو سهڻو ڏيک ڏي."

"واقعي جيئن اسان جي نئين جي شاهجهان مسجد ڀريائين ڪيترن عمارتن ۾ وڪوڙيل هئي، پر بعد ۾ ان مسجد جي آسپاس ٻيون جايون ڍهرائي ان اڳيان ڪليل باغ ۽ چوڙاري ويڪرا روڊ ۽ گهٽيون ڏيڻ ڪري هي مسجد ڪيترو نه سياحن کي موهي ٿي."

اسان جا قدم گرجا جا ڏاڪا چڙهي مکيه دروازي وٽ پهچي چڪا هيا. لوهي دروازي تي ڪيترين مذهبي شڪليون چٽيل هيون. گرجا جي اندرين بناوت به عام طرز جي هئي، البت اندر ڪيترين خوبصورت تصويرون لڳل هيون، خاص ڪري گنبذ هيٺان ٺهيل Last Supper تصوير ۾ حضرت عيسيٰ جي ٻارهن حوارن مان پنهنجي آقا تي ٺيهن سڪن ۾ باهوئيندڙ يهودا جي مڪروه شڪل نمايان هئي. گرجا جي اندران مناري تي چڙهڻ لاءِ ماڻهن جي وڏي پيهه هئي. ان پوٽا ٺي سو فٽ بلند مناري جي پيرن ۾ سارو فلورينس رانديڪي جيان وڇايو پيو آهي. نصر متي مناري تي چڙهڻ کان نابري وراي، مان مناري جي سوڙهن ڏاڪڻين ۽ گئلري مان Noterdam جي ڪبڙي عاشق جيان متي ٽپا ڏيندو پي ويس.

مان سوڙها سوا چار سو ڏاڪن جي ڄرُ چڙهي اچي متي پهتس. مناري تي به سياحن جي ڪلهي گس هئي. ان وقت تيز بارش ڪري فلورينس جي چهري تي ڏند جو رئو ڏنل هو. ڪوهيڙي مان ايڪڙ ٻيڪڙ جايون جهاتيون پائيندي ڏسي لڳي پيو ته، جڻ مان تيز بارش ۾ ڪوٽ ڏجي قلعي جي جيسلمير برج تي بيٺو هجان.

مان ڪجهه دير مناري تي گهاري وري اچي هيٺ نصر سان مليس. نصر پنهنجي پراڻي عادت مطابق گرجا جي ڏاڪڻ تي به نينگريون ڦاسايون ڪچهري ۾ مگن ويٺو هيو. ٻئي چوڪريون پنهنجي ٿيلهي مان سينڊوچ ڪڍي اطمينان سان کائي رهيون هيون. نصر ڪنهن سڪٽي جيان سينڊوچ کي لڳندڙ يمني ياقوتي لعل چپ ڏسي رهيو هو. مان به پٽ ۾ ڪٻر جيان سلام ڪري ويٺس ته نصر هنن کان پڇيو:

"توهان آمريڪن آهيو؟"

"نہ."

"انگلينڊ جون آهيو؟"

"ها!"

"ڇا پڙهنديون آهيو؟"

"اسڪول ۾."

"توهان صرف ٻہ ڄڻيون آيون آهيو؟"

"ها."

"ايڏا پئسا ڪٿا آندوَ؟"

"اسان سڄو سال خرچي گڏ ڪئي آهي."

نصر مون سان مخاطب ٿيندي چيو: "يار ڪمال آهي! ڇوڪريون چوڏهن سالن جون مس ٿينديون، شابس اٿن جو ان عمر ۾ اڪيليون نڪتيون آهن. اسان پوڙها اچي ٿيا آهيون، پر تڏهن بہ اهڙا ڏاند جو ڏاند!"

"اسان تہ واقعي ڏاند آهيون، پر اسان جي عوام کي اسيمبلي ميمبرن کان وٺي ڪيترن وزير اعظمن تائين ڍڳا نرڙ ۾ لڳا آهن." مان هن کي اسان جي ماشري ۾ ڍڳن جي اهميت ٻڌائيندي چيو.

نصر ان گفتگو دوران هنن جا ڳره ڳٽڻ سان گڏوگڏ نينگرين جا ڪيترائي فوٽو ڪڍي ورتا.

اسان ڪجھ دير اتي ڏاڪڻين تي ويهڻ بعد وري فلورينس جي هڪ ٻي مشهور چونڪ ڏي رخ رکيو. اجا ڪجھ قدم کنياسين تہ پرسان ئي هڪ عجيب و غريب مجسمو نظر آيو. مان تنهن تي نصر کي چيو، "استاد اهڙو بدصورت بت توکي سڄي اٽلي ۾ نہ ملندو."

"بي غيرت الائي ڪير آهي، صفا هيانوُ ٿو کائي." اهو بت ڏسي مون کي ڪنهن سياڻي جا لفظ ياد اچي رهيا هيا: "There is no evil, ugliness is evil"

اسان گهٽين مان گشت ڪندا هڪ وسيع چونڪ تي اچي بيناسين، چونڪ جي هڪ ڪنڊ تي هڪ خوبصورت مجسمو هو، جنهن ۾ سمنڊ جو ديوتا اُڀ پير بيٺو هو. سندس پيرن وٽ سريٽ ڊوڙندڙ گهوڙن، ڪجھ ماين ۽ مردن جا بوتا هيا.

ڦوهاري جي آس پاس سوين سياح ڪبوترن کي داڻو ڏئي انهن سان دل بهلائي رهيا هيا. ڪجھ بازيگر ۽ موسيقار ماڻهن جي ميڙن کي پرچائي پنهنجي پيٽ جي پورت ڪرڻ مشغول هيا. اسان جي بازيگرن وانگر هو ’بول بيٽا جمورا‘ نہ پيا چون نہ ئي وري پروفيسر گوگيا پاشا يا بنگالي بابا وانگر ڪاري جادو جا تيرهن تال ڪري ابوجهن کي پيا ڦرن. پر هو پنهنجي حرفت سان داد حاصل ڪري رهيا هيا. ڪجھ گهڙيون اهڙن فنڪارن ۽ جوتشن سان گذاري پرسان ئي نهيل هڪ چيري ڏي وڌياسين، اسان وٽ جيئن عموماً فائربرگيڊ جي گاڏين بيهارڻ لاءِ چيرا ناهيا ويندا آهن، اهڙي چيري هيٺان ڪيترائي مشهور بتن جا نقل رکيل هيا جنهن ۾ هرڪيولس، دائود جا بت پري کان ئي اشارا ڏئي پنهنجي سجاٽپ ڪرائي رهيا هيا. اسان کي وچ چوسولن تي، صدين کان سهٽا بت سلامت ڏسي تعجب پيو ٿي. حالانڪ هت اٽلي ۾ ٽوٽن ۽ چوراتين جو وڏو ڏڻ گئوشالي جي گائن وانگر چڙواڳ گهمندو وتندو آهي. ان کان سواءِ فلورينس جي تاريخ بہ مار موچڙي سان پريل آهي. پر آفرين آهي انهن ماڻهن کي جن انهن بتن سان ڇيڙڇاڙ نہ ڪئي آهي. ان جي ابتڙ اسان جي سنڌ ۾ ڪيترن يادگار بتن کي ٽوڙي ناس ڪيو ويو آهي.

ڳالھ ٿا ڪن تہ لاڙڪاڻي شهر ۾ ڪنهن زماني ۾ ڪالرا منهن ڪڍيو هو. ان وبا ۾ شهر مان ڪيترائي لاش ڪلهن تي کڄيا هيا. هر گهر ۾ ڪو نہ ڪو ڀاتي ان موذي مرض ۾ مبتلا هيو. ان وقت لاڙڪاڻي شهر جي لاهوري محلي ۾ رهندڙ هڪ خداترس هندو ريجهو مل بغير ڪنهن ڀيد ڀاءُ جي ڪيترن گهرن ۾ وڃي بيمارن جي تيمارداري ڪندو هو. جڏهن جهڙ بچو تہ بيمار کان پاسيرو رهڻ ۾ پنهنجي آفيت سمجهندو هيو. ريجهو مل بيمارن کي وهنجارڻ، گند ڪچرو صاف ڪرڻ کان سواءِ انهن جا ڪپڙا وغيره بہ ڌوئيندو هو. آخر ويچارو ريجهو مل اهڙي سيوا ڪندي ان بيماري ۾ مبتلا ٿي مري ويو.

لاڙڪاڻي واسين مجتا طور هن جو هڪ مجسمو تيار ڪرائي اسٽيشن ڏي ويندڙ چونڪ تي بيهاريو، ملڪ جو جڏهن ورهاڱو ٿيو تہ آيل ماڻهن مسلماني جذبي جي تحت ڪافرن جو نڪ چپ وڍي ڇڏيو. هنن جي دل اجا نہ ٺري هنن ريجهو مل جي منهن تي ڊانيمر هٽي منهن ڪارو

ڪيو. نيٺ ڪنهن بت شڪن اهو بت پٽرائي اڇلرائي ڇڏيو. موجوده دور ۾ جڏهن لاڙڪاڻي هسٽاريڪل سوسائٽي جو سيڪريٽري انيس انصاري هيو. هن ڪافي ڪوشش ورتي ته متان ميونسپالٽي جي گودام جي گند گوچر ۾ اهو بت به رکيل هجي، شايد هن جي محنت صاب نه پئي.

هت اٽلي جي هر شهر ۾ صديون پراڻا مجسما ۽ عمارتن جي سار سنڀال ڏسي ماڻهن کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، اهو ئي سبب آهي جو اهڙن شين کي ڏسڻ لاءِ دنيا جي ڪند ڪڙڇ مان آيل سيلانين جي هت لٺ تي لڳي. ان ڪري چوٽي آهي ته، 'قدرت اٽلي کي ٽي نعمتون ڏنيون آهن: روشن سج، سمنڊ ۽ سياح.'

اسان ڪجهه دير انهن بتن جي بيهڪ جو حسن ڏسي، پرسان ئي هڪ پراڻي محل Palazzo Vecchio ۾ داخل ٿياسين، اوائلي زماني ۾ ان چار ماڙ گاٿڪ طرز جي عمارت ۾ حڪومت جا ڪارندا ويهندا هيا. پر موجوده دور ۾ سياحن جي ديدار لاءِ وقف آهي. عمارت جي مٿا ٿي سو فٽن تي لڳل گهنڊ ڏسڻ لاءِ سياح ڪُتر پيا ٿين، پر اسان جا قدم عمارت جي هڪ حصي ۾ چنپل ڏي وڌي رهيا هيا. اتي هڪ شادي جي تقريب هلي رهي هئي، اڇي ڊريس ۾ ڪنوار ۽ نيري فل سوٽ ۾ گهوٽ بَلي بَلي لڳي رهيا هيا. چوندا آهن ته "پرائين دهلين احمق نچي." اسان به بنئي ڪنوار بغير ڪوني ان جوڙي جي خوشين ۾ شامل ٿي هنبوشي هڻڻ لڳاسين. اتي نصر مون کان سوال ڪيو: "جيڪڏهن تون شادي ڪرين ته ڪنوار کي ڪهڙ وڳو پارائيندي؟"

"ڳاڙهو."

"ڳاڙهي کان هي اڇو وڳو سهڻو آهي."

"قومون پنهنجي رسمن رواجن سان سڃاتيون وينديون آهن، صدين کان اسان وٽ درياهه سنڌ جو پاڻي پيئندڙ ڪنوار ڳاڙهو وڳو پائيندي آهي. اسان جي شاعري ۽ پهاڪن ۾ ڪنوار جي لالاڻ ۽ ڳاڙهاڻ جي ساراهه جا ڍڪ پريل آهن. ڀٽائي به پنهنجي بيتن ۾ ڳاڙهي رنگ کي گهڻو ڳاتو آهي. اسان کي شاه جي رسالي ۾ لال، لالن، سرخي، رتڙو، ڳاڙهو، رتول، ڪنهنبو، رت ورنو، ڪڪور، ريٽو، پنيو، ڪڪو.... ۽ ڳاڙهاڻ لاءِ پيا

ڪيتر لفظ ملن ٿا. شاه سائين ان رنگ اهڙو ته رتل هيو جو هن پاڻ کي لعل لطيف ۽ پنهنجي پرين کي لالن سڏيو آهي. جيئن:

'ڪي جي وچي ڪال، اکيون پسي آئيون،
'لالون' ڪيون لطيف چئي، جانب جي جمال،
ٿُــا نيڻ نهال، جنين دلبر ديکئو.'

مان اجا پنائي جا پيا بيت ذهن جي جاري ۾ ڏيئي جيان پارڻ جي ڪوشش ۾ هيس ته نصر ٽوڪيو: "ان جو مطلب خدانخواسته ڪنهن ويچاري ڇوڪري جي ڦٽي ۽ تو جهنگراڙ سان شادي ڪرڻ جي غلطي ڪري وجهي ته اسان جي بدقسمت پاڃائي کي ڳاڙهو وڳو پاتل هوندو."

"ڪاش...." منهنجو ٽڌو شوڪارو اڳيان بينل مائي جي انب جهڙي رسل ڳٽي تي لڳو ته هن چڙ مان ڏاند جيڏا دوڏا ڦوٽاري مون ڪي ڏنو. مان ائين چُپ هنئين جڻ ڪنهن ڪڪڙ مٿان بالٽي پاڻي جي هاري هجي.

هن وقت منهنجي ذهن ۾ عهدنامه قديم جي ورس 'سموئيل' جي هنن لفظن مانداڻ مچائي ڏنو آهي.

'پر دائود سائول کي چيو ته، "تنهنجو ٻانهو پنهنجي پيءُ جون رڍون چاريندو آهي ۽ جڏهن ڪو شينهن ۽ رڇ ايندو هو ۽ ڌڻ مان گهٽوڪٽي ويندو هو، تڏهن آءٌ ان جي پنيان ويندو هيس ۽ انهن کي هن جي وات مان ڇڏائيندو ۽ جڏهن هو مون تي حملو ڪندو هو، تڏهن آءٌ هن جي ڄاڙي ڪان وٺي هن کي ماريندو ۽ قتل ڪندو هوس. تنهنجي ٻانهي ۽ رڇ کي به ماريو."

فلورينس جي سنگتراش مائيڪل اينجلو، عهدنامي جون اهي مٿيون سٽون پڙهي سوچڻ لڳو ته ڌرتي تي ڪوبه نوجوان ان ڪان وڌيڪ ڪهڙي بهادري جو مظاهرو ڪري سگهي ٿو. جو هو بغير ڪنهن هٿيار جي وحشي جانور جي ڪِڌ وچي ان کي پڪڙي خالي هٿن سان چيري ڦاڙي ماري. مائيڪل اينجلو جي ذهن ۾ اچي اها ڳالهه سوار ٿي ته، ان نوجوان جو هڪ شاهڪار مجسمو ناهيان، جنهن جو نالو حضرت دائود آهي، فلورينس جو هي بت تراش ٻين مصورن ۽ سنگتراشن جون اڳ ۾ ناهيل دائود جي تصويرن ۽ بتن جي پيٽ ڪرڻ لڳو. هن کي Castogno جي ناهيل تصوير ۾ دائود سنهن ٻانهن ۽ ٽنگن وارو نوجوان لڳو. هو ننڍن

هٿن پيرن ۾ سهڻي چهري ڪري عورت ۽ مرد جي وچ ۾ ڪا بي جنس لڳي رهيو هو. مائيڪل اينجلو، Antonio Pollainolo جي جوڙيل دائود تي به غور ڪيو. هن ۾ دائود پڪي عمر جو لڳي رهيو هو.

ان کان سواءِ ان ۾ هن جون آڱريون نفيس ۽ ڇاتي پريل هئي. ساڳي وقت اينجلو وڃي Donotello جي مڪمل ڪيل دائود تي نظر گهمائي، هن جي مشڪن جي بناوت صحيح نه هئي، هٿ ڪافي بي سُرا مضبوط ڏيکاريل هيا. ٿلهي ڳچي هن کي ويتر بي ڊولو بڻائي ڇڏيو هو. آخر هن فلورينس جي چوڪرين جي قدبت جهڙي سنگ تراش ٽن سالن جي محنت بعد هڪ مجسمو تيار ڪري ورتو.

مان هاڻي فلورينس جي هڪ ميوزيم Accademia اندر رکيل ان مجسمي کي بيٺو يڪ ٽڪ ڏسي رهيو آهيان، واقعي مائيڪل اينجلو جو ناهيل هي بت جيڪو ساڄي ٽنگ تي پنهنجو وزن رکيون بيٺو آهي، شاعري، سونهن ۽ ازغيبي قوت جو سٺو مثال آهي.

مان هن جي چهري ڏي نهاريو ته مون کي هو هڪ ڏاهو، مفڪر، شاعر، مصور، سائنسدان، سياستدان، ڪاهوڙي، بلا جو ذهين انسان لڳي رهيو هو. مون ڪيترن ميوزيم ۾ دنيا جا مشهور بت ڏٺا آهن. پر هن شاهڪار جي ڳالهه ئي ٻي آهي. ماڻهو جنهن به انساني خصليت سان ان کي ڏسڻ چاهي، اهو بت ان روپ جي مڪمل ترجماني ڪري ٿو.

هن جي بدني جوڙجڪ ۽ چهري مان وحشت نه پر شجاعت ٽپڪي ٿي، هو بيهڪ مان ڏاڍ ۽ ظلم خلاف وڙهندڙ جوڌو لڳي ٿو.

منهنجو ننڍپڻ کان باڊي بلڊنگ ۽ ائٿليٽڪ سان تعلق رهيو آهي. ڪيترن وڏن باڊي بلڊنگ جي مقابلن ۾ جج جا فرائض انجام ڏنا آهن. مان هت به هڪ جج جي حيثيت ۾ بت جي مشڪن Muscles جو تجزيو ڪرڻ شروع ڪيو. دائود جي بت تي هر زاويه کان روشني پوڻ ڪري ان جو هرهڪ عضو ۽ مشڪ نمايان هئي. هن جي چيلهه، ڏورا، سٿرون، پنيون وغيره ايڏي نفاست سان ناهيون ويون هيون جو لڳي پيو ته مائيڪل اينجلو Myology جو وڏو ڄاڻو هيو.

مائيڪل اينجلو جڏهن اهو بت ناهي تيار ڪيو ته بت کي مقر جاءِ تي پهچائڻ لاءِ هن هڪ وڏو پڃرو نهرائي ان ۾ بت کي رسن سان ٻڌي،

چاليهہ ماڻهن کان ميل گهلرايو هو. ان دوران اينجلو چار راتيون جاڳي دائود تي پهريو ڏنو هو.

اسان بہ ٻين سياحن جيان دائود جي بت جي اوگهڙ ۾ وڏي فخر سان فوٽو ڪيدرايو.

اسان داؤد جو بت ڏسي، ميوزيم جي ٻين ڪمرن ۾ رکيل بوتن تي نظر وجهڻ شروع ڪئي. هرهڪ بت پاڻ ئي ٻڌائي پيو تہ:
"Sculpture is the first and original Art"

اسان ان مورتين جي ميلي ۾ ڪافي دير گذاري ٻاهر نڪرڻ مهل ٻيهر ان اڌ گهڙيل بت تي نظر وڌي، جنهن جي هيٺان لکيل هو تہ، 'ان بت گهڙڻ دوران ئي مائيڪل اينجلو جو موت ٿي ويو.' هي ڪنهن مرد جو اڌ ٺهيل بوتو هو. اينجلو جو چوڻ هو تہ: "مان مرد ۾ ئي خوبصورتي ۽ جسماني سونهن ڏٺي آهي. مرد کي توهان ٿپو ڏيندي، ملهہ وڙهندي يا ڪابہ حرڪت ڪندي ڏسندؤ. هن جي مشڪن جي چرپر سان گڏ هن جي هر انداز ۾ سونهن پئي ٻڪندي."

اهو اڌ ٺهيل بت ڏسڻ مان لڳي پيو تہ هڪ سنگتراش کي مورتي جوڙڻ مهل ڪيڏي محنت ڪرڻي پئي ٿي. بت تراش کي هر مورتي Three Dimension ناهڻي پئي ٿي. بت جي هر عضوي کي 3600 ڊگرين ۾ بيهارڻو پوي ٿو.

اسان ميوزيم ۾ پيل مورتن جي حسن جي سحر ۾ گرفتار ٻاهر نڪتاسين تہ نصر چيو: "يار دنيا ۾ ٻين قومن جو پنهنجي ڪلچر ۽ ثقافت سان ڪيڏو پيار آهي ۽ ان جي ابتڙ اسان وٽ ان جو ڪيترو قحط آهي. ماڻهو کي پنهنجي ثقافت سان پنهنجي ابن، ڏاڏن جيترو پيار هئڻ گهرجي. ڇو جو ماڻهو جي هن دنيا ۾ خاندان سان ئي سڃاڻپ ٿئي ٿي. ڪنهن جي ثقافت کي تباهہ ڪرڻ بہ ڄڻ ڪنهن جي پيءُ ڏاڏي کي قتل ڪرڻ برابر آهي."

"واقعي حيدرآباد جي پڪي قلعي کي تباهہ ڪيو ويو، اسان ڇا ڪيو؟... ان کان سواءِ اسان جي ٻين ماڳن مڪانن جي زبون حالي ڪا ڳجهي ڳالهہ ڪانهي." مان هن جي تائيد ڪندي چيو:

"يار پاڻ جڏهن ٿر ۾ نئين ڪوٽ جو قلعو ڏسڻ هليا هياسين تہ ان

وقت رينجرز جي سپاهين ڪيئن نہ ڪوٽ جي ديوار کي پنهنجي نشاني پڪي ڪرڻ لاءِ تارگيٽ جي اوٽ بڻايو هو. گولين ڪري ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جا چاپڙ لهي آيا هيا." نصر مونکي ياد ڏياريندي چيو.

اسان سنڌ جي ٻين تباهہ حال ماڳن مڪانن جو ذڪر ڪندا اسپين جي مشهور مصور ڊالي 'Salvador Dali' جي تصويرن جي گئلري وٽ اچي پهتاسين. گئلري جي ٻاهران پٿر جي تلهي تي ڪاري رنگ جي هڪ سڱي گهوڙي/ جانور جي پيرن ۾ هڪ اگهاڙي عورت جو بت پيو هو، ڪميت جو صحت مند جسم ۽ مائي جو پتل جهڙي ننگي بدن جو حسن ڏسڻ جهڙو هو.

بارسلونا ۾ پيدا ٿيندڙ ڊالي کي Surrelism مصوري جو باني سمجهيو وڃي ٿو. مان هن جو هڪ انٽرويو ڏٺو هو. جنهن ۾ هن کي پڇيو يو هو تہ: "سرئيلزم ڇا آهي؟

"ڊالي" هن مختصر جواب ڏنو هو.

سڄي انٽرويو ۾ هو اهي لفظ ورجائي رهيو هو تہ دنيا ۾ صرف "مان ئي آرٽسٽ آهيان. ٻيو سارو ڪوڙ آهي."

ڊالي سرئيلزم جي حوالي سا هڪ فلم بہ ٺاهي هئي. ڊالي جي گئلري ۾ ڪيترين ئي تصويرون رکيل هيون. هون بہ مون کي هن جا ٻہ شاهپارا ڪافي وڻندا آهن. هڪ Persistence of Memory جنهن ۾ واچن، وڻن ۽ ماڻهن جا چهرا ميڻ بتي جيان رجيل ڏيکاريل آهن، ٻيو Furred Tea Cup جنهن ۾ چانهہ جي ڪوپ ۽ بسين تي جانورن جيان وار اڀريل آهن. مان تصويرون ڏسڻ ۾ مهو هيس تہ نصر چيو: "يار! اهڙي بي سري آرٽ جو ڇا مقصد؟"

ڊالي جي باري ۾ ٿوري گهڻي ڄاڻ هئڻ ڪري مان نصر کي ٻڌايو:

"ڀائو ان آرٽ جو مطلب دنيا کي سندس قدرتي روپ ۾ نہ پر انساني ذهن ۾ پيدا ٿيندڙ ردعمل کي ڏيکارڻ هيو. جنهن زماني ۾ هي آرٽ پروان چڙهي اهو زمانو لڙاين ۽ فسادن سان ڀريل هو. جنهن جو انساني ذهن تي ڪافي برو اثر پيو هو. ان سبب ڪري ڊالي ماڻهن جي تحت الشعور کي ڪنگاليو ۽ خوابن ۽ خيالن واريون ڀوائتيون تصويرون پيش ڪيون."

مان ڊالي جي زندگي جي مختلف روين تي روشني وجهندي چيو:

"اسپين ۾ جڏهن جنرل فرانڪو جي خلاف بغاوت هلي رهي هئي، تڏهن ساري دنيا جا ترقي پسند ڏاها، مفڪر، دانشور، موسيقار جنهن ۾ پئبلو نروادا، لورڪا، آندري مالرو، آڪٽيوپار وغيره فرانڪو جي خلاف هيا. پر ڊالي تي ان وقت فرانڪو جو طرفدار هئڻ ڪري ڪافي ڦٽ لعنت ٿي هئي.

صبح جو تيار ٿي ٻاهر نڪتاسين، مينهن جا ڦاڙهيا لڳا پيا هيا. هونءَ به ڦڙ ڦڙ ڪجھ ڏينهن کان پسائيندي رهي هئي، پر پاڻ جهولي جا سٽيل ماٺهو ان برکا رت جو مزو وٺندا رهندا رهياسين. پر اڄ ڪڪر ڪجھ وڌيڪ مچريل هيا. ان ڪري ڊوڙي ڊڪي سڀ کان پهريائين برساتيون (Rain Coat) ورتا، اسان عارضي طور سستا ڪوٽ وٺڻ ڪري ڊراڪولا لڳا گهٽين ۾ گهمندا اچي دنيا جي مشهور ميوزيم Uffizi پهتاسين. ان ميوزيم ۾ اوائلي تصويرن کان وٺي سترهين صدي تائين بهترين شاهڪار جمع آهن. مٿس اهو نالو فلورينس جي مديچي خاندان جي آفيس (Uffizi) هئڻ ڪري پيو آهي.

هيءُ ڪنهن اسڪول جيان ٻه ماڙ عمارت آهي. جنهن جي هرهڪ ڪمري ۾ دنيا جون نادر شين رکيل آهن. ميوزيم جو هڪ حصو قديم آثارن جي حوالي آهي. هڪ حصي ۾ ڪلاسيڪل سنگتراشي جا مجسما جن مان گهڻا نقل Replica آهن. اسان جون اکيون بت ۽ تصويرون بار بار ڏسڻ بعد به نه پيو ڍاپن. جڻ هڪ خلش باقي رهي پئي، بهرڪيف محدود وقت هئڻ ڪري اسان هر شاهڪار کي ايترو وقت ڏئي نه سگهياسين، تنهن هوندي به ميوزيم ۾ ليوناردو ڊاونچي جا ٻه شاهڪار هڪ غيرمڪمل Adoration of Magi ۽ ٻيو Annunciation ڪافي وڻيان. ان کا سواءِ ريمبران جو پورٽريٽ ڏسڻ جهڙو هو.

اسان مختلف ڪمرن ۾ رکيل تصويرون ۽ بت ڏسندا، اچي مشهور مصور Botticili سان منسوب ڪمري ۾ پهتاسين، هن جون ناهيل مختلف تصويرون ڏسندا مان جڏهن سندس مشهور تصوير Birth of Venus اڳيان اچي بيٺس ته پنڊپهڻ ٿي ويس. ان تصوير ۾ ڊيڪاريل وينس کي عورت جي خوبصورتي جو اهڃاڻ سمجهيو ويجي ٿو. تصوير ۾ هڪ عورت سمنڊ ڪناري هڪ سپي مان نڪري رهي آهي. مان سوچڻ لڳس

تہ ان تصوير کي ان عورت جي مکڻ جھڙي بدن جي بيھڪ اھو امتياز بخشيو آھي يا اجا تصوير جو ڪو ٻيو پھلو آھي. ميوزيم اندر تصويرن ۽ بتن جو فوٽو ڪڍڻ جي منع ھوندي بہ مان اک ٽيٽ ڪري ان تصوير جا ڪجھ فوٽو ڪڍي ورتا. شايد عرصي کان اھڙن حسينن ئي دربدر جي خاڪ اڏرائي آھي.

"صبا بلطف بگو آن غزال رعنارا
کہ سر بکوہ و بيابان تو دادہ مارا."

(اي صبح جي ھير! ھرڻ جھڙيون اکيون رکندڙ محبوب کي نرمي ۽ جھيڻائي سان وڃي چئو تہ جبلن ۽ جھنگن ۾ توئي مون کي آوارہ ڪيو آھي.)

اسان ھاڻي فلورينس جي ھڪ ٻي مشھور گرجا Santa Croce ڏي وڃي رھيا ھياسين. ھي گرجا عبادت گاھ کان سواءِ دنيا جي مشھور اديبن، مصورن، سائنسدانن جو قبرستان پڻ آھي. فلورينس جي ھڪ اوائلي چونڪ جي سيني تي اڏيل ان گرجا جا ڪجھ ڏاڪا چڙھي دروازي وٽ پھتاسين. دروازي واري پاسي ٻنھي ڪنڊن تي ٻن ماڻھن جو بوتا بينا ھيا، جن مان ھڪ جاتل سڃاتل شخصيت دانتي جي پيرن ۾ چار شينھن ويٺا ھيا.

ان گرجا جي بناوت ۾ ڪا خاص خوبي نہ ھئي، پر شايد اسان جو تعلق قبرپرست قوم مان ھجڻ ڪري ان گرجا اندر ڪن مشھور ماڻھن جون قبرون ڏسڻ لاءِ سيڙجي آيا ھياسين.

اھا گرجا بہ اندران ھروڀرو ايڏي ڪا ناھوڪي نہ ھئي، اسان ھڪ اڇاتري نظر گرجا جي اندرين ساخت تي وجھي، ان اندر موجودہ قبرن ۽ يادگار جي ڪتبن کي پڙھڻ لڳاسين. جيئن ئي دروازي مان اندر گھڙياسين، اسا جي ساڄي ديوار سان لڳل، فلورينس جي مشھور مصور، بت تراش ۽ عمارتساز مائيڪل اينجلو جي قبر ھئي. ھن جا ناھيل مشھور بت دائود، موسيٰ کان وٺي سھڻيون عمارتون سينٽ پيٽر گرجا ۽ مديچي چئپل ڏسي چڪو ھيس، اينجلو ان خوبين کان سواءِ ھڪ سٺو شاعر بہ ھو. ھن جا ٽي سو کن شعر اڄ بہ موجود آھن. اسان کي مائيڪل اينجلو جي قبر ڪندي ٽن، عورتن جا بت رکيل نظر آيا. وچ واري مائي ڪاڏي

هيٺان هٿ رکيون وڏي غور فڪر ۾ غلطان هئي.

هن 89 سالن جي ڪنواري کي هت 1564ع ۾ دفن ڪيو ويو هو. چيو وڃي ٿو ته، مائيڪل اينجلو جي شادي سنگ مرمر جي پٿرن سان ٿيل هئي ۽ هن جا ٻار دائود، موسيٰ ۽ مريم جا بت آهن.

اسان مختلف قبرون ڏسندا اچي دانتي جي يادگار وٽ بيٺا سين، پٿ سان گڏ هڪ سنگ مرمر جي دڪي تي Danti Allighério لکيل هو. جنهن مٿان تخت تي هڪ بت ويٺو هو. تخت جي ٻنهي پاسن کان ٻن عورتن جا مجسما بيٺا هيا. هڪ عورت افسرده حالت ۾ ڪنڌ ڊاريون بيٺي هئي، ٻي پاسي واري مائي دربان وانگر هڪ هٿ ۾ لٺ ۽ ٻي هٿ سان ڄڻ ڪجھ ڳهري رهي هئي.

دانتي هڪ اديب، شاعر سان گڏ گرامر جو وڏو ڄاڻو هيو. هن پنهنجي ٻولي کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ ۾ ڪافي ٻهرو ورتو هو. هن جو هڪ مشهور ڪتاب 'Divine Comedy' آهي. جيڪو هن هڪ ڇوڪريءَ Beatrice کان اتساهه وٺي لکيو هو.

صدين کان وني انسان سوچي ٿو ته، مرڻ کان پوءِ ماڻهو جو روح ڪاڏي وڃي ٿو؟ روح سلامت ٻه رهي ٿو يا مرڻ سان گڏ ختم ٿي وڃي ٿو. ان باري ۾ گهڻن ڏاهَن لکيو آهي. جن مان دانتي جو شاهڪار 'Divine Comedy' ٻه آهي.

هي سفرنامو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي: پهريون ڪتاب جهنم ۽ جهنم جي هيبتناڪ ۽ دل ڏاريندڙ عذابن بابت آهي. ٻيو ڪتاب "اوراف جي صورتحال بابت آهي، جتي دوزخ کان آزادي حاصل ڪندڙ روح رهن ٿا. جتي سندن گناهه ڌوئي کين جنت ۾ وڃڻ لاءِ تيار ڪيو وڃي ٿو. ٽيون ڪتاب، جنت جي عيش آرام، باغ باغيچن ۽ روحاني راحتن جي باري ۾ ۾ آهي.

دانتي جي خيال ۽ تصور جي طاقت جو اهو حال هيو جو پهريون ڪتاب لکڻ دورا سندس چهرو ايترو ڀيانڪ ٿي ويو هو، جو ماڻهن کي خوف ٿيندو هو. ڪيس ڏسڻ شرط اهو خيال ٿيندو هو ته هاڻي دوزخ جي سزا ڪاٽي آيو آهي.

دانتي جهنم کي ٽن چڪرن ۾ ورهايل لکيو آهي، ٽنهي علائقن

جو اهڃاڻ باهہ، بدبوءِ ۽ برف آهي. تنهي قدرتي عناصرن جو واسطو انساني گناهن جي مکيہ قسمن سان آهي. باهہ جو تعلق حرص، هوس ۽ خواهش، بوءِ جو دغا، دولاب ۽ قرلٽ سان برف جو وحشت، قتل ۽ غارت سان. سيني ڏوهن ۾ ڪبيرا گناهہ ڏاڍ ۽ ظلم آهي.

اسان وٽ فلورينس شهر جي گائيڊ بڪ ۾ ان گرجا ۾ مڪاولي جي يادگار جو بہ ذڪر هيو. مان نصر کي چيو: "ٻيلي وارو ڪر اهڙي حرامي مڙس جي يادگار ڳولي هٿ ڪري ڏيکار تہ مڃانءِ."

پوءِ تہ اسان ٻنهي ڄڻن وري ساري گرجا ۾ مختلف قبرن جا ڪتبا پڙهڻ شروع ڪيا. هت ڪيترا ڏاها فرش هيٺان دفن هيا. جن کي اسان جاهلن جا بوٽ لتاڙي رهيا هيا. اسان جان ڪٽي هيٺ ڏسون پيا تہ اسان جا پير ڪنهن نہ ڪنهن همراهہ جي ڳچي تي پيا هيا. بهرڪيف مڪاولي جو يادگار ڳولي ڳولي ڪٿ تي پياسين. پر ان جو اهو فائدو ٿيو تہ اتي اسان ڪجھ ٻين معتبرن جون قبرون ڏسي ورتيون. جن ۾ چانسلر ليونارڊو بريوني، جوسف بوناپارٽ جي زال جيولي ڪلري ۽ روسيني جي قبرن کان سواءِ فلڪيات جو ماهر گليلو بہ شامل هو. گليلو جي قبر داخلي دروازي جي کاٻي هٿ تي مائيڪل اينجلو جي قبر جي بلڪل سامهون هئي، قبر مٿان هڪ بت بالم لڳو وينو آهي. سندس ٻنهي پاسن کان بہ مايون بيٺيون آهن.

مون کي اڄ بہ گليلو جي ڪليسا کان معافي وارو متن ياد آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو: "آءٌ گليلو گليلي پٽ... شهر فلورينس... عمر ستر سال.... مقدس بائبل منهنجي اکين آڏو آهي. جنهن کي آءٌ هٿن سان چمي حلفيہ چوان ٿو تہ... هن مقدس اداري حڪم ڪيو آهي تہ، آءٌ پنهنجا اهي ڪوڙا خيال ترڪ ڪيان، جن موجب سج کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي ۽ اهو بہ تہ سج چرپر ۾ نہ آهي. مون کي منع ڪئي وئي آهي تہ آءٌ انهي غلط نظريي ۾ اعتبار نہ ڪيان.... ڪنهن کي اهڙي تعليم بہ نہ ڏيان. ڇاڪاڻ تہ مون تي واضح ڪيو ويو آهي تہ اهو خيال مقدس ڪتاب جي تعليم آڏو اڻ وڻندڙ آهي.

مون هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ انهي مردود نظريي جي پرچار ڪيم.... تہ سج زمين جو مرڪز آهي ۽ اهو گردش ٿو ڪري ۽ اهو بہ تہ

زمين مرڪز ڪونهي ۽ نه وري ڪا اها گردش ئي ڪري ٿي....

آءٌ عاجزي ۽ دل جي سچائي سان توبهه ڪريان ٿو ته، پنهنجي چڪ ۽ ڪفر جو ازالو ڪرڻ گهران ٿو ۽ انهي نظريي کي ڌڪار سان ڏسان ٿو.... آءٌ قسم ٿو کڻان ته ٻيهر اهڙو ڪم نه ورجائيندس، نه وري اها ڳالهه زبان مان ڪڍندس يا لکندس....

جيڪڏهن آئينده ڪيل انجام کي نه پاڙيان.... اهڙي صورت ۾ آءٌ پنهنجو پاڻ کي سزاوار ڪندس. انهي سيني سزائن مصيبتن جو، جيڪي مقدس شريعت جاري ڪيون آهن....

روم جي شهر پرڪونونٽ سندوا ۾ 22 جون 1633ع تي آءٌ گليلو گليلي توبهه ٿو ڪيان ۽ پنهنجي هٿ سان اها لکت لکي ٿو ڏيان." اسان گليلو جي قبر تي عقيدت طور ڪجهه گهڙيون سيس نمائي اڳتي وڌيا سين.

نصر ويچارو ڪتبا پڙهڻ ۽ قبرون ڳولڻ ۾ ڪافي وقت کان ساٿ ڏئي رهيو هو. ٿوري دير بعد ڏسان ته همراه گرجا ۾ نه ليي نه جڙي. مان ميلي ۾ گم ٿيل ٻار جيان نصر کي سياحن ۾ ڪافي ڳوليو، پر يار کي جڻ بردهه فروش کڻي ويا. هن کي ڏسڻ لاءِ ڊوڙندو گرجا کان ٻاهر آيس ته ڏسان نصر سوٽو موٽو لڳو هڪ بينچ تي منهن مونن ۾ ڏيون وينو هو. ان پڊر تي ٻين بينچن تي ڪيترا جوڙا پيبان جهپيان لايون وينا هيا. يار جو سجيل منهن ڏسي اندازو ٿي ويو ته، نصر صبح کان وني لنگهڻ تي آهي. هونءَ ئي يار ٻڪ جو ڪجهه قدر ڪمزور آهي. نيٺ هن کي ريهي رنبي هڪ فاسٽ فوڊ جي دڪان تي وني آيس. چڙهه ڪري کائڻ بعد همراه جي چهري تي صبح واري تازگي موٽي آئي. مان وري هن کي ايلاز ڪيو:

"ٻائو هڪ دفعو ٻيهر اندران چڪر نه ڏئيَ اچون." نصر بنا ڪنهن ڪٽ پٽ جي گرجا ۾ ساڻ هلڻ لاءِ راضي ٿي ويو. سچ چيو اٿن ته 'اَنّ آ ته ايمان آ.'

اسان وري ان بدنام زمانه شخص مڪاولي جي يادگار جاچڻ لڳاسين. مڪاولي تي 'پرنس' (Prince) ڪتاب جي مصنف هئڻ ڪري صدين کان وني لعنت، ملامت ٿيندي رهي ٿي. هاڻي ته 'مڪاوليت' لفظ جڻ 'شيطانيت' جو نعم البدل آهي. ڪنهن کي مڪاولي يا مڪاولي جو

چاڙتو چوڻ کين گار ڏيڻ جي برابر آهي. هن کي نئين دور جي سياست جو باني ۽ سندس ڪتاب پرنس (Prince) کي ڊڪٽيٽر جو Hand Book چيو وڃي ٿو. ڪيترا مشهور فلاسافر ۽ سياستدان هن جو ڪتاب ڏيان سان پڙهندا آهن. اٽلي جو ڊڪٽيٽر مسوليني هن جي ڪُلي عام تعريف ڪندو هو. نپولين لاءِ چيو وڃي ٿو ته، پرنس ڪتاب مٿن ڪان رکي سمهندو هو. هٽلر ۽ اسٽالن لاءِ به ساڳي ڳالهه مشهور آهي.

"ملي وئي...." اوچتو گرجا ۾ نصر جي رڙ جو پڙاڏو ٿيو، ڊوڙندو اوڏانهن ويس، ڏسان ته، نصر هڪ قبر جي مٿان پير رکيون ائين بيٺو آهي، جيئن شڪاري ڪو شڪار ماري ان مٿان پير رکي فوٽو ڪڍارائيندا آهن. پٽ سان هڪ سنگ مرمر جي دڪي مٿان چوڪور ڪتبي تي -Nico lovs Machivelli لکيل هو. ڪتبي مٿان هڪ تخت نما هنڌ تي هڪ مائي جو مجسمو وينو هيو.

اسان هن متنازع شخصيت جي قبر جا ڪجهه فوٽو ڪڍيا. چو جو ڪن هن کي انسان جي شڪل ۾ شيطان سڏيو آهي ته ڪي وري کيس 'محب وطن' جو خطاب ڏين ٿا. بهرڪيف مڪاولي ان ڳالهه جو حامي هو ته سياست ۾ اخلاقي اصولن جو ڪوبه عمل دخل نه هئڻ کپي. هن انسان جو ڪافي ڪريل تصور ڏنو آهي. يعني حريص، دوکيباز، مڪار ۽ بي شڪرو.

اڄ اسان جو فلورينس ۾ آخري ڏينهن هيو. نيرن دوران ئي پوڙهي ناني سا هوٽل جو حساب ڪتاب چڪتو ڪرايوسين، رن زال پنهنجي ذاتي زندگي سان گڏ فلورينس جي باري ۾ ٻڌائيندي چيو: "فلورينس جو بنياد جيولس سيزر وڌو هو. هتان جي ماڻهن ۾ لمبارڊ، بازنطيني، عرب ۽ نارمن قومن جو رت سمايل آهي.... فلورينس جا ماڻهو ساري يورپ کي ريشم ۽ ڪپهه پهچائيندا هيا.... مديچي خاندان هتي سئ سال حڪومت ڪئي.... 13 صدي ڌاري بليڪ ڊيٿ.... اڌ آباد ختم ڪري ڇڏي.... 15 صدي ڌاري جڏهن اٽلي پنجن طاقتور رياستن...." جهوپ جي ڳالهه ايستائين پهتي ته نصر بيزاري مان اٿي پوڙهيءَ سان هٿ ملائيندي چيو:

"چڱو ناني ٿورو شهر جو چڪر ڏئي اچون." اسان ناني کان آشيرواد وٺي ڪجهه دير شهر جي گمنام گهٽين ۾ جانا هٽي، آخر ندي تان پل

پار ڪري شهر جي ٻي حصي ۾ ڪاهي پياسين. پهريون دفعو شهر جو اهو حصو ڏسڻ آيا هياسين. هونءَ ٻہ شهر جو اهو ٽڪرو صاف سٿرو ۽ سياحن کان پاڪ هيو. ان پاسي ٻہ ايڪڙ ٻيڪڙ گرجا نظر اچن پيا، البت اتي روڊ ۽ گهٽيون ڪافي ڪشاديون هيون. جن تي پڪي سرن جي فرش بندي ٿيل هئي. گهٽين ۾ ٽانگن جوٽيل گهوڙن جي ٽاپولي ٻڌي لڳي پيو تہ، جڻ ٽندي آدم ۾ گهمي رهيا آهيون. اسان ڪافي وقت شهر جي ان حصي جا پاڙا ۽ ويڙها لتاڙي اچي ندي ڪناري ويهي رهياسين.

اسان کان ٿوري پريرو سياحن جو هڪ ٽولو نيم برهنگي جي حالت ۾ رني. مردي ندي جي پاڻي ۾ پنهنجا بلوري جسم پسايون ويٺو هيو. انهن مان ڪي جل پريون اهڙيون تہ حسين هيون جو اسان جون نظرون ٻہ اِن تان ترڪي پيون وڃن. اسان بڪايل بگهڙن جيان هنن جي نفاست، نزاڪت ۽ اڏاوت ڏسي رهيا هياسين. ٻولاهين جي ولر جيان ٽپيون ڏيندڙ نازنين جي جسم برجستہ ڪي ڇهي ايندڙ پاڻي اسان جي سامهون گذري رهيو هو. نصر گوڏي جيتري پاڻي اندر لهي چيو: "يار پاڻي هنن متوالن محبوبن جي سرين سان لڳڻ ڪري ڪيترو معطر ٿي ويو آهي."

هن جي ان گفتي تي منهنجي زبان تي ڀٽائي جو هي بيت تري آيو.

"جنهن تڙ ڌوڙيون ڌون، چوٽا چندن چڪ ڪيو،
اچن ڀنئور ڀنيوليا، پاڻي تنهن پون،
رانول رتو ورن، ڪو وهہ لڳو واسين."

# پيسـتم

## درياھ پير جو آستان

مان سمند جي لوٽانيل پاڻي ۾ ٽبيون ڏئي، ڪناري اچي ٿڌڙي واريءَ تي آھلجي، عالم خيال جي رنگينين ۾ گم ٿي ويس. مان زندگي ۾ پهريون دفعو، يورپ جي ڪنهن اگهاڙي بيچ تي گهاربل يادن جي ذهني لذت وٺي رهيو هيس تہ منهنجو دوست نصر، سمند مان ٽاقوڙا هڻيون، پنهنجو ٻلهڻ جهڙو بدن چلڪائيندو آيو.

”استاد... هو ڏس... هو ڏس...“ هن هڪ رنگ برنگي ڇٽي هيٺان اڌ اگهاڙي، ليٽڙيون پائيندڙ جوڙي طرف اشارو ڪيو.

”ابوڙي....“ ڏسان تہ هڪ نوجوان ڪنهن جَل پَري جي انگيءَ هيٺان ڪا شيءِ ڳولي رهيو آهي.

اتي جو هي سيليرنيو ساموندي تفريح گاھ ڪراچي جي هاڪس بي جيان ميلن ۾ ڦهيل آهي. جيستائين نگاھ مار ڪري پئي، ڪُتِ خلق، نيرا، ڳاڙها، پيلا ڪچا ۽ انگيون پايون پاڻي جي آسمان تي لغڙن جيان اڏري رهي هئي، سمند جي واريءَ تي سَون جي تعداد ۾ رتن جوت جي گلن جيان ڇٽيون تڙيون بيٺيون هيون، جنهن جي ڇانو ۾ تفريح لاءِ آيل البيلا سرير نستا لڳا پيا هيا.

مان بہ ان بيچ تي نيم برهنہ پين پريون ڏسي چشم تصور ۾ ٽبٽي جيان ڪجھ عرصو اڳ اگهاڙي بيچ تي گهاربل يادن جو مزو وٺي رهيو هيس تہ نصر جي رڙن منهنجي نفساني خواهش جي ٻيڙي ٻوڙي ڇڏي.

نصر ڪنهن جانور جيان بدن کي لوڏي جسم تان پاڻي جا ڦڙا ڇنڊيندي وري چيو: ”پائو هي بي غيرت... سن بات ڪرڻ تا اچن... يا اگهاڙن جسمن جي نمائش.“ نصر هڪ ٻي چاندياڻ جيان چمڪندڙ نيم



پيستمر جو هڪ شاهڪار مندر



پيستمر جو قبرستان

نيپچون مندر جو اندروني ڏيک



سيلانين جا پنڌ يونانين جي مندرن جي چانئٺ تائين به ٿين ٿا.

پيرهن پدمٽي ڏي اشارو ڪندي سرگوشي ڪئي. ”هن ظالم چوريءَ جڻ سُور کان ڇاتي تي ۽ هيٺ سنهڙيون پٽيون ٻڌيون آهن. بهتر هو ته اهي به لاهي ملڪ ميدان ڪري ها.“

”صورت سپرين جي، ڏٺي ڪونهي ڏوهه،
لـــوري لڱم لـــوهه، جنهن رَتُ رئاريو.“

اڄ صبح جو ئي مان ۽ منهنجو پڳ مٽ يار نصر، نيپلز کان هڪ ٽئڪسي تي پيستم جا تاريخي کنڊر ڏسڻ لاءِ نڪتا هياسين، سفر جي شروعات کان وٺي سمنڊ به گاڏي جي ڦيٿن سان ڊوڙي رهيو هو. ڪٿي جوليون ايتريون ته ويجهيون اچي وڃن پيون جو گاڏي مان سگريٽ جو ٽوٽو به اڇليون ها ته اهو به پاڻي جي لهرن تي لڙهڻ لڳي ها. ڪجهه دير پيٽرول ساڙڻ بعد گاڏي ساحلي شهر سيليرينو مان گذرڻ لڳي. هي هنڌ بندر سان گڏ طب جو وڏو مرڪز آهي. ماڻهو پيار مان ان کي سقراط جو شهر به سڏيندا آهن.

سقراط جيڪو سچ جو اهڃاڻ آهي، يورپ ۽ ايشيا جو ڪوبه اهڙو مذهب، فلسفو، نظريو نه آهي. جنهن سقراط جي خيالن مان لاڀ نه حاصل ڪيو هجي. اٿينس جي ماڻهن سقراط تي الزام هنيو ته هو نوجوانن کي بغاوت ۽ رياست طرفان مڃيل ديوتائن خلاف اڪسائي ٿو. انهي ڏوهه ۾ مٿس صرف هڪڙو ڏينهن مقدمو هلائي 501 جي جرڳي اڪثريتي فيصلي سان کيس سزا ٻڌائي. سزا طور، زهر جو پيالو کيس پنهنجي هٿن سان پيئڻو پيو. سقراط جي ڪيل آخري تقرير اڄ به ادب، فلاسافي، فصاحت، بلاغت ۽ منطق جو هڪ شاهڪار آهي. اهو ڏاهو مرڻ تائين چوندو رهيو: ”مان ڄاڻ جو عاشق آهيان.“

اسان سقراطي شهر جي پس گردائي مان گذري رهيا هياسين ته ان ساموندي بيچ تي موهيندڙ ماحول ۽ متل ميڙو ڏسي نصر جي رڳ ڦڙڪي. هن ڏونڪو لائي ڏنو ته ڪجهه پهر ان هنڌ تي وسرام ڪري پوءِ پيستم جا آثار ڏسڻ هلون. اسان گاڏي کي بيهاريو سين ته نصر يڪدم پنهنجي گنجي لاهي، ٻي جنگ عظيم ۾ مئل سپاهي جهڙي گوڏن تائين پاتل خاڪي چڊي سودو پاڻي ۾ وڃي ٽپڪو ڪيو. يار تي کهڙي ميار، ويچارو نندپڻ ۾ ترڻ جو شوق نواب شاهه جي گجرا واهه ۾ گهتون هٽي

پورو ڪندو هيو. ڪاٺي گجرا واھ جو لڙاتيل پاڻي ڪٽي هي اٿلي جو سهڻو بيچ!

هاڻي ٻہ اسان تڙڳي ڪناري تي وينا اگهاڙي گفتگو ڪري رهيا هياسين تہ پرسان هڪ گهورڙيو لنگهيو. نصر دوڙي هن کان اناس وٺي آيو. اهڙي چانوري بيج تي پاتوڙا کوڙي ويهي اناس جي لسٽ وٺڻ ڪري، سري لنڪا جي ساموندي ڪنارن جو سڪون پيون لهن، ماڪي جهڙي اناس سان پريل آگريون چٽيندا وري پاڻي جي لهرن ۾ لهي وياسين.

اسان ڪجھ پهر اهڙي من موهڻي منڊل ۾ گهاري وري پيستم ڏي گاڏي دوهڻ شروع ڪئي. پيستم سمنڊ ڪناري يونانين جي هڪ وستي آهي. يونانين جن اسان کي، فلسفو شاعري، ڊرامو، رياضي، نباتات، سنگتراشي، طب، جاميٽري عمارتسازي مطلب تہ هر علم، هنر ۽ فن ڏنو.

اسان سنڌ واسين جو يونانين سان گهڻو واسطو سڪندر اعظم جا سنڌ جا وڻ وسائڻ ڪري ٿيو. سڪندر کي دنيا جو فاتح مڃيو وڃي ٿو، هن جو چوڻ هو تہ: "جنهن هنڌ ٻہ پهتس ڏنم ۽ فتح ڪيو." هو هندستان جي راجاپورس کي هارائي سوڀارو ٿيو.

سڪندر ايران، افغانستان ۽ اتر اولھ هندستان سان جنگين ۾ اتترا تہ دشمن پيدا ڪيا هيا، جو هن واپس ورڻ لاءِ سنڌ مان گذرڻ جو فيصلو ڪيو. سڪندر سنڌ مان لنگهڻ مهل جيڪي تڪليفون ڏٺيون ان جو ذڪر پاڻ ئي ڪيو آهي تہ، "هتي هر جڳھ تي مون تي حملو ڪيو. هنن منهنجو ڪلهو ڏڪي وڌو، تنگ زخمي ڪئي، سيني ۾ تير هنيو ۽ ڪنڌ تي زوردار ڌڪ هنيو."

سڪندر سنڌو درياھ جون موج مستيون ڏٺيون تہ هن سمجهيو تہ نيل ندي جي منهن وٽ پهچي ويو آهيان، ويتر سنڌو ۾ واڳن جي موجودگي کيس نيل ندي هئڻ جي پڪ ڏياري.

چاليھ هزار يوناني جيڪي سنڌ مان خشڪي ذريعي روانا ٿيا هئا، ايران پهچڻ تائين انهن جو انگ وڃي پندرهن هزار بيٺو هو. سڪندر اقرار ڪيو هو تہ، "يوناني لشڪر کي ايشيا ۾ آيل مصيبتون ايتريون نہ هيون، جيتريون کين مڪران ۾ پيش آيون هيون. کين ڪافي بي عزتو ٿيڻو پيو هو. سڪندر اها پهرين شڪست مڃي هئي.

سڪندر واپس ورڻ مهل هاٿي ساڻ ڪاهي ويو. ان ڪان سواءِ هن سنڌ جي وڏي ٽري واري ٻيڙي کي يونان جي ڏنڊن ڏورن ۾ ترايو.

سنڌن ۽ يونانين ۾ جيڪا اڄ به مشترڪ ڳالهه نظر اچي ٿي اها 'پوندو' يا 'ٻجو' آهي. يونانين وٽ به پاڻ وانگر هٿ سان پوڻبو ڏيڻ جي عادت آهي. هو ان موجا (Moudja) کي ٻوجا ڪري اچاريندا آهن. توهان پاڻ انصاف ڪيو، ٻوجا لفظ اسا جي ٻجو ۽ پوندي جي ڪيترو ويجهو آهي.

يونانين پنهنجا ديوتا به انساني فطرت، خصلتن ۽ ڪمزورين سان ڀرپور ناهيا. هن جي ديوتائن کي منهن، هٿ ۽ ٻيا ماڻهن جهڙا عضوا هيا. هنن ديوتائن کي انساني خبلتن جيان گناهه، ثواب، صبر، پيار، ويڙهه جهڙن ڪيفيتن سان مالامال ڪيو. هنن سج، چنڊ، آسمان، سمنڊ، هوا، باهه کي به انساني شڪليون ڏئي ديوتا بڻايو. يونانين انهن ديوتائن کي عشق ۽ شاديون ڪرائي، حرامي، حلالي اولاد ڏنو، ڪين رهڻ لاءِ عاليشان گهر (مندر) جوڙائي ڏنا. اسان هاڻي يونانين ديوتائن جي مانَ ۾ ناهيل صديون پراڻا مندر ڏسڻ لاءِ پيستم وڃي رهيا هياسين.

اسان گاڏي تي مينهن واءُ ڪندا اچون پيا ته پري ڪان ئي ميلن ۾ ڦهليل پيستم جو ڳاڙهسرو ڪوٽ نظر آيو. ٿوري دير بعد اسان ڪوٽ جي ناهه ۾ پهچي، چئن مکيه دروازن مان هڪ مان اندر گهري رهيا هياسين.

ڪوٽ جي ڊيگهه ويڪر ڏسي حيران ٿي وياسين، ايڏو وڏو ڪوٽ ان ڪان پهريائين صرف رني ڪوٽ ڏٺو هو.

پيستم جي ڪوٽ جي ڊيگهه به ٽن ميلن ۾ ڦهيل هئي، رني ڪوٽ جيان هت به ديوار جي اڏاوت ۾ پٿر جي استعمال سان گڏ ان ۾ گول ۽ چوڪور برج بيٺل نظر آيا. رني ڪوٽ جي ذڪر ۽ پنهنجي رولڙن تي الائي ڇو هڪ واقعو ياد اچي ويو:

"سنڌ ايڪسپلوريشن اينڊ ايڊونچر سوسائٽي" جي ٽيم ڪيترن ڏينهن ڪان رني ڪوٽ جون ماپون، فلم بندي ۽ فوٽوگرافي ۾ رڌل هئي. ذري گهٽ ايڪيهن ميلن جي گهيري واري ڪوٽ جي ماپن دوران جتي به رات پئجي ويندي هئي، اتي ئي اُنن تان لڏو لاهي، صبح جو وري

پنهنجي ڪِرت سان لڳي ويندا هياسين.

هڪ رات اسان رني ڪوٽ اندر هڪ قبرستان وٽ اچي پڙاءُ ڪيو. قبرن جي وچ ۾ ڪکَ پَنَ پري ڪري، خيما کوڙي، مچ ٻار ڪچهري ۾ مگن ٿي وياسين. رات جي پوئين پهر اٿي پنهنجي بسترن تي آرامي ٿياسين ته اتي رني ڪوٽ جي رکوالي رڙ ڪئي.

”سائين هڪ عرض آهي.“

”حڪم ڪر.“ ڪنهن تنبو مان وراڻي مليس.

”سائين ان قبرستان ۾ اتر واري اَچي قبر منهنجي ڏاڏي جي آهي. ان جي پارت اٿو. ان کي نه کوٽجو، باقي ٻين قبرن کي پلي لتاڙيو.“

هن جي ان ڳالهه تي سيني دوستن کان ٽهڪ نڪري ويا. واقعي اسان جي ٽيم ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه هنڌن ۾ قبرن جو کوٽارو ڪري رهي هئي. خاص ڪري رومي قبرن کي اندران ٺي اندران ڪنهن ڪفن چور جيان کاٽ هڻي، تجزيه لاءِ مڙهه جا هڏا پڻ هٿ ڪيا هيا. رني ڪوٽ جي چوڪيدار اهڙيون ڪافرانه ڪارروايون پنهنجي گنهگار اکين سان ڏٺيون هيون. ان ڪري هن کي خوف هيو ته متان سندس ڏاڏي جي مڙهه کي به کوٽي اچي پٽ تي نه رکون.

بهرحال پيسٽم جي ڪوٽ جي ديگهه، ويڪر ۽ ساخت وغيره جي رني ڪوٽ سان ته مشابهت نه ٿي ڪري سگهجي. اسان ڪوٽ جي دروازي تان ڪندرات ڏسڻ جي ٽڪيٽ وٺي اڳتي روانه ٿياسين. چؤڦير پري پري تائين شهر جا ڦتوڙا ڦهليل هيا. ماهرن هن پري تري شهر جي تباهي جا مختلف سبب ٻڌايا آهن.

اسٽرابو جو چوڻ آهي ته: ”هن جي وقت ۾ پيسٽم جو ميداني علائقو ڏٻڻ جي ڪري صحت لاءِ هاڃيڪار هو. ڇو جو سالسو ندي هميشه ٻوڏ آڻيندي هئي.“ ان کان سواءِ ڪن ماهرن جو خيال آهي ته جاگرافيائي ردبدل ڪري نه رڳو سالسو ندي جو وهڪرو تبديل ٿيو پر ان سان گڏ ٻين ندين به هن شهر کان منهن موڙي ڇڏيو. ان ڦيرگهير ڪري نوان واپاري ۽ فوجي رستا ناهيا ويا. جنهن ڪري پيسٽم مکيه واپاري رستن کان ڪنڌجي ڪري نِنڊڙو ڳوٺڙو ٿيندو ويو. ڪجهه عرصي بعد هتان جي ماڻهن بحري قزاقن جي حملي ۽ مليريا جي خوف کان ميدان

ڇڏي وڃي جبلن تي واسو ڪيو. ائين هي ٻوٽرو برباد ٿيندو ويو.

اسان جا قدم سڀ ڪان الڳ ٿلڳ هڪ پوٺي تي ٺهيل مندر ڏي وڌڻ لڳا. هي اٿينا ديوي جو مندر هو. يوناني گهڻو ڪري اٿينا جا مندر احتراماً مٿانهين جڳهن تي ٺاهيندا هيا. جيئن يونان جي ايڪرو پوليس تي به اٿينا جا مندر سڀ کان مٿانهين جاءِ والاريون نظر آيو.

اٿينا يوناني مها ديوتا زوس جي ڌيءُ آهي. جيڪا طوفان، جنگ ۽ جنگي گهوڙن جي ديوي مڃي وڃي ٿي. هن کي قانون سازي کي ترقي ۽ وڌائيندڙ ديوي چيو وڃي ٿو. هيءَ ماڻهن کي ڏيڳا جوٽڻ ۽ گهوڙي سواري، بانسري ۽ ٻيا سمورا هنر ۽ فن سيکاريندڙ آهي.

ان ديوي اٿينس جي شهرن کي زيتون جو وڻ عنايت ڪيو. هي جهاز سازي، سونارڪي ڏنڌي، زالن کي گهرو هنرن ۾ چاهه وڌائيندڙ، يونان جي شهرن جي محافظ ۽ فتح آڻيندڙ ديوي آهي.

اٽلي جي ڪيٽرن ميوزيم ۾ رکيل اٿينا جي مجسمن ۾ اسان کي هن ديوي جي مٿي تي تاج ۽ بدن تي زره پاتل نظر آئي. هن جا خاص نشان، هٿ وارو نيزو، زيتون جي وڻ جي ٽاري، چٻ (اُلو)، نر ڪڪڙ ۽ نانگ آهن. جيڪي سندس بتن ۾ به نمايان آهن.

هن ديوي ڪڏهن شادي نه ڪئي ۽ نه وري ڪنهن سان جنسي ميلاپ ڪيائين، ان ڪري سندس لقب ڪنواري به آهي.

”استاد! هت اهڙا شاهڙ مندر مليا آهن. ڇا سنڌو ماٿري ۾ به اهڙا مندر هيا؟“ نصر جيڪو سدائين مست لڳو گهمندو آهي. ڪڏهن هو سٺي گفتگو به ڪري ڇاڏي.

”پائو، سنڌو ماٿري ۾ ڪنهن به بستي ۾ نه ڪوئي مندر مليو آهي نه ڪو بت خانو موهن جي دڙي ۾ اسٽوپا برابر هڪ مذهبي عمارت آهي، پر اها به سؤ سال مسيح کان پوءِ تعمير ٿي آهي. ان جو سنڌو ماٿري سان ڪوبه تعلق نه آهي.

”ڇا سنڌو ماٿري جا ماڻهو ڪنهن جي به عبادت نه ڪندا هيا؟“

”سنڌو ماٿري جا رهاڪو بت پرست هيا. هتان هڪ ديوي جو بت گهڻن هنڌن تان مليو آهي، انهن مجسمن کي ڌرتي ماتا يا ماتا ديوي جو بت سڏيو ويو آهي. ماتا ديوي Mother Goddess جي پوڄا قديم زماني ۾

گهڻن ملڪن ۾ رائج هئي. موهن جي دڙي ۾ توليدي عضون جي پوڄا جا اهڃاڻ بہ ملن ٿا، وڻن، ٻوٽن جي پوڄا سان گڏ هتان جا رهواسي مظاهر پرست بہ هئا."

اسان گفتگو ڪندا ان ديوي جي شان ۾ ناهيل تاريخي مندر جي پيرن ۾ ٻيٺا هياسين. ان جي چؤڦير ڪجھ ٻين جاين جا سڪل هڏا گڏا پکڙيا پيا هيا. هي مندر يوناني عمارتسازي جو بهترين مثال آهي. هن جو اندريون ڏيک بلڪل سادو آهي. ڪنهن زماني ۾ مندر جي نرڙ تي ماڻهن جي قدبت جيترا تراجن ۽ يوناني جنگ جا مجسما لڳل هيا. سيني جي وچ ۾ اٿينا جو بت بالم لڳو بيٺو هو، پيستم جي اها پهرين عمارت هئي، جنهن جي سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ دورڪ ۽ ايونڪ طرز جا ٿنيا استعمال ڪيا ويا هيا.

ان مندر جي حفاظت ۽ بيهڪ ڏسي سوچون پيا تہ دنيا ۾ اهڙن تاريخي عمارتن جو ڪيڏو قدر، پاڻ وٽ ان جي ڪيتري اڻاٺ آهي. منهنجو بہ ٽي دفعا سنڌو درياهہ جي ڪناري آباد مَکَدَ شريف وڃڻ ٿيو آهي. پهريون دفعو جڏهن درياهہ ڪابل کان ٻيڙين ذريعي اچون پيا تہ پري کان ئي درياهہ ڪناري اڌيل ڪجھ مندرن تي نگاهہ پئي. اهڙن سهڻن جاين کي ڏسڻ لاءِ ٻيڙيون ٻني لائي ڪپر چڙهي اچي مندر وٽ پهتاسين.

اسان جڏهن هڪ مندر جو دروازو کوليو تہ اندر ٻڌل هڪ گڏهہ پنهنجي ٻي سري آواز ۾ ناگواري جو اظهار ڪيو. اسان ان خوبصورت مندر ۾ گڏهہ جي موجودگي تي افسوس ڪندا هڪ ٻي مندر ۾ جهاتي پاتي تہ اتي ڪو همراهہ جانورن جو چارو ۽ پوسو رکي ويو هو. اسان وٽ تاريخي ماڳن مڪانن جي جيتري بري حالت آهي، ايتري دنيا ۾ ڪٿي بہ نظر نٿي اچي. هت پيستم ۾ تہ قبل مسيح جي اڌيل جاين جي حفاظت لاءِ ڪيترائي ماهرن جا ٽولا مشغول مليا.

اسان اٿينا جي مندر اڳيان بيٺا، ڪنهن زماني ۾ هت ديوي جي سالگره واري موقعي تي لڳندڙ مشهور ميلي جي باري ۾ سوچي رهيا هياسين. ميلي جي پهرين ڏمال ۾ جمناسٽڪ، گهوڙا ڊوڙ، موسيقي ۽ شاعري جا مقابلا ٿيندا هيا.

رات جي وقت سڀ ماڻهو مشعلون ٻاري جلوس ڪڍندا هيا. سيني

ڪان اڳ شهر جي ڪامورن جي هٿن ۾ ديوي جي مورتي هوندي هئي. ان جي ڪڏ مگهار، ڳائڻا ناچو فن جو مظاهرو ڪندا هلندا هيا. جن جي ڪڏ ڪاڏي ۽ پاڻي جي سبيلن جو بندوبست هوندو هو. اتي ڍڳن ۽ ٻڪرين جي قرباني به ڪئي ويندي هئي.

جلوس ۾ رٿون ۽ جنگي جوڌا سينا ڦوڪي هلندا هيا. ميلي جي آخري ڏمال مهل اٿينا مندر جي ٿلهي تي وڏو پروهت، روائتي لباس ۾ ٻيهندو هو. اتي ڳيرو پير وڄائيندا هيا. دوشيزائون گلن جا هار ڪنيو بيٺيون هونديون هيون. ميلي جي پڄاڻي تي پروهت ديوي اڳيان پنهنجي منهن واري ڪهاڙي سان ڍڳي جي منڍي لاهي قرباني ڏيندو هو.

اسان اهو مندر ڏسي ٻيون تاريخي جايون ڏسڻ لاءِ وڪ وڌي، سمنڊ ڪناري يونان سهڻن مندرن جو هي پيستم شهر، سمنڊ ديوتا Poscidon جي نالي منسوب آهي. اهوئي ديوتا شهر جي ترقي ۽ واد ويڄ جو رکوالو هو. آهستي آهستي پوزيڊون نالو بگڙجندو Pasetum تي ويو.

يوناني ديوتائن ۾ زوس ڪان پوءِ پوزيڊون سمنڊن، دريائن، چشمن ۽ پاڻي جي مکيه ديوتا آهي. ان ڪان سواءِ سامونڊي جهازراني ۽ سامونڊي ڪنڌيءَ تي مندرن جو سرپرست پڻ آهي.

هي ديوتا گهوڙن جو ڏٿي، ڌرتي ڌوڏڻ، ٻرندڙ جبلن جي لاوِن ۾ ترڪي ڪرڻ ڪان بچائيندڙ، مرضي موجب هر ڪا شڪل تبديل ڪندڙ، زبردست انتقام پسند ۽ هڪ ڪامياب عاشق به آهي. پوزيڊون ديوتا هڪ سهڻي ڇوڪري، ليڊيا جي ظالم بادشاهه ٽانٽاس جي پٽ پيلوپس سان به عشق ڪيو هو. پوزيڊون انتقامي جذبي سان گڏ وڏو مهربان ۽ فياض آهي.

هن ديوتا ملاحن کي سامونڊي طوفانن ڪان بچائڻ لاءِ ڪئسٽر ۽ پولي ديوسز کي ملاحن جو محافظ ۽ طوفانن کي روڪي سمنڊ کي ماٺو ڪرڻ جي ڏات ڏني. هن ديوتا مهاڻن کي مڇي جو ڏسڻ ڏيڻ لاءِ سمنڊ ڪناري هڪ ڍگو ٻيهاري ڇڏيو هو.

مان جڏهن روم ۽ ٻين شهرن ۾ هن ڏاڙهي واري قداور ۽ وزنائتي ديوتا جا مجسما ڏٺا ته بي خود ٿي ويس، لڳي پيو ته بت گرن پنهنجي ڏات جو مڪمل اظهار ان ۾ ڪيو آهي. ان مجسمي ۾ بدني جوڙجڪ، عضون جي بيهڪ، مشڪن جي چرپر جي خوبصورتي بي مثال آهي.

ايتري قدر جو ساڃي ٻانهن جو مشڪون ڪاٻي ٻانهن کان وڌيڪ اُپريل ۽ طاقت ور ڏيکاريل آهن. اهو جيئرو جاڳندو مجسمو ڏسي بت سازي لاءِ اها چوڻي سچ ثابت ٿي لڳي ته:

"Sculpture mean = He, who keeps alive."

پوزيڊون جو خاص نشانيون، گهوڙو، ڊالفن، صنوبر جو وڻ آهي. يونانن وٽ پوزيڊون ديوتا جي مڃتا ڏسي، سوچان ٿو ته ڪي ڏندڪٿائون سيني به سيني هلنديون جهر جهنگ، بر بحر لتاڙي، ڪوهن جا ڪوهه ستي، ڪتان جو ڪتي پهچي وڃن ٿيون. پاڻي جي پوڄا ۽ پاڻي سان منسوب ديوتائن ڪي صدين کان ماڻهو پوڄيندا ۽ خوف ڪائيندا اچن ٿا. جيئن يونانن ۾ پوزيڊون ۽ رومن ۾ نيپچون ديوتا آهن.

اهڙي طرح سنڌو ماٿري ۾ پاڻي جي پوڄا ۽ درياهه پنٿي جو سلسلو موهن جي دڙي کان ملي ٿو. ڪجهه ماهر موهن جي دڙي مان لڌل نچڻي واري بت ۽ ٻين ننڍڙن بتن کي درياهه جي پوڄا سان منسوب ڪن ٿا.

سنڌو ماٿري ۾ درياهه پنٿن جون زيارت گاهون نه رڳو درياهه جي ڪنارن تي آهن، پر ساڳي وقت اهڙا مرڪز جابلو جهرڻن ۽ ڪوهن تي به آهن، هت گرم پاڻي جي هر چشمي تي ڪنهن نه ڪنهن پير جي زيارت آهي. ڪراچي جي اتر ۾ مول شريف وٽ هڪ مٺي پاڻي جي ڪوهه تي درياهه پنٿن جو مرڪز آهي. لاهوت ۾ به پاڻي کي ڪرامت وارو سمجهيو وڃي ٿو.

سنڌ ۾ ڪي ماڻهو پاڻي جي ديوتا کي اڏيرو لعل ۽ جهولي لال جي نالي سان ياد ڪن ٿا. مسلمانن ۾ وري اڏيري لعل کي خواجه خضر ۽ زنده پير سان مڃن ٿا. سکر ۾ به درياهه جي پيٽ ۾ خواجه خضر جو هڪ آستانو آهي. مسلمانن جي ڏندڪٿا مطابق هي پاڻي سان لاڳاپيل پاڪ هستي آهي. هي بزرگ مهاڻن کي دڳ لائڻ سان گڏ ٻڏندڙ ماڻهن ۽ ٻيڙين جي سنڀال ڪري ٿو. سنڌ جا هندو عقيدت طور ان آستان کي جهندو پير، جندا پير، زنده پير، درياهه شاهه ۽ اڏيرو لعل جي نالن سان پڪارن ٿا. اهي سڀ نالا درياهه پنٿن جي هڪ مکيه ديوتا سان منسوب آهن.

سنڌ ۾ اها روايت به مشهور آهي ته ڪنهن زماني ۾ پلو (Hilsa) سمنڊ مان اُسري سکر وٽ زنده پير آستاني پهچي. پيٽ جي چوڌاري طواف

۾ حج ڪري واپس ورندو هو. ان ڪري پلو ڪڏهن بہ ان هنڌ کان مٿي سفر نہ ڪيو هو. اها صرف روايت آهي. حقيقت ۾ سنڌو درياهہ تي بئراج پوڻ کان اڳ پلو پنجند ۾ منڇ ڪوٽ وغيره ۾ بہ مرندو هو. اها بہ ڳالهہ آهي تہ سنڌ ۾ درياهہ پنڌن وٽ پلي جي عزت آهي. ڇو جو پاڻي جو ديوتا پلي تي سواري ڪندو آهي.

شايد ان تاريخي پلي کي آهي، جنهن جي ڪائڻ ڪري محمد تغلق کي ڪول ٿيو ۽ مري ويو هو. جيڪڏهن محمد تغلق نہ مري ها تہ دهلي جو اهو وحشي اتالو وڏي لٽ مار ڪري ها.

موجوده وقت تہ سنڌ ۾ درياهہ پنڌن جو شايد ئي ڪي وڏا معتقد هجن، پر انهن جي اڏيل آستانن تي اڄ بہ ميلو مچندو آهي. خاص ڪري ٺٽي آدم ۾ نٽي ۾ اڏيل اڏيرو لعل جي مندرن جو ڏيک ۾ لڳندڙ ميڙو ڏسڻ جهڙو آهي.

اسان هاڻي پوزيڊون جي مشهور مندر اڳيان بيٺا هياسين. هي ساري کنڊرن ۾ نمايان ۽ ٽن وڏن مندرن مان آهي. يوناني عمارتسازي جي ان نادر نموني جي پيشاني تي ڪنهن زماني ۾ لکيل هو تہ:

"Dedicated to Hera, Make our arms invicible"

پوزيڊون ديوتا سان گڏ هيرا بہ هتان جي مقدس ديوي هئي. ان ڪري ماهر چون ٿا تہ، هي مندر هيرا ديوي لاءِ بہ وقف هيو. مندر چن جي ڳاڙهي پٿر جو جڙيل آهي، جنهن مٿان ڪنهن زماني ۾ سنگ مرمر جو تهہ چڙهيل هو. موجوده وقت بہ اها اڏوات جوڙجڪ جو سٺو مثال آهي.

مان ويران مندر جي ڪنڊڙي ۾ بيٺو جهٽ پلڪ لاءِ خيالن ۾ هزارين سال پوئتي جڻ ق- م ۾ پوزيڊون جي آباد ۽ پُررونق سهڻي مندر ۾ پهچي ويو هجان. مندر جي مٿا پيل ڳوري ڇت ڪري سارو ماحول اونداهون هوندي بہ ڏينهن جي روشنيءَ ان کي پُراسرار ۽ هيبتناڪ بڻائي رهي آهي.

مهنجا قدم ڏيمي ڏيمي هڪ ٿلهي ڏي گهلجي رهيا آهن، جتي پوزيڊون ديوتا جو ديو هيڪل مجسمو وڏي آب تاب سان برجمان آهي، ڏياٽن جي شعاعن ڪري ديوتا جي حشمت ڏيل ڏاري رهي آهي. ديوتا جي قدمن ۾ مهاپنڊت عقيدت سان سيس نمايون منتر پڙهي رهيو آهي. هن جي

سامهون ڪيترائي ٻوڇاري پاٽ ۾ پچن ٻڌائڻ ۾ مشغول آهن. ڪجھ ياتري ديوتا اڳيان ڪائڻ پيئڻ جي شين جي پيٽا ڏئي رهيا آهن.

"پائوا هر هڪ مندر ۾ ايڏي دير بيٺي ته لاھ نڪري ويندا. ڊيڊي ۾ وڃي پون اهي ڪندر... ڪندر پاڻ کي ڇا ڏيندا... بيمار ٿيندا‌سين، ته دوا ونـي ڏيندا... بکايل هونداسين ته ماني گره ڏيندا... باھ ڏيو اهڙي خواري واري شوق کي... ناحق مون کي به اچي پرديس ۾ خوار خراب ڪيو اٿئي...." نصر جي هاءِ گهوڙا ۽ جت ڪتائي مون کي واپس اٺوينھ صدي جي پيسٽم ۾ وٺي آئي.

"سڪ نه ستا ڪڏهين، ڪرڪتا لاهي،

اوسيڙو آهي، ڪاهوڙين ان پنڌ جـو."

ـ شاھ

نصر جي راڙي تي اسان بک کي منهن ڏيڻ لاءِ پرسان ڪستين تان سينڊوچ ۽ بوتلون وٺي هڪ باري ۾ ويهي رهياسين. ڪندرن جي اسپاس ننڍڙا باغيچا هيا. قديم آثارن ڏسڻ جو لطف پنهنجي جاءِ تي، پر ڪجھ خاندان گهران پڪنڪ لاءِ به تياري ڪري پهچي ويا هيا. اسان جي سامهون هڪ اٽلي جوڙو چبر تي باقاعده دسترخوان وڇائي کاڌي پيتي جو سامان سينگارڻ لڳو. ڇوڪري هٽ پري هئي. مان سس بس ڪئي: "ڇوري ته هڻ ڪڻ آهي." نصر تنهن تي اکيون ٽمڪائيندي چيو:

"اٽلي جون ٽي شيون جڳ مشهور آهن: "Wine, Women and Pasta"

"واقعي هتان جو شراب خاص ڪري Red Wine عجيب سرور ڏيندڙ آهي. ان کان سواءِ کائڻ ۾ پاستا جو به پنهنجو مزو آهي. پاستا ۾ بيسڻ جهڙي اٽي ۾ مختلف شيون ڪڪڙ، گوشت ڀاڄي وغيره ملائي جٽ پٽا کاڌا تيار ڪيا ويندا آهن. باقي اٽلي جي عورت جي ڪهڙي ڳالھ ڪجي. هتان جي عورت ڏ گهي، سنهڙي هرڻي جيان، جسم تي ماس گهٽ، وار ڪارا هنڪا گهنڊيدار، چهرو بيضوي، ڳٽا اندر تي، ڳچي ڪونج جيان نڪتل، نڪ سنهو، پرون تلوار جيان نوڪدار، اکيون غزالي هلڪي لالاڻ مائل، هيٺيون چپ ماسيرو، هٿ لمبا مخروطي، پنين تي گوشت گهٽ. مطلب ته يورپي ۽ پڇمي حسن پاڻ ۾ ڳوهجي اهو پري

جمال شاهپارو جوڙيو آهي.

"شهريست پر زخوبان وزهر طرف نگاري،
ياران صلائي عشق است گرمي کيند کاري."

(هڪ شهر سهڻن سان ڀريل آهي ۽ هر طرف هڪڙو هڪڙو معشوق آهي. اي دوستو عشق جي دعوت آهي، جيڪڏهن ڪجھ ڪرڻو اٿو ته ڪيو.)

اتـلي جي عورت، خاص ڪري پراڻي دور جي ييستمر جي عورت جي وفاداري جڳ مشهور آهي. ييستمر جي عورتن جي رهڻي ڪهڻي، شادين وغيره جون رسمون به ذري گهٽ مغرب سان ملندڙ آهن. هت به شادي جي موقعي تي ڳيچ ڳايا ويندا هيا. ديوتائن اڳيان قرباني ڏني ويندي هئي، گهوٽ ڪنوار کي پاڪ چشمي جي پاڻي سان وهنجاريو هو.

سج لٿي ڏاري ڪنوار پيءُ جو گهر ڇڏي، هڪ گاڏي ۾ سوار ٿي، جلوس جي صورت ۾ گهوٽ جي گهر ويندي هئي، سرگس اڳيان معصوم ڇوڪرو ۽ ڇوڪري گل ۽ مشعل کڻي هلندا هيا. ڪنوار هٿ ۾ جوءَ جو پيالو کڻندي هئي. اهو ان ڳالھ جو سنوڻ هو ته ڪنوار، مڙس جو گهر خوش اسلوبي سان هلائيندي. ڪماري نئين گهر پهچندي هئي ته گاڏي جي سرائي کي باھ ۾ ساڙي ڇڏيندا هيا. ان جو مطلب اهو هو ته هاڻي ڇوڪري وري واپس پنهنجي گهر نه ويندي، نئين گهر پهچي، سهرن ۽ ماني وغيره جي دعوت بعد ڪنوار کي گهوٽ جي ڪمري ۾ واڙي ڇڏيندا هئا. ان دور ۾ عورت پنهنجي گهر جو رڌ پچاءُ، تانو تپا ۽ سارو ڪم ڪار پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي.

اسان ڪجھ دير پيٽ پوجا ڪري وري پيرن کي ييستمر جي هڪ سهڻي شاهراھ تي ڇڏي ڏنو. پراڻي دور جو هي دڳ پانڊيئڙن کي نيپچون ۽ ٻين مندرن ڏي وني وڃڻ ڪري، مقدس شاهراھ جي نالي سان مشهور آهي. سڙڪ هلڪي وتڪار ۽ پختي تهن سان ٺهيل هئڻ ڪري اڄ به قابل استعمال آهي. سڙڪ جي متاچري تي وڏا وڏا پهڻ صدين کان مضبوطي سان جڪڙيل آهن. ان دڳ تي پسار ڪندي پنهنجي اردگرد عجب جهڙا ٿلها، اداس ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ مندر ۽ جابون ڏسي عجيب سرور پيو ملي، ان وقت ذهن جي پردي تي زوريءَ جرمن ليکڪ

گوئٽي جا لفظ ائين ٽري آيا جيئن، ڏڏ جي ڇاڏي ۾ مکڻ ترندو آهي.

گوئٽي پهريون دفعو پيسٽم ڏسي سفرنامي ۾ لکيو هو: "اڄ صبح (مارچ 23، 1787ع) مان پيسٽم ويس، ته منهنجي ذهن تي عجيب اثر پيو، مان پاڻ کي پوري طرح هڪ غيرمانوس دنيا ۾ محسوس ڪيو. اسان جنهن زماني ۾ رهون ٿا، ان ۾ اکيون، سنهي ۽ نازڪ اڏاوتون ڏسڻ تي هريل آهن. پر هتي وڏا وڏا پٿر جا ٽڪرا ۽ موهيندڙ پوائنٽا ٿنيا ڏسڻ ۾ پي آيا... مان يڪدم پنهجي ويچار ڌارا کي انهي پراڻي دور ۾ وٺي ويس، جڏهن اهڙي اڏاوت نيڪ ۽ مناسب سمجهي ويندي هئي. ان ڪري منهنجي ذهن ان کي قبول ڪيو. مون کي پنهنجي قسمت تي فخر آهي، جو مون کي اهڙي هنڌ وٺي آئي، جتي مان پنهنجي اکين سان هي عجيب طرح محفوظ ٿيل آثار اچي ڏٺا. هي ساراه جوڳي تخليق ۽ طرز تعمير زندگي سان ڀرپور آهي."

واقعي ڪڏهن ڪنهن ماڻهو جا سچائي سان چيل ڪجھ لفظ تاريخ جو حصو ٿي وڃن ٿا. جيئن ٿوائن، موهن جي دڙي جي وزٽرس بڪ ۾ لکيو آهي:

"... منهنجي دنيا جي سفر جي چوٽي آهي، تهذيبن متعلق ڪتابن ۾ پڙهڻ هڪ ڳالھ ۽ انهن کي اکين سان ڏسڻ ٻي ڳالھ، مون دنيا جون ٻيون تهذيبون اکين سان ڏٺيون آهن. پر موهن جي دڙي جي تهذيب جو مثال ڪٿي به نه آهي."

اهڙي طرح سر جان مارشل جا اهي لفظ جڏهن هن موهن جو دڙو ڏسي تعجب وچان چيو هو ته: "جڻ هاٿوڪي ڊنگ واري لنڪشائر جو دورو ڪري اُبو آهيان نه هندستان جي ڪنهن نامعلوم پراچين سڀيتا جي کوٽيل آستان جو."

اسان مقدس شاهراه تي ٿالارا ڪندا، پيسٽم جي رهائشي حصي ۾ آياسين. اتي به ڪيترائي آرڪيالجسٽ ننڍڙيون جهوپڙيون ٺاهيون قديم جاين جي ڀڳل ٽٽل حصن جي مرمت ڪري رهيا هيا. هو جنهن حصي ۾ ڪم پيا ڪن ان کي باقاعده رسين جا لوڙها ڏئي محفوظ ڪيو ويو هو. اسان ماهرن هٿان ڪجھ دير هڪ وهنجڻ جي تلاءَ جي ڳاڙهن سرن جي فرش بندي ڏسي اچي هڪ شاهڙ عمارت ۾ ويناسين. ڪندرن جو اهو

حصو رومن ڪواٽر جي نالي سان سڏيو پي ويو. اسان هڪ شاهه بلوط جهڙي ڏگهي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏئي آسپاس ونءُ لڳاسين. زمانو گذرڻ ڪري ٿنڀن جا نقش متجي گولائي مائل ٿي ويا هيا. رومن ڪواٽر بغير ڇت تي زمين ڪان ٿن ڏاڪن تي ماڻهو جي ڇيلهه جيتري دڪن تي ٽهيل هيا. الائي ڇو ان هنڌ تي ويهڻ سان ئي مون کي خداآباد (هالا) جا ميرن جا ٽهيل ڳاڙهي پٿر جا مقبرا ۽ پٿر تي اڪريل چوڪنڊي طرز جون قبرون ياد اچي ويون.

اسان اتي ڪجهه دير ويهي اوپاريون، لهواريون ڪري وري سامان سهيڙي واپسي جي خيال کان اٿياسي ته نصر چيو: "يار يورپين ڪيترا چالاڪ آهن، ڪيئن نه هن هڪڙي ننڍڙي ماڳ کي ڪتابن ۽ رسالن ۾ جادو جو لباس پارائي.... اشتهاربازي ذريعي ساري دنيا سان متعارف ڪرايو آهي. جو اسان سنڌ جي ٻهراڙين ۾ رهندڙ جي ڪن تي به ان ماڳ جو پڙلاءُ پهتو آهي... ڏس ڪيئن نه پاڻ ٻئي، هزارين ڪوهه ڪهي، ڪشالا ڪڍي، هن پڙپانگ هنڌ اچي پهتا آهيون."

نصر سفري ٿيلهو پناڙي سان ٻڌي وڏيڪ پنهنجي حال تي افسوس ڪندي چيو، "اسان وٽ دنيا جي هر شيءِ موجود هوندي به انهن ماڳن، مڪانن ۽ تفريحي هنڌن کي صحيح مشهوري ڏئي نه سگهيا آهيون. مثال طور، سنڌ جي ٿر جي ماڻهو جي جيتري ٿر ۽ ڪارونجهر سان محبت آهي، اسان جو ڪو به ذات ڏٺي، شاعر وغيره چاهي ته ٿري جي ان عشق، احساس ۽ جذبي کي پنهنجي لکڻ ذريعي دنيا اڳيان، ٿر کي به جنت جو ٽڪرو ڪري پيش ڪري سگهي ٿو...

ٿر جي رباڙين، مينگهواڙن جو حسن... ڪولهڻ جي پوشاڪ... انچلي شور، مرگهه ڪندي سان منسوب ڏندڪٿائون... روپلي ڪولهي جي بهادري... ۽ ڀٽائي جي شاعري کي انٽرنيشنل ميڊيا ذريعي پبلسٽي ڏجي ته ڇا ٿو سمجهين...؟"

نصر پنهنجي ان سوال جو پاڻ ئي جواب ڏيڻ شروع ڪيو، "پائو! دنيا جا مَهم جُو، سياح، محقق، ٿر جي باري ۾ اهي شيون ڏسي ۽ پڙهي، هزارين ميل لتاڙي اچي نڪاءُ ڪندا. هت وري ٿر جي واري اڏائيندا ڪارونجهر ۽ ڪاسبي پهچندا ته... هو ٿر ۽ ڪارونجهر جي ڪنواري ۽

فطري حسن جي سحر ۾ جڪڙجي نه ويندا.“

نصر جي ان ڳالهه تي مان ڀٽائي جو شعر جهونگاريندي:

”پانڌي! پرين پنهوارسين، روئي ڪج رهاڻ،
جيئن تر وڃون اُنيون، تيئن ان سوري ساڻ،
ڪجاهه ڪاوراڻ، ڏکن ڏيل ڏهيون ڪيو.“

وڏيڪ سندس تائيد ڪندي چيو، ”واقعي ٻاهريان سيلاني ڪيڪڙن جهڙي سواري ڪندا، تر جا ڏيلون هنداتا، ڳدرا ۽ چيڙ چکيندا، هتان جي قسمين قسمين ذاتين، قبيلن جون ريتون رسمون ۽ لباس ڏسندا ته جڻ تر ڪين زنده، چرندڙ پرندڙ عجائب گهر لڳندو.“

”پر يار! ٻاهرين دنيا جا ماڻهو تر ۾ رهندڙ ڪولهن، ڀيلن ۽ ٻين ڪم ذاتين جي ذهني پستي ۽ سندن چڙچڙي نفسياتي ڪيفيت کي ڪهڙو نالو ڏيندا.“ نصر جي ان سوال واقعي ٿوري دير لاءِ پريشان ڪري ڇڏيو، ان وقت هن پاڻ ئي هڪ واقعو ياد ڏياريو.

”نصر ۽ مان هڪ دفعو وسڪاري دوران ڪارونجهر جي ڳڙگات ڪندڙ ندي گوردڙو ٽپندا، جبل جون چوٽيون لتاڙيندا، تيرٿ آستان گئومکي وغيره ڏسندا اچي ساردڙي وٽ دم پٽيو. اتي وڻندڙ ماحول، ٿڌو چانورو، مور ٿهوڪندي ڏسي، مرگهه ڪندي ۾ وهنجڻ ۽ ماڃهاندو ڪرڻ جو خيال ٿيو. ننگرپارڪر کان مڪاني دوست هڪ ڪولهي سونهون ڪري ڏنو هو، اسان ڏينهن گذارڻ جي خيال کان ڪائڻ پيئڻ جو بندوبست ڪري آيا هياسين. ماني مهل اسان ان ڪولهي کي کائڻ لاءِ چيو. اهڙي صلاح ٻڌي هن جا دوڏا نڪري آيا. هن وڏي غمگين انداز ۾ چيو:

”سائين مان ڪولهي آهيان... مون کي ٽڪر ڏيو ته پري ويهي کاوان.“ اسان جي گهڻي اصرار تي به هن ڳرهه نه ڪنيو، لاچار هن کي ماني ڪڍي ڏني سين ته هو پنهنجو ماني ٽڪر کڻي، ڪنهن پليت جانور جيان پري ڪنڊڙي ۾ گوڏن تي رکي کائڻ لڳو. مون کي هن جي ليڙون ليڙون جسماني حالت ته نهيو، پر ان ڳالهه تي افسوس پيو ٿئي ته ڪيئن نه هن جي ذهن تي ڪم ذات هئڻ جا منڪا هئي، هن جو ميجالو چٽيو ويو آهي.

بهرحال سارو ڏينهن ڪارونجهر جا ٽونڪ ۽ تروٽ جو ٿلهو وغيره

گهمڻ دوران هو اسان جي ڪڏ گڏهه جيان ٻورو بار ۽ پاڻي جون مشڪون کڻيون پيو هليو. شام جو واپسي وقت هن کي ڪجهه خرچي ڏيڻ چاهي ته هن نه ورتي. آخر گهڻي زور بعد هو ان شرط تي خرچي وٺڻ لاءِ راضي ٿيو ته ان جو ذڪر سندس مسلمان وڏيري سان ڪندا سين. مالڪ کي خبر پوندي ته هو کيس ماريندو."

"بس پائو...! دنيا ۾ غلامي جي لعنت ته صديون اڳ ختم ٿي وئي آهي. پر اسان جي وڏيرن وٽ اڄ به نسل درنسل غلام ۽ خانگي جيل آهن... لڳي ٿو ته پيستم جا هي شاهڻ مندر به اهڙن ئي بيگر پريندڙ غلامن جي رت ۽ ست مان جڙيل هوندا." نصر پيستم جي شاهي مندرن مٿان لهندڙ سج جي لامن تي آخري نهار وجهندي چيو.

# ويٽيڪان
## ”دنيا جي ننڍي ۾ ننڍي مملڪت“

مان پنهنجي ذهن جي ڪتب خاني ۾ رکيل ”عهدنامہ قديم“ ڪوليو آهي ان جا مختلف ورق ورائيندي منهنجي نگاهہ باب پيدائش جي هيٺين سٽن تي مرڪوز ٿي وڃي ٿي.

”خدا شروعات ۾ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو. زمين بيترتيب ۽ ويران هئي ۽ اونهائي جي مٿان اونداهہ هئي... خدا چيو سوجهرو ٿي... پاڻين جي وچ ۾ خال ٿيء سو خدا خال جوڙيو... ۽ خال جي هيٺان جيڪي پاڻي هيا تن کي انهن پاڻين کان جدا ڪيائين جيڪي خال جي مٿان هيا... خدا خال کي آسمان سڏيو... خدا پنهنجي صورت تي انسان کي پيدا ڪيو...

... نر ۽ ناري ڪين پيدا ڪيائين.“

انجيل جي ان وَرَسَ لاءِ هر اهل ڪتاب جا ء پنهنجا پنهنجا تصور رهيا آهن. پر ان تصوراتي دنيا کي تصويرن جو روپ، صرف هڪڙي ئي فنڪار ڏنو آهي. ان ذات ڏٺي هڪ ننڍڙي ڇت تي ساري ڪائنات جي تخليق کي رنگن جو روپ ڏئي دنيا اڳيان نروار ڪيو. صدين کان هر روز هزارين ماڻهوء انساني هٿن سان سينگاريل ڪائنات جي هڪ جهلڪ ڏسڻ اچن ٿا.

اسان کي ٻالڪپڻ ۾ جيئن عيد رات ننڊ نہ ايندي هئي تہ صبح جو نوان ڪپڙا پائينداسين ۽ خرچي ملنديء تيئن هت بہ ساري رات پاسا ورائيندي صبح ڪيو. ڇو جو اڄ منهنجو ويٽيڪان سٽي ۾ مائيڪل اينجلو جي اها ڇت ڏسڻ جو خيال هو.



سيتائين چئپل جي ڇت، جنهن تي عظيم فنڪار مائيڪل اينجلو جي لازوال "تخليق ڪائنات" نقش ٿيل آهي. انهن تصويرن ۾ مصور جو هنر، فن جي انتهائي بلندين تي پهتل آهي.



ويٽيڪان ۾ روم کي ملائيندڙ ٽبر نديءَ مٿان خوبصورت پل. پس منظر ۾ سينٽ اينجلو جو ڪوٽ،
جتي مشهور سائنسدان گارڊ ونو برونو کي ساڙڻ کان اڳ قيد ڪيو ويو هو.



سينٽ ميري جي وڏي چرچ روم جي حسين آرڪيٽيڪچر جا اهڙا ٽهڪندڙ نمونا ڏسي چيو ويو ٿو ته:
Rome is not city, it is a Church



سينٽ پيٽر جو رنگيل وچون گنبذ فن تعمير جي شاهڪار سان گڏ فن مصوري جو آبشار پڻ آهي.



سينٽ پيٽر جي ڪرسي

اسان جي ملڪ ۾ نيلام گهر تائپ معلومات رکندڙن جي، ائين ئي گهٽائي آهي. دنيا جو وڏي ۾ وڏو؟... ۽ ننڍي ۾ ننڍو...؟ ملڪ... گادي جو هنڌ...؟ اهڙي نيلامي معلومات ۾ دنيا جي ننڍي ۾ ننڍي مملڪت ۾ ويٽيڪان جو نالو ورتو ويندو آهي.

منهنجو دوست نصر جان ۽ مان ان مملڪت جي ديدار لاءِ روم جي اسٽيشن وٽان بس ۾ سوار ٿياسين. ويٽيڪان شهر رومن ڪئٿولڪ عيسائين جو چڻ ڪعبو آهي. هت سندن پوپ رهندو آهي. "پوپ" لاطيني ۾ "پٽريارڪ" يوناني لفظن جي معنيٰ "پيءُ" آهي. جيئن عيسائيت وڌڻ لڳي ته مذهبي ڪمن لاءِ به ذميوار ماڻهو مقرر ڪيا ويا. آخر مسيحي دنيا ۾ 341ع تائين پنج وڏا پٽريارڪ مڃجڻ لڳا. انهن مان چار قسطنطنيه، انطاڪيه، يروشلم ۽ اسڪندريه مشرق ۾ هيا. پنجون روم ۾ هيو. ڪليسائن جي جهڳڙي ڪري ٻين مرڪزن جو اثر گهٽجڻ لڳو، اهڙي طرح صرف روم جو اثر وڌندو ويو.

جاگرافي جي لحاظ کان ويٽيڪان اٽلي ۾ آهي. پر سياسي طرح ان رياست جو پوپ وڏو آهي. پوپ جي لئه برقرار رکڻ لاءِ رياست کي ٻين ملڪن جهڙيون سهولتون آهن. ان ملڪ کي پنهنجو ٽپال کاتو، ريڊيو، اخبارون آهن. ان جا هر ملڪ ۾ سفير موجود آهن. پاڪستان ۾ ان جو نمائندو رهي ٿو.

اسان جي بس روم شهر جا چڪر ڏيندي. هڪڙي ننڍي ندي پار ڪري. اڏي تي سون بسن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيهي رهي. انهن گاڏين ۾ گهڻائي سياحن جي هئي. اسان لهي سب کان پهريان ويٽيڪان جي مشهور سينٽ پيٽرڪ چونڪ ڏي رخ رکيو.

سينٽ پيٽرڪ چونڪ جي ڪليل ميدان سامهون چرچ ۽ پاسن کان پوپ ۽ گرجا سان واسطو رکندڙ عمارتون آهن. ان جي باقي حصي کان به مختلف جاين سان گڏ ياترين لاءِ ڇپرا نهيل آهن. چونڪ جي وچ تي هڪ ڊگهو ٿنڀي نما يادگار نهيل هو جنهن پرسان ڦوهارن جون ڦينگون، عقيدت مندن کي پسائي رهيون هيون. اسان پهتاسين ته سارو ميدان ماڻهن سان سٿيو پيو هو. ان جي هڪ حصي ۾ هزارين ماڻهو ميڙاڪو ڪيون بيٺا هيا. اسان به سرندا پرندا ميڙاڪي کي پاسو هيون. پڇا ڳاڇا ڪندي

خبر پئي تہ اڄ موجوده پوپ جان پال ماڻهن کي پنهنجو ديدار ڪرائيندو ۽ دعا ڏيندو. "ڪانو کي لڙ ۾ مزو" - اسان بہ پوپ جي ديدار جو سوچيو تہ، بڌايو ويو تہ درشن جي سعادتمندي لاءِ ڪجھ ڏينهن اڳ ۾ پاس وٺڻي پوندي آهي. اتي هر پوئلڳ وٽ پاس هئي. صرف اسان اوچتو اچي ڪڙڪيا هياسين. اسان کي ڪياڙي ڪندي ڏسي. هڪ همراھ کي رحم اچي ويو. هن پرسان اچي آئت ڏني "مان دوستن لاءِ ڪجھ پاس ورتيون آهن. ٿوري دير هتي جو انتظار ڪيون تا جيڪڏهن نہ آيا تہ پوءِ توهان، وجي پوپ جي دعا کڻو" ڪجھ انتظار بعد همراھ مايوس ٿي پاس اسان کي ڏني. ٻيا ياتري اتي وڏي حب سان آيا هيا. صرف اسان هڪ تاريخ جي ڏارا ڏسڻ لاءِ بيٺا هياسين.

عيسائين جي تاريخ ۾ آهي تہ جڏهن ڪليسائن جي وچ ۾ جهيڙو شروع ٿيو ان مهل روم جي پادرين اها دعوا ڪئي تہ هو پطرس Peter ۽ پولوس (پال) Paul جي مقبرن جا محاور آهن. پطرس کي شمعون يا سائمن بہ چوندا آهن. هي فلسطيني يهودي ميربحر حضرت عيسيٰ جي اهم شاگردن مان هو. حضرت عيسيٰ هن جو نالو سيپاس (Cepas) معني جبل رکيو هو. يوناني جبل کي Peter چوندا آهن. هي ڪليسا جي بانين مان روم جو پهريون پوپ هو. جتان پاپائيت جو آغاز ٿيو. ان کان سواءِ هي گدي پولوس Paul جي بہ مڃي وڃي ٿي شروعات ۾ پولوس حضرت عيسيٰ جي حوارين مان نہ پر سخت دشمن مان هو. پر آخر ۾ ايترو تہ معتقد ٿي ويو جو حضرت عيسيٰ کي خدا جو پٽ چوڻ لڳو. پولوس يوناني زبان ۽ فلسفو ڄاڻڻ ڪري، عيسائيت کي يوناني رنگ ڏنو. ان اثر تحت مسيحت ۾ ڪافي بت پرستي شامل ٿي وئي.

پوپ سلسٽائن اول Celustine 1 (432-422ع) پطرس نظريہ ڪليسا کي سڀ کان پهريائين متعارف ڪرايو. متي جي انجيل ۾ ڪجھ اهڙا ڪلمات هيا، جنهن مان پطرس کي، حضرت مسيح جي ڪليسائي نظام جو بنياد قرار ڏنو ويو. ان ڪري روم جو ڪليسائي پادري سڀ کان معتبر مذهبي پيشوا ٿي ويو.

پوپ ليو اعظم Leo the great شهنشاھ کان اهو فرمان حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو تہ پوپ جي طرفان ڪيل فيصلن کي قانوني درجو

آهي. هن اهو به چيو ته پطرس جا جانشين جو ڪجهه چون ۽ ڪن ٿا اهو خود پطرس طرفان آهي. اهڙي طرح پوپ ۽ پٽريارڪ کي لامحدود اختيارات مليا ويا. هو زمين تي حضرت عيسيٰ جو نائب ۽ پطرس رسول جو جانشين ٿي ويو.

اسان هاڻي پطرس ۽ پولوس جي گادي نشين پوپ جان پال جي زيارت لاءِ هڪ ڊگهي قطار ۾ بيٺا هئاسين. قطار آهستي آهستي اڳتي رڙهندي پئي هلي. هڪ در وٽ محافظن اسان جي به جهڙتي ورتي. جهڙتي دوران اسان جي ٿيلهي مان ميووي ڪٽڻ جو چاقو نڪتو. پنهنجو ملڪ هجي ها ته پوليس ڪڏهوڪو ٽنگا ٽولي ڪري سيڪت ڏئي، ناڪرده گناه جون به سچيون ڪرائي ها. جيڪڏهن قائداعظم تي خاڪسار پيپر ڪٽر سان قاتلانا حملو ڪري سگهي ٿو ته اسان وٽ ته پورو به ڦر وارو چاقو هيو. محافظن ٻيو ته هل هنگامون نه ڪيو صرف ايترو چيو ته "توهان هي چاقو اندر ڪٿي وٺي نٿا سگهو." مان به چين جي سرحد خنجراب وٽان يادگار طور ورتل چاقو وڃائڻ نه پيو چاهيان. بهرحال وڏي بحث بعد هنن اهو چاقو امانت طور پاڻ وٽ رکيو.

حالانڪ پاڪستان ۾ مارشلا جي دور ۾، نيشنل اسٽيڊيم ڪراچي ۾ هڪ لک ماڻهن جي موجودگي ۾ پوپ تي حملو ساري دنيا ۾ مشهور ٿيو هو. پوپ جي آمد کان اڳ ئي ڌماڪو ڪٿي ويندڙ خيرپور جو نوجوان لالا اسلم موقعي تي هلاڪ ٿي ويو هو. ان وقت پوليس آفيسر سميت ڪيترا ماڻهو زخمي ٿيا هيا. بهرڪيف ان ميڙ ۾ پوپ کي اجرڪ ۽ ڪلهن تي لڙڪائڻ لاءِ سنڌي ڪڙهائي تي نهيل عبارت جون پٽيون تحفي ۾ ڏنيون ويون هيون. ان موقعي تي هو جمالو جي ڌن پڻ وڄائي وئي هئي.

مون کي ته ڪرائيي تي هو جمالو ڳائيندڙ ماڻهن کان ان ڏينهن کان نفرت ٿي وئي هئي، جڏهن پنڌي ۽ سوين سنڌين جي قاتل ضياالحق اڳيان لاڙڪاڻي ۾ کهڙي خاندان جي بنگلي سامهون پاڙي تي آندل سنڌي ماڻهن کي فخر سان اجرڪن ۽ سنڌي ٽوپين سان هو جمالو ڳائيندي ۽ نچندي ڏٺو هو.

اسان اها جهڙتي ڏئي پار پياسين ته ويٽيڪان جي خاص فوج حوالي

تياسين. پوپ جي ھي ذاتي محافظن جي فوج سوئٽزرلينڊ جي سو نوجوانن تي مشتمل آھي. محافظن کي پراڻي رومن انداز جي پيلن، نيرن ۽ ڳاڙھن پٽن واري پوشاڪ پاتل ھئي. مٿي تي نيري رنگ جي ٽوپي Bareet پيل ھئي. محافظن جو اھو لباس بہ مائيڪل اينجلو جو تجويز ڪيل ھو. نوجوان رنگ برنگي لباس ۾ ڏاڍا سھڻا لڳي رھيا ھيا. انھن محافظن جي موجودگي ۾ ئي پوپ 1981ع ويٽيڪان جي سينٽ پيٽرڪ گرجا جي ايوان ۾ گوليون ھلايون ويون ھيون. جڏھن ھو ھزارن ماڻھن کي پنھنجو ديدار ڪرائي رھيو ھو. پوپ کي ٻہ گوليون پيٽ ۾ ھڪ ھن جي ٻانھ ۾ لڳي ھئي. پوپ کي بعد ۾ اسپتال موڪليو ويو. جتي چئن ڪلاڪن جي ڪوشش سان سندس گوليون ڪڍي جان بچائي وئي. حملي جي ڏوھ ۾ ھڪ ترڪ نوجوان محمد علي افشان کي گرفتار ڪيو ويو ھو. جنھن لاءِ چيو ويو تہ ھن پھريان بہ اعلان ڪيو ھو تہ 1979ع ۾ پوپ جي استنبول اچڻ تي، کيس گولي جو نشانو بڻائيندو. ان ترڪ نوجوان محمد علي تي اڳ ئي ھڪ اخبار جي ايڊيٽر جي خون جي الزام ۾ ڪيس ھلائي کيس موت جي سزا ڏني وئي ھئي. محمد علي بعد ۾ جيل مان ڀڄي نڪتو ھيو. پر وري پوپ تي قاتلانہ حملو ڪندي پڪڙجي پيو.

اسان پوپ جي محافظن سان ڪجھ دير ڏند شيڪ بعد ھڪ وڏي ھال ۾ ڪرسين تي اچي ويناسين. ان وسيع ھال ۾ ھزارين ماڻھو، آشير واد لاءِ وينا ھيا. سامھون اسٽيج تي حضرت عيسيٰ جي مورتي، ھٿ مٿي کنيون بيٺي ھئي. جنھن جي چوڦير وڻ جو تاريون ڦھليل ھيون. اسٽيج جي وچ تي مورتي اڳيان پوپ جي ڪرسي رکيل ھئي. جيستائين پوپ اچي ڪرسي والاري اسان انتظار ڪندا رھياسين.

اسان جي بلڪل پويان ھڪ ٽيم لائيف جيڪيٽ ۽ لوھا ٽوپلا پايون وينا ھيا. حال احوال دوران ھنن ٻڌايو تہ "اسان ٻيڙين تي، يونوچ سمنڊ ۾ ھڪ مھم تي نڪتل آھيون. روم پھتاسين تہ خيال ٿيو تہ پوپ کان دعا پني پوءِ ٻيڙيون ھاڪاريون." ھنن سان ڪچھري دوران مون کي پنھنجي درياءِ سنڌ. تي پشاور کان وٺي عربي سمنڊ تائين، مھينو ٻيڙين تي سووين ميل ڪيل "انڊس ايڪسپيڊيشن" ياد اچي وئي. خاص ڪري شاھ لطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ مھراڻ/ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ اسان کي

ڏنل گڏجاڻين ۾ اسان جي ٽيم به ائين وڃي ٿي. مان هنن مهم جو آدمين کي وڏي حسرت سان ڏسي رهيو هيس.

پوپ جو انتظار هاڻي اينگهجي ويو هو. اسٽيج تي خالي ڪرسي ڏسي بيزاري ٿيڻ لڳي. سوچيان پيو ته اڄ ڏينهن تائين ان ڪرسي جي اهميت ۾ ماڻ مڃائڻ لاءِ ڪيترو نه رت وهيو آهي. خاص ڪري يورپ جي بادشاهن ۽ پوپن جي جهيڙي ڪري تاريخ جا ورق رتو ڇاڻ لڳا پيا آهن.

پوپ بوني فس انون، جڏهن فرانس ۽ انگلينڊ جي بادشاهن کان ناراض ٿيو هو ته هن پنهنجي پوئلڳن کي سرڪار کي ٽيڪس ڏيڻ کان منع ڪيو. پوپ جي ان حڪم جي بدلي ۾ ٻنهي بادشاهن، روم ڏي نذرو نياز موڪلڻ بند ڪري ڇڏيو.

فرانس جي بادشاه فلپ چوٿين اعلان ڪيو ته فرانس جو پئسو ملڪ کان ٻاهر نه نڪري. هن پنهنجي ماڻهن کي حڪم ڪيو ته پوپ بوني فنس کي جلد گرفتار ڪيو وڃي. هنن ويٽيڪان محل کي تباه ڪري، پوپ کي گرفتار ڪيو. همراه پڪڙ ۾ ئي مهيني اندر مري ويو. ان بعد ٻيو جانشين پوپ، ٻه مهيني اندر فرانسي زهر ڪري ڪرڙيون هڻي مري ويو.

هينري چوٿين 1076ع ۾ جرمن بشپن جو ميڙ گهرائي. پوپ گريگوري کي لاهي ڇڏيو. هيڏانهن پوپ گريگوري وري بدلي ۾ هينري چوٿين کي مذهب جي دائري مان خارج ڪري ڇڏيو. هينري اٽلي تي حملو ڪيو ته گريگوري روم ڇڏي ڀڄي ويو. نيٺ جلاوطني جي حالت ۾ موت قبوليائين.

اهڙي نموني يورپ جي بادشاهن ۽ پوپن ۾ جنگاڻ هلندي رهندي هئي. بادشاهن کي وجهه ملندو هو ته هو پوپن جو پٽڪو لاهي جاگيرون قبائيندا هيا. پوپ وري بادشاهن کي ڏڇي ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندا هيا.

پوپ جي آمد جي اعلان، اسان کي تاريخ جي ڏڏڙ مان ڪڍي، واپس هال ۾ آندو. پوپ جو سيني اٿي آڏرياءُ ڪيو. هن سان بشپ ۽ آرچ بشپ جو ڏڻ، اڇن ۽ ڪارن جبن ۾ ساڻ هيو. سائنس ۽ عقل جي انهن دشمن، اڇن، ڪارن جبن وارن پادرين جا ظلم، اڄ به ڪتابن ۾ محفوظ

آهن. انهن جي پيشروئن جا ڪو پرنيڪس، گليلو، برونو وغيره کي ڏنل عذاب پڻ ڏيو، اڄ به لونءَ ڪانڊارجي وڃي ٿي. گليلو جي ڪتابن کي ان وقت جي پوپ "فهرست ڪتب ممنوع" ۾ قرار ڏنو ان تي ڪيس هلائي شڪنجي ۾ جڪڙي ايذاءِ ڏنا ويا. ان ڏاهي جي عمر تنگي ۾ گذري ۽ اندو ٿي ويو. هن جي مرڻ بعد ۾ سندس لاش، مسيحي قبرستان ۾ دفن نه ڪيو ويو. سائنس دان برونو کي پوپ ۽ ان جي چاڙتن ايترو ته تنگ ڪيو، جو هو ملڪان ملڪ ڀٽڪندو رهيو. 1600ع ۾ پڪڙجي پيو، ته روشن خيال هئڻ ڪري، کيس ملحد قرار ڏئي، ڇه سال قيد رکيو ويو. ان کان پوءِ ديني عدالت کيس. ان شرط تي دنيوي حاڪمن حوالي ڪيو ته هن کي تمام نرم سزا ڏني وڃي. جيئن ويچاري جو رت جو قطرو به زمين تي نه ڪري. ان سزا جو مطلب هو ته کيس باهه جي آڙاهه ۾ ساڙي ڪباب ڪيو وڃي.

پوپ پاڻ اچي جبي ۾ ڪرسي تي ويٺو. هن جي سامهون پنهي پاسن کان گڏ آيل مختلف عهدن وارا پادري به ويٺي رهيا. پهريائين انجيل مان ڪجهه پڙهيو ويو. ان بعد ٽن ٽن زبانن ۾ دعا گهري وئي. جنهن کان پوءِ مختلف ملڪن کان زيارت لاءِ آيل، وفدن جو نالو ورتو پئي ويو ته ان ملڪ جا ماڻهو هال ۾ اٿي بيهي پيا رهن. پوپ پري کان شفقت جي انداز ۾ هٿ مٿي کڻي کين دعا پيو ڏي. هون به پوپ جا اختيار ڪافي وسيع آهن. خاص ڪري گريگوري ستين 1023ع جي ڏينهن ۾. ان جا به اختيار ڪافي اهم هيا. هڪ ته رومن ڪليسا کان ڪڏهن غلطي ٿي آهي، نه ڪڏهن ٿي سگهي ٿي. ٻيو پوپ کي تمام فيصلن جو آخري حق آهي. پوپ جي فيصلي خلاف ڪا به اپيل ٿي نٿي سگهي.

بهرحال اهو دعائن جو سلسلو هلي رهيو هو ته اسان ڪڪ ٿي ٻاهر نڪري آياسين، ٻاهر سينٽ پيٽر چونڪ تي، اچا تائين ماڻهن جو وڏو انگ موجود هيو. اتي هڪ ڪٽڪ رنگي، شلوار قميص ۾ عورت ڏسي. ان کي پنهنجو ملڪي سمجهي، ڪچهري لاءِ وڌياسين اها سانوري عورت ٻن ٻارڙن کي سنڀاليون ويٺي هئي. حال احوال دوران هن ٻڌايو ته هو هندستاني آهي. پر اڄ ڪلهه دبئي ۾ ٿي رهي، مڙس سان گهمڻ آئي آهي. ٻارن جي ڪروڊ ڪري کين پرچائي رهي آهي. سندس مڙس اندر چرچ

ڏسڻ ويو آهي. اسان ڪجهه دير هن سان گپ شپ سان گڏ پارن ڪي پرچائڻ ۾ حصو ورتو. آخر هن جو خلوص سان ڏنل اڏڙ صوف ڪائي موڪلايوسين.

هاڻي اسان جو به پرسان ئي سينٽ پيٽرڪ چرچ ڏسڻ جو خيال ٿيو. چرچ جي مٿان توڙي اڳيان دڪي تي، ڪيترن پادرين جا بت رکيل هيا. ايتري قدر جو سينٽ پيٽر چونڪ جي چوڦير عمارتن تي به ڪيترن مشهور پادرين جا بت اسان ڏي ليٽاپاٽي رهيا هيا. هينئر ته ويچارا چري پري نه پيا سگهن، پر ويٽيڪان جي گادي حاصل ڪرڻ لاءِ هنن پادرين جي پاڻ ۾ ڏاڙهي پٽ به جڳ ڪلايو هو. تاريخن ۾ آهي ته پوپ فارموس (896-891ع) جو پوپ قبر مان لاش ڪڍرائي. ان کي ارغواني قبا پارائي. ڪليسائي ڪائونسل جي آڏي سامهون رکيو ويو. مردي تي چرچ جو قانون ٽوڙڻ جي جرم ۾ ڪيس هلايو ويو. لاش کي ڏوهي قرار ڏئي، ان کي ڪوڙا هيان ويا. ان جا عضوا ڪٽيا ويا. ان کي درياءِ تبر Tiber ۾ اڇليو ويو. انهي سال روم ۾ هڪ سياسي انقلاب دوران. پوپ استيفن جون پاڙون پٽي، جيل ۾ گهٽو ڏئي ماريو ويو.

ان کان سواءِ پوپ گريگوري، ڪريسٽيفرس کي، مذهب جي دائري مان نيڪالي ڏئي، جان سورهين کي پوپ بڻايو ويو. بعد ۾ جان کي لاهي، هن جون اکيون ڪڍي، زبان ڪٽي، سندس منڍي گڏهه جي پڇ سان ٻڌي، روم جي گهٽين ۾ گهمايو ويو. ويڙهه جي نتيجي ۾ ڪريسٽينوس ۽ ٻارهن ٻين رهنمائن جون منڍيون ڪُوري، لاش کي سينٽ اينگلو جي فصيل تي لڙڪايو ويو.

اسان جا قدم سينٽ پيٽر چرچ ڏي وڃي رهيا هيا ته، هڪ اڇي جبي ۾ هنج جهڙي سهڻي، راهبه لنگهي رهي هئي. هو ايتري ته خوبصورت هئي، جو مون کي اندازو ئي نه ٿيو، الائي ڪهڙي قوت، مون کي چقمق جيان زوري گهلي رهي هجي. آخر دڪندو، هن جي نڪ سامهون وڃي دڳ جهليو، هوءَ ويچاري، مون کي چريو سمجهي ڏڪي وئي. مان به ڪنهن چڙواڳ عاشق جيان نه پر چيو "توهان مون کي وڻو ٿا. توهان جو فوٽو ڪڍڻ چاهيان ٿو."

"ضرور... ضرور..."

هوءَ فوٽو ڪڍائڻ بعد ڪجھ دير ڪچهري ڪري رخصت ٿي وئي. مون کي هن جي سونهن، جواني ۽ جسماني جوڙجڪ ڏسي، خوشي بجاءِ افسوس پيو ٿي تہ اهو سنگمرمري جسم، ڪنهن جي ياڪر ۾ هئڻ بجاءِ ائين قبر ۾ ماڪوڙين جي حوالي ٿي ويندو. هن پنهنجون الائي ڪيتريون خواهشون ۽ تمنائون برف جي سر جيان سرد ڪري ڇڏيون هونديون، هن ماھ لقا کي ڪهڙي ڪتيءَ ڪنيون جو راهبہ بڻجي. سڄي عمر ڪنواري رهڻ جو نيڪو ڪنيون. پنيرو هن جي سنهڙي چيلھ کي موڙا ڏيندو ڏسي، ڏک پيو ٿي تہ چوري زيان ٿي وئي. هوءَ بہ مڙي مڙي قدردان کي ڏسي دل ئي دل داد ڏيندي پي وئي.

ماٺھو بيخودي ۾ ڪنهن اهڙيون معصوم حرڪتون ڪري وجهندو آهي جو بعد ۾ پاڻ تي کل ايندي آهي. هڪ دفعو لاهور جي هڪ باغ ۾ ڪجھ دوست وينا آئيس ڪريم کائي رهيا هياسين. پرسان هڪ متياري، نڪر جهڙي چوري سان گهمي رهي هئي. جوڙ نهي ئي نہ پيو. اتي اسان جي دوست، ڏند ڪرٽيندي چيو "الله ڪري. اهو ياءُ هجيس."

هت بہ پري رو راهبہ کي ڏسي، وٽ پيو ڪاوان تہ اها ڪنهن جي هنج ۾ ڪيترو نہ نهي ها. بهرحال اسان انهن سوچن ۾ سينٽ پيٽر چرچ ۾ داخل ٿي وياسين.

هي چرچ، ڪانسٽنٽائن بادشاھ. چوٿين صدي ڌاري ٺهرائي هئي. هڪ هزار سال کان بہ وڌيڪ چرچ عيسائيت جو مرڪز رهي. پندرهين صدي ڌاري مشهور عمارتساز برامانٽ، ان کي وري ناهيو. چرچ جي گنبذ کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ چار محرابن مان ٿي ناهيا تہ همراھ مري ويو. جنهن بعد مائيڪل اينجلو ان گنبذ جي ڊزائين تي يارنهن سال متاماري ڪري، ان کي عورت جي ببي جهڙي شڪل ڏني، گنبذ کي ٽيھ پنجٽيھ فٽ متي بيهاريو. مائيڪل اينجلو جي وفات بعد ميڊرنو ۽ برنيني جهڙن ماهرن، چرچ کي سينگارڻ ۾ حصو ورتو. اهڙي طرح هيءَ خوبصورت چرچ ارڙهين صدي ڌاري دنيا جي ڪشادي چرچ بڻجي وئي.

چرچ جي هر شيءِ قابل تعريف آهي. خاص ڪري مائيڪل اينجلو جو مشهور Pieta جو بت بار بار ڏسڻ جهڙو آهي. جنهن ۾ بيبي مريم، پنهنجي پٽ جو لڙڪندڙ لاش، هنج ۾ کنيون ويٺي آهي. مامتا جو ڏک

سندس چهري مان ظاهر آهي.

اسان چرچ مان نڪري اچي هڪ هوٽل تي ماني کاڌي. هي ننڍڙو فٽ پاٿي هوٽل، ايترو ته مهانگو هيو جو وچي خير ٿين. پيو ته ڏڪ اسان ٻه پچائي وياسين، پر جڏهن هن اسان کان پاڻي جي ننڍي بوتل جا سو رپيا ۽ ميز پوش جي ڌلائي جا پنجٽيهه رپيا ورتا ته هن جي بدمعاشي تي ڪاوڙ پي آئي. حالانڪ هو پنهنجي مقدس شهر ۾ گرجا پرسان ويٺو هيو. شايد ڪن ماڻهن جو دين ايمان پئسو آهي. مون کي ياد ٿو اچي ته هڪ دفعو ايران ۾ هڪ مقدس مزار جي حاطي اندر، موجود دڪان تان منڊي لاءِ ٻڙا/ پٿر ورتا. صرف ان خيال کان ته هو مقدس مزار اندر ويٺو آهي. ڏوڪو نه ڏيندو. هن اهي ٻڙا سچا ڪري سني اگهه تي ڏنا. ڳوٺ اچي ماهرن کي سچا پٿر، ڏيکاريا ته هو منهنجي سادگي تي کلڻ لڳا ۽ مان وري ان دڪاندار جي بي ايماني تي افسوس پيو ڪيان.

اسان هوٽل تان اٿڻ بعد پوپ جو محل ۽ ميوزيم ڏسڻ جو ارادو ڪيو. پوپ جو محل سينٽ پيٽر چرچ پرسان ئي دنيا جي وڏن محلن مان آهي. هي محل پندرهين صدي ڌاري ٺهڻ شروع ٿيو. ان جا ٻه حصا آهن. مکيه حصو سينٽ پيٽر جرچ پرسان ۽ ٻيو ڪيترا سو وال اتر طرف آهي. محل ۾ ڪيترا ميوزيم. لائبريون ۽ ڪمرا آهن، پوپ پاڻ محل جي هڪ حصي ۾ رهندو آهي باقي حصو عوام لاءِ کليل هوندو آهي. 1929ع کان، محل، چرچ، محل جا باغ ۽ ڪجھ ٻيون عمارتون ويٽيڪان شهر ڪري سڃاتيون وڃن ٿيون. اهڙي طرح ويٽيڪان هڪ سو اٺ ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي.

سالن کان محل، چرچ، باغن ۽ عمارتن جي شان شوڪت ۾ نذرو نياز تحت مليل پئسي کان سواءِ ڏيڙ ڏونس ۽ معافي نامن ذريعي ڪمايل پئسو استعمال ٿيل آهي. عيسائيت ۾ ڪنهن زماني ۾ معافي نامن جي ڪاروبار عام هيو. ماڻهو چرچ کي ڪيل گناهه جي بدلي ۾ روپيا ڏئي سزا معاف ڪرائيندا هيا. هر قسم جي گناهه جي معافي لاءِ قيمت مقرر هئي، گناهه ڪهڙو به هجي، مقرر رقم پادري کي ڏيو، گناهه يڪدم معاف، مثال طور چوري لاءِ ٻارنهن شلنگ ۾ معافي نامو هيو. اسقاط حمل، ساڍا ٽي شلنگ. زنا جي ڏوهه قبولڻ لاءِ نوشلنگ، لونڊي رکڻ لاءِ

سادا ڏهہ شلنگ پرٽا پوندا هيا. اهڙي طرح پوپ وٽ خزاني جا ڍگ تي ويا.

تنهن هوندي بہ 1481 عيسوي کان 1806 عيسوي تائين پوپ جي عدالت چاليهہ هزار ماڻهن کي سزائون ڏنيون. انهن مان ٻاويهہ هزار تہ رڳو باهہ ۾ ساڙي رک ڪيا ويا.

اسان پوپن جي ظلمن جو ذڪر ڪندا، اچي ويٽيڪان ميوزيم وٽ پهتاسين. ميوزيم جو در بلڪل سادي اڇي پٿر جو هو جنهن مٿان ٻن ڏندن ڏوتن جا مجسما رکيل هيا. در تي هڪ گولائي مائل ڏاڪڻ تي مٿي چڙهڻ لڳاسين. لاتوناءَ جهڙي ڏاڪڻ ڏسي مزو اچي ويو. ڏاڪڻ هينان سوڙهي مٿي ويڪري ٿيندي پي وئي. مٿي پهتاسين تہ اسان جي کاٻي هٿ تي، دنيا جي پراڻي تهذيبن مان لڏل شين جي گئلري هئي. اسان جا قدم مصري گئلري اندر پهچي چڪا هيا. هن حصي ۾ پراڻا تابوت، حنوط شده لاش ۽ قديم دور جا ٽانو ٽپا رکيل هيا. اسان کي شيشي جي شوڪيس ۾ رکيل حنوط شده لاش عبرت ۾ وجهي ڇڏيو. هي لاش ڪنهن عورت جو هيو. ان ممي جي ڪڇي اک وٽ، هڪ سوراخ مان حنوط ڪرڻ مهل شايد ميجالو وغيره ڪڍيو ويو هو.

اسان مصري گئلري مان نڪري. ويٽيڪان جي Picture Gallary پهچي وياسين. گئلري تقريباً پندرهن ڪمرن تي مشتمل هئي. ان ۾ داونچي، رافيل کان سواءِ عظيم مصورن جا شاهڪار هيا. ان ڪمرن کي تفصيل سان ڏسڻ لاءِ هفتو کپي ها.

ويٽيڪان عجائب گهر جي بناوت اهڙي ترتيب سان آهي جو هڪ گئلري/ ڪمري مان نڪرڻ کان پوءِ ماڻهو ازخود ٻي ڪمري ۾ پهچي وڃي ٿو ان گئلري مان نڪرڻ بعد اسان پاڻ کي خوبصورت بتن جي ٻيلي ۾ ڏٺو. جن مان ڪجهہ اصل تہ ڪجهہ نقل هيا.

"هي مرداني حسن جو شاهڪار اپولو اٿئي."

"هي سامهون همراهہ اجگر سان جهيڙو لايون بيٺا آهن. اهو Laocoon جو مشهور بت آهي."

"هي Hermes جو بت اٿئي."

شروعات ۾ هي بت اگهاڙا ناهيا ويا هيا جن کي بعد ۾ انجير جي پنن

سان ڏٺو ويو. اسان هڪ پرسان واري ڪمري ۾ پير پاتو. اتي ٻه شهر آفاق مجسمن جو ميلو متل هو. ڪي مجسما محراب دار درن ۾ بيٺا هيا. ڪي نلهن کي ٽيڪ ڏيون، پاڻ ڏي توجه ڇڪائي رهيا هيا. ڪجھ درن جي ڪمانين جي وچ ۾ ٽنگيا پيا هيا. انهي گئلري ۾ مشهور Discobolos جو بت ڏسي. ياد اچي ويو ته پاڻ کي ٻه ڪنهن زماني ۾ ائٿليٽڪ جو خفت هيو. هر روز ورزش ڪان پوءِ پنهنجي سيني ۽ ڏورن کي مائڻ مهل، پاڻ کي ٻه Discobolos سمجهندا هياسين. اج اهو جڻ جيئرو جاڳندو پهلوان، سامهون ٿالهي (Discus) اڇلڻ لاءِ تيار بيٺو هيو. ان ڪان سواءِ Dionysus جي مورتي تي سنگتراش جي ڪيل محنت ماڻهو کي مست پئي ڪري ڇڏي.

ويٽيڪان ميوزيم جڻ هڪ شهر آهي. اسان ميوزيم ۾ هلي ٿاڪوڙاتي پيا هياسين. اسان اتي ئي سيلف سروس ڪينٽين تان ڪجھ سينڊوچ ۽ بوتلون ونيء تازا توانا ٿياسين. مان هڪ گفٽ شاپ تان ڪجھ سوينيئر، ڪتاب ۽ تصويرون خريد ڪيون. جنهن ۾ مائيڪل اينجلو جي "Creation of Adams" ڊاونچي جي "Last Supper" ۽ رافيل جون تصويرون هيون. جيڪي يورپ ۾ ۽ ڪجھ سنڌ ۾ رهندڙ دوستن کي تحفي ۾ ڏنيون هيون. نصر ويچارو من موجي ڪالھ ڪان هتان جي گرجائن، ميوزيم وغيره ۾ ساٿ ڏئي ڪٽ ٿي پيو هو. پر يار هتان جي شاهڪارن ڏسڻ ۾ ايترو ته محو هيو جو ڪيس وقت گذرڻ ۽ ٿڪاوٽ جو احساس ئي پيو ٿي. نصر جڏهن ڪوڪا ڪولا جون يڪ ساهي ٻه بوتلون خالي ڪيون ته وري ميوزيم جا باقي هنڌ ڏسڻ لاءِ اٿياسين.

اسان ETRUSCAN ميوزيم ۾ اچي پاڻ کي گم ڪري ڇڏيو. هي حصو نون ڪمرن ۾ مشتمل هيو. جنهن ۾ پراڻا تابوت، ٽانو ٽپا، زيور ۽ نڪراتو وغيره رکيل هيو. ان حصي اسان جي دوست نصر کي ڪجھ قدر بيزار ڪري وڌو. هو اوباسي متان اوباسي پيو ڏي. آخر ٽڙنڪڙ ۾ انهن ڪمرن مان جلد ئي Tapestries گئلري ۾ آياسين. هت ڌاڳي ۽ سئي جي پرت جون تصويرون ناهيل هيون، جنهن بعد اسان کي Geo-graphical Maps واري حصي ۾ دنيا جا پراڻي ڪان پراڻا ۽ نوان نقشا رکيل نظر آيا.

هاڻي اسان ميوزيم جو مشهور هنڌ ڏسڻ لاءِ پيا وڃو. ان ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين، پاڻ کي تازه دم ڪرڻ لاءِ وري هڪ ڪينٽين تي ويناسين. ان حصي ۾ داخل ٿيڻ کان پهريائين اسان ان هنڌ جي اهميت ۽ مشهوري جي باري ۾ هڪ ڊگهي گفتگو ڪئي. جيئن اسان ان حصي جو پورو پورو مزو وني سگهون. اسان هاڻي مصوري جي دنيا جي عظيم ورثي يعني مائيڪل اينجلو جي تخليق ڪيل ڪائنات ڏسڻ لاءِ سستين چئپل وڃي رهيا هياسين.

هي چئپل، پوپ ڇهين Sixtus VI (1473ـ1481ع) جي نهرائڻ ڪري، ان اتي اهو نالو رکيو ويو. ان چئپل جو ذڪر فنون لطيفہ جي هر شوقين ٻڌو هوندو. ننڍڙا هوندا هياسين تہ گهر ۾ رکيل ڪتاب ۾ الله ۽ حضرت آدم جي تصوير توجه جو مرڪز هوندي هئي.

اسان جي ٻاروتڻي ذهن ۾ الله جو تصور عجيب وغيريب هوندو هو. پر مائيڪل اينجلو جي صحت مند الله جي تصوير ڏسي، ذهن تئين مونجهاري ۾ اچي ويندو هو. اسان بابا سائين جو اهو ڪتاب لڪائي، پاڻ تہ ٺهيو پر اوڙي پاڙي جي معصوم ذهنن کي بہ باريش خدا ڏيکاري، تعجب ۾ وجهندا هياسين.

هاڻي پنهنجي اکين سان اها اصلي تصوير ڏسڻ لاءِ هڪ اونداهي چئپل ۾ داخل ٿياسين. سارو چئپل ماڻهن سان ٽمٽار هو. ڪي بينچن تہ ڪي پٽ تي، ٽيڪ ڏيون ويٺا هيا. ڪافي شوقين، فرش تي ليٽيا پيا هيا. سيني جا ڪنڌ مٿي ۽ اکيون ڇت ۾ اٽڪيل هيون. مائيڪل اينجلو ان ڇت کي سيگارڻ لاءِ چار سال، ڪوازن تي سمهي ڪم ڪيو هو. ايتري قدر جو ڪنڌهن ڪائيندو پيئندو ۽ سمهندو بہ اتي هيو. چار ئي سال هر روز، مائيڪل اينجلو پنيرڪي ويلي، گڏهه گاڏي تي برش، ٽيوب، پينٽ، اسڪيچ، رنگن جون بوتلون وغيره کڻي اچي ڪم سان لڳندو هو. هي فلورينس جو ڏاهو سنگتراش، مصور ۽ عمارتساز بہ هو. هن ننڍڙي ڇت کي حصن ۾ ورهائي، مختلف شڪليون ڏنيون آهن. ڇت جو هيٺيون حصو ونگدار، ان بعد ٽڪندو ۽ ان مٿان وچ تي چورس رکيو آهي. باقي مرڪزي حصو مستطيل آهي. مائيڪل اينجلو ان 6000 اسڪوائر فٽن جي ڇت تي 400 تصويريون ٺاهيون آهن. هن ڇت تي ڪم شروع

چڏايائين.

مان ۽ ماڻهن جي ميڙاڪي جي پيرن ۾ فرش تي سمهي رهيس. آسپاس ۾ ڪجھ قدردان پنيءَ ڀر پيا هيا. منهنجون نگاهون ڇت ۾ چمڙي وانگر لٽڪيون پيون هيون. ان نون مستطيل حصن ۾ دنيا جون نادر ۽ اينجلو جي جواني جي ڪمائي ۽ شهرت جو سبب بڻيل تصويرون هيون، اينجلو سج اڀرڻ کان وٺي سج لٿي تائين ڪم ڪندو هيو. رات جو ۾ ٽوپ اڳيان ٻرندڙ بتي رکي، وري ڪم سان لڳي ويندو هيو.

ان ٽڪري ۾ بائيبل جي باب پيدائش جون تصويرون ٺهيل آهن. پهرين تصوير ۾ خدا روشني کي اونداهي کان الڳ ٿو ڪري. ٻئي ۾ روشني ۽ سج تخليق ٿو ڪري، ٽئين ۾ پاڻي ۽ زمين ٿو ڌار ڪري. چوٿين ۾ آدم کي پيدا ٿو ڪري. پنجين ۾ ڏاڏي آدم جي پاسرين مان ڏاڏي هوا ٿو ناهي. ڇهين ۾ شيطان کين ورغلائي رهيو آهي. ستين ۾ ويچارو آدم ۽ هوا بهشت مان تڙجي نڪري رهيا آهن. مصور اهي تصويرون اگهاڙيون ناهيون هيون. پر پوءِ هاءِ گهوڙا ٿي ته مذهبي عبادت گاهن ۾ اوگهڙ صحيح نه آهي. پر اينجلو جو دليل هو ته قيامت ۾ خدا، سيني کي اگهاڙو اٿاريندو.

هي تصويرون سوين سال گذرڻ بعد اڄ ۾ جاذب نظر ۽ چمڪدار آهن، جو ان مان ماڻهو اک ئي نٿو ڪڍي سگهي. هي تصويرون ڇڻ Three Dimension لڳي رهيون هيون. اينجلو ڪنهن جو چهرو، اکيون، ٻانهن يا گوڏو ناهيو آهي ته اهي، زنده انسان جا لڳن ٿا، نه کي پينٽنگ، ايتري قدر جو ماڻهن جي ڏاڙهي جو هڪ هڪ وار جدا ۽ ابريل نظر اچي رهيو هو. اسان وٽ اڪثر ماڻهو لڪير جا فقير آهن. ڪنهن ۾ معتبر ڪا ڳالھ ڪئي ته باقي سڀ بنا سوچ سمجھ جي ان جي تقليد پيا ڪندا. مشهور آهي ته ڪميونسٽ دور ۾ ماسڪو ريڊيو تي برف باري جي خبر نشر ٿيندي ئي هتان جا ڪامريڊ، ڪاڙهي ۾ ئي ڪوٽ پائي ڇڏيندا هيا. اهڙي طرح اڄ ڪلھ وري ڪن اديبن ۽ سياستدانن، صوفين ۽ مذهب جو چوغو پاتو آهي، ويچارا ڪيترا سنوان سڌا ذهن، وري ان لهر ۾ لڙهي ويا آهن. پر ڪي شيون ڪنهن جي تعريف ۽ تنقيد جو محتاج نه هونديون

آهن. هت بہ هر تصوير ۾ جڻ سحر هو. ماڻهو ڏسڻ سان پنڌ پهڻ پيو ٿي وڃي. پلي ماڻهو کي فن مصوري جي ڄاڻ هجي يا نہ، جيئن ڪا من موهڻي عورت، سيني جي اک جو تارو هوندي آهي. پلي ڏسندڙ جاهل هجي يا اقابر. منهنجي آسپاس موجود هر ماڻهو جي اها ڪيفيت هئي. بيخودي ۾ هر ڪنهن جي زبان مان ساراهہ جا جملا پي نڪتا. مائيڪل اينجلو ويچارو، ڇت کي سينگارڻ ۾ ايترو مدهوش هو جو هڪ دفعي پورا ٽيهہ ڏينهن هو ساڳين ڪپڙن ۾ بوٽ سوڌو سمهندو رهيو. آخر جڏهن هن جو بوٽ لاٿو ويو تہ پيرن جي چمڙي بہ لهي آيس.

مان پني پر ليٽيو. هر هڪ تصوير کي بار بار ڏسندو رهيس، وقت منهنجي لاءِ جڻ بيهجي ويو. اهڙي ڪيفيت زندگي ۾ ڪيترا دفعا ٿي آهي. هڪ دفعو انگلينڊ جي نيشنل گئلري ۾ تصويرون ڏسندو جڏهن فان گو Von Gogh جي مشهور تصوير Sun flower وٽ پهتس. سمجهيم تہ واچ جا ڪانٽا بيهجي ويا آهن، وقت گذرڻ جو احساس ئي نہ رهيو. ان مهل منهنجو ساٿي رضا پٺي ڀاڱهہ کان وٺي گهلڻ لڳو. پوءِ بہ مان ڪنهن ضدي ٻار وانگر هن کان پاڻ ڇڏائي، ڦري ڦري ان تصوير اڳيان ڪنهن پوڃاري جيان اچي بيهان پيو. هت بہ منهنجي ساٿي نصر ڪنهن ڪڙڪ صوبيدار جيان، زوري قميص جي ڪالر کان پڪڙي فرش تان پٺي اٿاري ٻاهر گهليندو آيو. واقعي سچ ۾ سونهن جو پنهنجو جهان آهي.

منهنجو دوست نصر هاڻي برلڳو پيو هو. هن هڪ ٻن ڏينهن کان قرباني ڏئي ويٽيڪان جا گرجا ۽ ميوزيم ڏنا هيا. هاڻي هن کي وڌيڪ ميوزيم ۾ هڪ منٽ رهائڻ بہ منهنجي وس ۾ نہ هيو. تنهن هوندي بہ مان هيٺائين وٺي ڏاڙهي تي هٿ رکي منٽ ڪئي مانس.

"يار ٿوري دير ۾ صرف رافيل جي گئلري ڏسي وٺون."

"سائين باهہ ڏيو رائفل کي"

"يار رائفل نہ پر مشهور مصور Raphael Sanzio جي گئلري ڏسي هلون ٿا."

"چڱو مان هت وينو آهيان" هن فرش تي ويهي، واچ ڏسندي چيو "تون اڌ ڪلاڪ ۾ واپس نہ آئين تہ مان هوٽل هليو ويندو مانءِ. پاڻ اڪيلو اچجانءِ... اها ڪا... شرافت...."

" نيڪ آ."

ائين چئي مان رافيل جي گئلري ۾ داخل ٿيوس. ان حصي ۾ 1508ع ڌاري رافيل 25 سالن جي عمر ۾ ڪم شروع ڪيو. گئلري ۾ چار ڪمرا آهن، پهرين ڪمري ۾ داخل ٿيس. جنهن جو نالو هڪ تصوير ڪري Fire in the Brogo رکيو ويو آهي. ان شاهڪار ۾ 847ع ڌاري Brogo شهر ۾ لڳل باهه جي ڏيک ۾ ٻارن، عورتن ۽ مردن ۾ ڦڙڦوٽ ڏيکاريل آهي. ٻي ڪمري ۾ انسان ذات جي چئن مکيه علمن فلسفي، ايشور وديا. شاعري ۽ عدل وانصاف کي چئن تصويرن ذريعي واضح ڪيو ويو آهي. مان جڏهن ٽين ڪمري ۾ پهتس ته اتي "The Ex-plusion of Heliodorus from the Temple" تصوير ڪافي پسند آئي. چوٿون ڪمرو Room of Constatine جي نالي مشهو هو. هي تصوير رافيل جي مرڻ بعد سندس شاگردن پوري ڪئي هئي. جنهن ۾ Constantine جي تلوارن ۽ ڍالن جي لڙائي ۾ گهوڙن، ماڻهن جي مرڻ ۽ ڪرڻ جي جڻ فلم هلي رهي آهي. ان ڪمري جي پرسان هڪ وراندي ۾ رافيل جي شاگردن عهدنامه قديم ۽ جديد جون ڪجهه تصويرون ناهيون آهن.

اسان ميوزيم مان نڪتاسين ته جڻ صدين جو سفر ڪري، وري موجوده دور ۾ پهچي ويا هجون. جيئن هڪ سهانو خواب ڏسندي، ڇرڪ ڀري جاڳ ٿي هجي. اسان ڪافي دير ۾ ويٽيڪان جي گهٽين ۾ گشت ڪندا، قديمي عمارتن جو حسن جهٽيندا وري اچي سينٽ پيٽرڪ چونڪ تي ويهي. سامهون سينٽ پيٽر چرچ جي گنبذ تي پونڊڙ پوپاڙي جي سج جي لالاڻ لهي رهي هئي. واپسي لاءِ مقدس شهر جا ڪليل صاف سٿرا رود ماپيندا، ٽبرندي جي ڪنٺي اچي دم پٽيو. ان ندي ذريعي ئي مائيڪل اينجلو پنهنجي شاهڪارن Pieta- Bachus- Laocoon ۽ ٻين مشهور مجسمن لاءِ ڳوريون سنگ مرمر جون ڇپون گهرايون هيون. ان پٿرن لاءِ مشهور آهي ته:
"Stone was not king, but god, they worshiped it."

ٽبر ندي ۾ تيز وهڪري بجاءِ ماٺار هئي، ندي تي هڪ پئي پرسان ٻه پلن جي پاسن وارين پٽين تي، سنگ مرمر جا جيئرا جاڳندا بوتا بيٺا

هيا. پلن ۽ مجسمن جو عڪس، ندي جي پاڻي ۾ سهڻو ڏيک ڏئي رهيو هو. اتي بہ ميلان جون چوڪريون فوٽوگرافي ۾ مگن مليون. جن ڪان سندن آبائي شهر ميلان جي باري ۾ ڪافي معلومات ورتي. چو جو اسان جو ايندڙ پروگرام، ميلان ڏسڻ جو هو. چوڪريون سريليون ۽ محبتي هيون. ڪجھ دير سندن سنهري چهرن سان اکيون ٺاري، پل پاري ڪري ويٽيڪان ملڪ ڇڏي، روم ۾ داخل ٿي وياسين. هي پهريون ملڪ هو جنهن ۾ ڪو سرحدي نشان ڪونہ هو. نہ پاسپورٽ ۽ جهڙتي ڏيٺي پئي، نہ وري اميگريشن ۽ ڪسٽم جو عملو موجد هو.

اسان سينديون وڃائيندا، ٺونيون ٺوڪيندا، بنا ڪٺڪي اٽلي جي شهر روم ۾ داخل ٿي وياسين. جڻ روهڙي گهمي واپس سکر پهتا هجون.

# پومپيائي

"عشق ڪرڻ وارا ماڪين جي مکڻ وانگر آهن..."

هڪ ڊگهي سفر بعد مان ۽ منهنجو محرم راز نصر جان، منيءَ ۾ پيوٽ، ميربون گنجيون ۽ چڊيون پايون، اچي نيپلز پهتاسين. اسان جي ڪلهن تي لاهوتن جهڙا گدلا ٻوترا لڙڪي رهيا هيا. اسٽيشن تي لهڻ سان اهو فيصلو نه پيا ڪري سگهون ته پهريائين تڪڙ ۾ تڪر ڪائجي يا ڪنهن هوٽل ۾ ڪمرو وٺجي، ماٺيي ۾ اچي، پوءِ پيٽ سان به پاٽي ڪجي. اسان اسٽيشن جي آس پاس وٽ وٺان ۾ ڪجھ اُيرا سيرا هوٽل ڏسي ورتا. پر ڪو به دل کي نه اَئڙيو. نيٺ هڪ وڏي هوٽل ۾ ڪاهي پياسين. اندر پير پاتو ته دانھ نڪري وئي "مار هت ته دنيا ئي ٻي آهي" هوٽل جي لائونج ۾ صوفن تي ڪيترا سوٽيڊ بوٽيڊ لاٽ صاحب سيٽيا وينا هيا. اسان پيو فقيرن کي گدلي حالت ۾ زنبيلون ڪلهن تي ڏسي في الحال ته ناگواري جي نگاهه سان نوازيائون، اسان به بي پرواه ٻليءَ جي ٻچ جهڙي، نرم قالين کي، گپ چڪ ۾ ليٽڙيل جوتن سان داغدار ڪندا، اچي استقباليه وٽ پهتاسين. ان مهل مينيجر ڪنهن ٻي گراهڪ سان ڏيتي ليتي ۾ مصروف هو. هن کي پنهنجي، پرستان جهڙي هوٽل ۾، اسان جهڙن جي موجودگي ٻوري لڳي رهي هئي. هن اسان کي آسماني مصيبت سمجهي، جان ڇڏائڻ لاءِ دل تي جبر ڪندي چيو:

"حڪم ڪيو؟"

"ڪمرو کپي"

"هي فائيو اسٽار هوٽل آهي"، هن جي زبان مان نوٽشي جهڙا لفظ نڪتا.

"پوءِ ڇا آهي" هن جي طنزيه لهجي تي، اسان کي به تائي وٺي وئي.

”ڪمري جو ڪرايو ٽي سو ڊالر آهي.“
”ٺيڪ... هڪ ڪمرو ڏيو“.
مينيجر حيرانگي مان، اسان کي اکيون ڇپيندي ڏسي، بيري کي ڪمري جي چابي ڏني.
بيري ٻوڙي سامان ورتو. اسان به ڪنهن ڪُتل، ترڙي وڏيري وانگر هوٽل جا مختلف لائونج، ڏاڪڻيون، گئلريون لتاڙيندا، نرم نفيس غاليچن تي چند ئي ڀيريون قدم رکندڙ نيل آرمر اسٽرانگ جيان، پنهنجي قدمن جا نشان ڇڏيندا، اچي هڪ ڪمري وٽ پهتاسين.
اندر گهڙياسين ته ڄڻ ليڊي ڊائنا جي ڪمري ۾ پهچي ويا هجون، بخملي ڪمري ۾ عياشي جي هر شيءِ موجود هئي. ٽي- وي، فون، ميوزڪ، مني بار، فرج، جنهن ۾ ميووي کان وٺي ڪيڪ پيسٽريون به موجود هيون.
مان سڌو غسل خاني ۾ گهڙي هنئين، غسل خاني ۾ مختلف شيمپوئن، ڪريمن، صابڻ کان وٺي خوشبوءِ جون ڪيتريون شيون پيون هيون. مان ڪيترن خوشبوئن جو ڪاڪ ٽيل ناهي، پاڻي جي ٽب ۾ پيئي، ان ۾ لڏڙي جيان ليٽي پيس.
وهنجي سنهجي نڪتس ته نصر مني بار کي منهن ڏيون ويٺو هيو. اسان به سڪڻي جيان هوٽل جي هر شيءِ سان هرويرو هٿ چراند ڪندا پيا وتون، پر اسان سان وڏو مسئلو اهو هو جو اسان پنهنجو سڀ سامان روم شهر ۾ رکي، رڳو ٽيٽيهر جهڙن ٽنگن تي چڊبون پائي نڪتا هياسين. جيڪي مسلسل رولڙي ۾ هل هلان ڪري پنهنجو اصل رنگ بدلائي ڪنهن تيلي جي پوشاڪ ٿي ويون هيون.
هار سينگار بعد ڏير لباس تي عطر عنبر هڻي، سڌو ڊائننگ هال ڏي لُڙ ڪئي، هال ۾ مايون توڙي مرد پنهنجي بهترين لباس ۾ هيا. صرف اسان بنگالي مجبرن جي ويس ۾ ڪين ڪلها پيا هڻندا وتون. اسان هيڪن وانگرن ڪاڏن کي هڪ ٻه چڪ مَسَ هنيا ته بمجي وياسين. پوءِ ناڙي ڍڳي جيان اوڳرايون ڏيندا ٻاهر نڪري آياسين.
هوٽل جي هڪ هال ۾ موسيقي جو پروگرام هلي رهيو هو. اسان رينگٽ ڀڏڻ لاءِ اندر داخل ٿياسين، اسٽيج تي ڳائڻا ۽ موسيقار ڌُم لايون

بيٺا هيا. اسان ٿڪاوٽ ۽ گهٽي ڪاٺ ڪري، سازن ۽ ڊرمن جي ڌڌڪن، باوجود بوبڪائي طوطي جيان جهوٽا کائي رهيا هياسين. نيٺ آرام جي خيال کان وڃڻ کان پهريائين مينيجر ٻگي اچي چيو:
"اسان لاءِ صبح جو سوير بومپيائي وڃڻ لاءِ هڪ ٽئڪسي جو بندوبست ڪري ڇڏي.

مينيجر وڏيڪ گهپي نه ڪئي شايد هاڻي هن کي اسان جي شاه خرچي جي خبر پنجي وئي هئي، يا تي سگهي ٿو ته هن اسان جا پاسپورٽ ڏسي پنهنجي ملڪ جو ڪو وڏو هيروئن يا مافيا جا بادشاه سمجهيو هجي. في الحال اسان هي گدلو لباس بهروپي ۽ فراري طور پاتو آهي. سمگلر جي فرار ٿيڻ تي ياد ٿو اچي ته ڀٽي صاحب جي دور ۾ جڏهن بلوچ، پختون ۽ سنڌي قوم پرست جيلن ۾ واڙيا ويا. اسان به ان ٻوڏ ۾ لڙهي اچي ڪراچي جيل جون ڪوٺيون ڀريون. اسان جا ڪيس اسپيشل ٽريبونل ۾ هلندا هيا. ان دور ۾ سمگلر سيٺ عابد حڪومت سان نانهي ڪري رڙرڙ تي ويو هو. حڪومت بدلي ۾ سندس ڏيءَ کي گرفتار ڪري ڇڏيو. ڪورٽ ۾ هر حاضري تي سيٺ عابد جي قيدياڻي ڏيءَ کي به آندو ويندو هو. اسان کي افسوس ٿيندو هو، جڏهن سيٺ عابد جي ڏيءَ پنهنجي هڪ ننڍڙي گڏڙي نياڻي سميت جيل ۾ هوندي هئي. مطلب ته حڪومت جو عتاب ۽ ڏاڏي جو ڪيتو معصوم ڏوهتي به لوڙيندي هئي.

اسان به نام نهاد سمگلر، مينيجر کي حڪم صادر ڪري ڪمري تي اچي جڻ ننڊ جي ٻڙي ٻي سمهي رهياسين.

صبح جو سوير هوٽل جي دروازي تي، هڪ باوردي ڊرائيور انتظار ۾ بيٺو هيو. هن ڪڙڪيدار سلام ڪري هڪ مرسيڊيز ڪار ۾ ويهاريو. سفر جي آغاز مهل پريات جو سمون هو. شهر کان نڪرڻ مهل لڳي پيو ته جڻ ڪراچي جي ڪياماڙي جي روڊن تان گذري رهيا آهيون. گاڏي سمنڊ جو ڪنارو ڏئي هلي رهي هئي. ڪافي هنڌن تي سمنڊ جي ڇولين جي ترنم سان گڏ، چريو ڏاتورو پيتل جهازن ۽ هوڙن جون ٻتيون جهومندي نظر اچن پيون.

اسان به سمنڊ جي ٿڌي هير ڪري ڪيرا لڳاپيا هياسين. ڪڏهن ته باد نسيم جي چاتي تي مٿو رکي، اکيون ٻوٽي پيا ڇڏيون، ائين ننڊ ۾

جاڳ جو ڪيل ڪيڏندا نيپلز کان ڪافي ميل ٻاهر نڪري آياسين. هاڻي سج ٻه پنهنجي سفر لاءِ بگي گهوڙي، جون ربنو ڊيوڻ ڪري ڇڏيون هيون. اسان پنهنجي پنڪن جو انت آڻڻ لاءِ وڻن جي جهنڊ ۾ لڪل هڪ هوٽل وٽ گرم چانهه جون پيالون خالي ڪرڻ لڳاسين، ڊرائيور اسان کي ڪجهه هشاش بشاش ڏسي پنهنجي معلومات جي ذخيري مان نوازيندي چيو "سائين هن هنڌ تي پراڻي زماني ۾ يوناني جهازران سڪيا وٺڻ ايندا هيا." چيو وچي ٿو ته تاريخ ۾ صدين کان رومن ٻني ٻارو ڪنڌڙ قوم هئي. هن ڪڏهن ٻه ٻين قومن جيان وڻج واپار ۾ ڏاهپ وارا ڏنڊا نه ڪيا هيا. تنهن هوندي ٻه رومن ڪڏهن ٻه يونانن کان سمجهه ۾ فن ۾ گهٽ نه هيا. ڳالهين دوران منهنجي ساٿاري نصر ڊرائيور کان پڇيو:

"استاد تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

"ميريو"

ميريو نالو ٻڌي منهنجي ذهن جي بستري تي يادگيريون انگڙايون ڏيڻ لڳيون. اهو نالو... ڪٿي ٻڌو آهي... پڙهيو.... ها... ها... ميريو اٽلي مي مشهور ليکڪ البرٽ موراويا جي ڪهاڻي جو هڪ ڪردار آهي. البرٽ موراويا اٽلي جي چوٽي جي اديبن مان آهي. اٽلي تي فاشزم جي ڪاري ڪڪر دوران هن جي ڪتابن تي بندش وڌي وئي. موراويا جنس، محبت ۽ وهمن ۾ گهريل انسانن جون تصويرون چٽيون آهن. پڙهندڙن کي هن جي لکڻين ۾ نرمي پر اظهار ۾ قوت محسوس ٿيندي آهي، هن جي ڪهاڻي ۾ يورپ جي وچين طبقي جي جنس ۾ وڪوڙيل زندگي ڏيکاريل آهي. موراويا جي انفراديت سندس تکي، چڀندڙ ۽ مٺي درد جو احساس ڏيندڙ لکٽي ڪري آهي. بهرڪيف "ميريو" ڪهاڻي ۾ البرٽ موراويا ڏيکاريو آهي ته هڪ انجڻ جو مستري اوزارن جو ٿيلهو کڻي روزمره جي ڪرت سان وچي رهيو هو، پاڙي جي هڪ پوڙهي ڪيس رستي ۾ ملي وئي. پوڙهي عورت ڳالهين دوران، مستري کان سندس زال جو حال احوال پڇندي ٽوڪ طور چيو: "اسان جي دور ۾ مرد پنهنجي زالن کي اطمنان سان گهر ويهاري ڏنڊي ڏاڙي تي ويندا هيا. واپسي ۾ زال هنن کي اهڙي ئي ملندي هئي. موجوده دور ۾ اها پاڪيزگي نه رهي آهي... توبه... توبه..."

”پر ان ڳالھ سان منھنجي زال جو ڪھڙو واسطو“ مستريءَ چرڪ ڀري ڪائنس پڇيو.

”اھا ڳالھ ڦلاڻي مائي کان وڃي پڇ“ پوڙھي ڪيس جواب ڏنو.

مستري ڪاوڙ مان ڊوڙندو ان مائي وٽ پھچي ڪائنس حقيقت پڇي، مائي ڪيس نھ پھ جواب ڏنو ”مون کي ايتري خبر نہ آھي بھتر آھي تہ اھا ڳالھ ڦلاڻي چوڪري کان وڃي معلوم ڪر.“

مستري سھڪندو ان چوڪري وٽ پھتو. چوڪري ڪيس ڪنھن ٻي عورت ڏي ٽپال ڪري چڏيو. ميريو اھڙي طرح ڪيترن عورتن جي ڪڍ ڊوڙندو رھيو. نيٺ ھڪ مائي ڪيس چيو تہ ”اجايو رلي خراب ٿيو آھين، اھا ڳالھ مون کي تنھنجي گھر جي چوڪيدارڻي ٻڌائي آھي.“

آخر ھو ويچارو سارو ڏينھن ڌڪا ٿاپا کائي، ٿڙندو ٿابڙندو اچي پنھنجي گھر جي جوڪيدارڻي کان پڇيو، چوڪيدارڻي گوٺ ناٿ بعد ڪيس چيو- ”مالڪياڻي مون کي جھليو آھي.“ نيٺ مستري جي دڙڪن ۽ دھمانن بعد چوڪيدارڻي ڪيس چئي ڏنو ”اجايو ٿو مون تي ڏمرجي. ميريو تہ ھاڻي بہ مٿئين ڪمري ۾ تنھنجي زال سان ويٺو آھي.“ مستري باھ ۾ پنيٺ لڳو، تر ۾ رھندڙ ٻين ميريو نالي وارن ماڻھن جي باري سوچيندو مٿي ڊوڙندو وڃي ٿو، منھنجي... زال... ميريو ڌوٻي... ميريو رنگساز... ميريو جمعدار... يا ميريو پاڇي واري سان سٽي پئي ھوندي، ھو مٿي پھچي ڌڪو ڏئي در کولي ٿو تہ حيران ٿي وڃي ٿو، جو جو سندس زال پنھنجي سڳي ڀاءُ سان ڪچھري ڪري رھي ھئي. ھن جي ڀاءُ کي جيل جي سزا لڳل ھئي مستري زال کي جھليو ھو تہ ”پنھنجي ڀاءُ کي ڪڏھن بہ گھر اچڻ نہ ڏي“. تنھن ھوندي بہ ھوءَ لڪي ڀاءُ سان ملندي ھئي. ميريو سندس ڀاءُ جو نالو ھو. ھاڻي ڊرائيور جو نالو ميريو ٻڌي موراويا جي اھا ڪھاڻي ياد اچي وئي.

اسان ميريو سان ساري رستي ۾ مختلف موضوعن تي ڪچھريون ڪندا. ڪيترا ننڍڙا وڏڙا ڳوٺڙا لتاڙيندا پيا اچون، ھڪ ننڍڙي سعيد آباد ۽ ھالا جھڙي شھر جي وچ مان، گذرڻ مھل ٽرئفڪ اھڙي بي ترتيب ھئي جو اسان جي ڊرائيور گاڏي جو شيشو ھيٺ ڪري، چڙ مان اڳين ڊرائيور کي گار ڏني.

”تنهنجي پيٽ...“
”هل ڙي تنهنجي زال...“ اڳين ڊرائيور موٽ ڏنس
تنهنجي... تنهنجي...

اٽليءَ جي هر شهر ۾ ٽريفڪ جو حال ڏاڍو خراب آهي جنهن کي جتان داءُ لڳندو آهي. پنهنجي گاڏي ان ۾ ٽنبي ڇڏيندو آهي. پلي سندس پويان گاڏين جو ڏنڻ پيو رنيون ڪري. اسان جو ڊرائيور به ڪنهن وَهڙي کان گهٽ ڪونه هيو، لڳي پيو ته هو به ٽريفڪ جي ڪوڊ کان نابلد آهي. ساري واٽ هن جو گار جو زيڪو پيو پوي. هاڻي به دري جو شيشو لاهي سامهون واري ڊرائيور جي ستن پيڙهين ۾ ڪاٻه ڀاڀوريل ڇوڪري کي نه ڇڏيائين، جنهن کي هن ڳورهاري نه ڪيو هجي.

اٽليءَ جي اهڙين ڳالهين ۽ بي قاعده ٽريفڪ ڏسي مون کي انڊونيشيا ياد اچڻ لڳو. خاص ڪري جڪارتا شهر ۾ گاڏيون شرافت سان نه پر مڙسي کان هلائيبيون آهن. اتي به اسان جي ملڪ جيان اصول آهي ته گاڏي کي ٽرئفڪ جي پيهه ۾ اندر ڦاسائيندا وڃو. مولا ڪندو ته پاڻهي جاءِ نڪري ايندي. بهرحال انڊونيشيا ۾ هڪ سٺي ڳالهه اها نظر آئي ته ٽريفڪ پوليس کي ڇڏي عام ماڻهو ۽ راهگير به چونڪن ۽ ڳتل هنڌن تي بيهي، ٽرئفڪ جي سپاهين جيان اشارا ڏئي، ٽرئفڪ کي ضابطي ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، اهڙين ماڻهن/ ڇوڪرن کي گاڏين جا ڊرائيور/ مالڪ ڪيسي مان ڪجهه رپيا ڏئي وَٽ ڪرائيندا آهن، اڪثر واندا يا بي روزگار ڇوڪرا ائين ٽرئفڪ سنڀالي چانهه، چوڳي جيترا پئسا ڪڍي وڃندا آهن.

ميريو ڊرائيور هر فن مولا هيو. هو رستي ۾ چرندڙ پرندڙ ۽ جامد شين جي باري بنا بريڪ تبصرو ڪندي پي هليو. اسان جو يار نصر به گهٽائيس نه پيو. هڪ هٽي پيو ته ٻيو ڪٽي پيو. آخر هڪ سهڻو بيچ ڏسي تل ڦل لاءِ گاڏي بيهاري. ان Ercolano بيچ تي سياحن جي لاءِ ڪافي سهولتون هيون، پر هت سمنڊ جي مانار ڏسي لڳي پيو ته ڪو معصوم ٻارڙو ٽيج ڏائڻ بعد هندوري ۾ لڏي رهيو آهي. مون کي ان وقت ساموندي سانت، تصور ۾ هنگلاج وٺي وڃي ٿي. ڪجهه عرصو اڳ سوين ياترن سان گڏ، هنگلاج ديوي جي ديدار لاءِ نڪران ٿو، هندو ياترن جي سنگ سندن سانڻ سنوڻ پورا ڪندا نيٺ ڪارڙي نديءَ پهچون ٿا. اڳو جي چوڻ مطابق جڏهن

رام سيتا لڇمڻ هنگلاج آيا هيا ته ان هنڌ تي سنان ڪري پوءِ ديوي تي ويا هيا. اسان ڪجھ دير پنڌ ئي واريءَ جو سمنڊ پار ڪري، پاڻي جي سمنڊ تي پهتا هياسين. آسمان جيان وسيع سمنڊ چپَ پڪوڙيون سانت لڳو پيو هو. اسان به ٻين عقيدت مند پانڌيئڙن سان گڏ سنان، آرتي، پرساد وغيره ونـي وري اڳتي راهي ٿيون ٿا. فرق صرف اهو هيو جو اتي اسان سان سَتيون سيتائون ساڻ هيون. هت چوڦير ميڊم بواري جهڙيون بَلوري بدن ۽ ايـريل سيني واريون حسينائون جواني جي جوت جلايو وينـيون هيون.

مان نصر کي هنگلاج ياترا جو قصو ٻڌايو ته هن رنگ برنگي آڙين جيان ترندڙ نازنين ڏي اشارو ڪندي چيو "پـائو هنن عورتن ڪري ئي دنيا ۾ حسن آهي، عورتون ئي هر هنڌ کي سرهن بخشن ٿيون، هن بيچ تي به سهڻن پکن جيان تـبـيون ڏيندڙ مائن کي ڪـڍي رکو مرد وهاري ڇڏيو ته هي سمنڊ جو ٽڪرو به پاڻي جو قبرستان لڳندو". مان هن جي سامهون ته نه مڃيو پر اندر جي دري مان هڪ وڏو جلوس نعرا هڻي رهيو هو ته "نصر سچ ٿو چئي". مان ان نعري ۾ ٿوري رد بدل ڪئي ته "پنهنجي پرين جي موجودگي کان سواءِ هن جهان ۾ ڪهڙو مزو..."

"آن سيه چرده ڪـه شـيرينـي عـالم با اوست
جشم ميگون ولب خندان دل خرم با اوست"

(جهان جو ميناج ان ڪاري وارن واري معشوق جي ڪري آهي ۽ اکين جي لعلاڻ (مستي) چپن جي مرڪ ۽ دل جي خوشي سڀ ڪجھ انهيءَ جي طفيل آهي).

ميريو رستي جي ٻـنهي پاسن کان خاڪ جا بلند ڍير ڏيکاريندي چيو "هي رک جڏهن پومپيائي تباهه ٿيو هو ان وقت کان پئي آهي".

پومپيائي جي تباهي جو ذڪر نڪتو ته مون کي پنهنجي آرڪيالاجي شوق جا رولڙا ياد اچڻ لڳا، ان خفت ڪري ئي دنيا جي ٻين قديم آثارن جي باري ۾ پڙهڻ ۽ ڄاڻڻ جي جستجو ٿي دنيا جي ٻين ڪندرن جيان پومپيائي جو نالو به منهنجي شوق جي ميدان تي ڪڏهن ڪڏهن ڪيڏڻ ايندوهو. خاص ڪري پومپيائي جي پراڻي رهڻي ڪهڻي جي پس منظر ۾ Lord lytton جو لکيل ڪتاب (The last days of pompeii) ۽ ٻيا

حوالا پڙهڻ ڪري هاڻي ٻه منهنجي ذهن جي ڪتاب ۾ پومپيائي جي تباهي واري ڏينهن جو نقشو صبح جي سج جيان نروار ٿيڻ لڳو.
"گرمي جي موسم ۾ 24 اگسٽ 79ع ۾ پومپيائي جا پنجويهه هزار شهري، صبح جو دستور مطابق ننڊ مان جاڳيا، ﭘﻨﻴﺮڪي ڪان ئي ڪيتريون گاڏيون گاهه ۽ اناج سان سٽيل شهر ۾ داخل ٿي رهيون هيون. صدين کان اهڙين ڀورين گاڏين هلڻ ڪري سڙڪون ويهجي ويون هيون.
شراب جي دڪانن تي پياسي ملاحن کي شراب پيارڻ لاءِ حسينائون ساري ڏينهن جي ٿڪاوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وينيون. پومپيائي جا ماڻهو شراب جا ڪوڏيا هيا. خاص ڪري جڙي ٻوٽين ملايل گرم شراب هنن جي ڪمزوري هيو. شراب جي گتي کي "ٿرماپوليا" چيو ويندو هو. ٿرماپوليا تي آهستي آهستي آفريڪي ۽ يوناني ملاحن جو ميڙو مچڻ شروع ٿيو هو. حسين دوشيزائون ڀورين مينائن مان گرم گرم دارون پيئڻ لڳيون. موت ۾ مهاڻن ۽ جهاز جي خلاصن جي سڪن جي جهنڪار مهه جبينن جي ڪن پوڻ لڳي.
شهر جا ٻيا دڪان به کلڻ لڳا. ٻارڙا ٿيلها کنيون اسڪول ڏي راهي هيا. انگورن جي باغن جا وڏيرا پنهنجا پڙيل باغ ڏسي گد گد پيا ٿين ته هن سال خوب واپار ڪبو ۽ وڏو ناڻو ڪمائبو. ان مهل پومپيائي جي پويان چار هزار فٽ بلند ڪوهه ويسو ويس به ڪرڪنيون شهر جي جاڳيندڙ رونق ڏسي رهيو هو. پر اڄ هن جي منهن ۾ گهُنڊ هيو. ڪوهه ويسو ويس جيڪو صدين کان شهرن تي ٿڌي ڇانو ڪيون پيو هو. هڪ وحشيانه گڙگاٽ سان قاتي ماڻهن مٿان ملڪ الموت جيان نازل ٿيو. ان ٽنن جي حساب سان ٻڪ ٻري معصوم ماڻهن تي گرم رڪ ٻرڪڻ شروع ڪئي. ويسو ويس ڪجهه پهرن ۾ شهر جو چهرو بگاڙي ڪيس نگاهن اڳيان گم ڪري ڇڏيو. سج به ٽي ڏينهن آتش فشان جي اڏايل رک جي ڪڪرن مان ليئو پائي نه سگهيو. هڪ ڏينهن بعد جبل مانو ٿيو ته هڪ کلندڙ ٻاالهيندڙ شهر خاڪ ۾ ملي ويو.
هاڻي اسان جي ڊڪ پومپيائي جي ان تاريخي کنڊرن ڏي هئي. جن کي ٻيهر 1748ع ۾ هڪ واهه جي کوٽائي دوران اوچتو هٿ ڪيو ويو هو. اسان جي گاڏي پومپيائي جي ويجهو پهچي چڪي هئي. پومپيائي جي



وسيوَس جبل جي چوٽي جو مَنهن جتان جوالامکي ڦاٽ ڪاڻي نڪتي ۽ صدين جي انساني محنت کي غارت ڪري ڇڏيو.



جوالامکي جي ساڙيندڙ رک جا ماريل لاش، جيڪي شهر جي کوٽائي دوران هٿ آيا.



پومپائي ۾ جوپيٽر جو مندر



پيڪس پراڪولس ۽ سندس زال جي تصوير، ان
زماني ۾ آرٽ جي بلوغت جو هڪ ٿهڪندڙ مثال

پرسان خليج نيپلز، ڪليل ٻانهن جيان، آڌر ڀاءُ ڪري رهيو هو. اسان کي ان شهر جي ڪابه شيءِ غير معمولي نه لڳي. پومپيائي جهڙا ڪيترائي ڳوٺ اٽلي جي ميداني علائقن ۾ ٽٻڪن جيان ڦهليل آهن. اسان لهڻ سان ئي شهر جي پٺيان ويسو ويس جبل تي نگاهه وڌي. جنهن جي سائي گاهه سان ڍڪيل چوٽين تي ريدار ۽ ٻڪرار پنهنجو ڌڻ چارڻ ويندا هيا. پومپيائي جي بيهڪ ڏسي لڳي پيو ته ڪنهن زماني ۾ هي خوش وخرم ماڻهن جو مصروف شهر هوندو.

پومپيائي جي کنڊرن پرسان ئي ڪيترا هوٽل، گفٽ شاپ، گهورڙيا، ڪتاب گهر هيا. اٽلي جي ٻين ماڳن مڪانن جيان اتي به سياحن جا ڳتڪ لٽل هيا. اسان گاڏي مان لهي اچا آرس پڳو ئي مس ته ڊرائيور اسان کي زوريءَ هڪ سوناري جي دڪان ۾ گهلي ويو. ڊرائيور سوناري کي الائي ڪهڙي پٽي پڙهائي جو تڪڙ ۾ ننڍيا نار، بوتلون اچي ويون. دڪاندار شوڪيس تي زيورن جا مختلف نمونا رکڻ شروع ڪيا. اهو لڪاءُ ڏسي اسان جو وات پٽجي ويو. هن سامهون هارن جو ڍير لڳائي بس ڪيو ته اسان ڊجي هارن جون قيمتون پڇڻ شروع ڪيون.

"هڪ لک... سوا لک... ٻه لک... ڏيڍ لک...."

اهي بم گولن ڦاٽڻ جهڙيون قيمتون ٻڌي لونڊڻ مان نڪاءَ نڪري ويا. اسان مهانگائپ جي شڪايت ڪئي ته مچڏو زرگر ٻانهن کان وٺي دڪان جي هڪ ٻي ڪنڊ ۾ گهلي ويو. جتي هن مختلف هيرا جواهر، منڊيون، شوڪيس مٿان سجائڻ شروع ڪيون. اسان ڏڙڪندڙ دل سان هڪ معمولي قسم جي منڊي جي بهاپڇي.

"توهان کان اَسي هزار..."

اسان هن جي وات مان ٽري ناٽ ٽري جيان نڪرندڙ لفظن کان گسائي، پجي جان ڇڏائي. اسان جا قدم هاڻي پومپيائي جي کنڊرن طرف وڌڻ لڳا. کنڊرن جي مکيه دروازي وٽ ئي عجائب خانو هو. هت ننڍڙا مجسما، رانديڪا، ٺالهيون ماني جا ٽڪرا، شيشي جا پيالا، سڪا، ان کان سواءِ مٽر، گوگڙون، انگور، زيتون، وغيره رکڻ جون ٽوڪريون، وسنيءَ وارن جي ٻراٽي رهٽي کهٽي جو نمونون ٻڌائي رهيون هيون. اسان کي هتان جون لڌل گهٽيون شيون نيپلز جيَ عجائب خاني ۾ به نظر آيون

هيون.

اسان خشڪ نگاهن کي ڪندرن ۽ عجائب خاني اڳيان وڇايل ساوڪ تي هاري ڪجھ تڏاڻ حاصل ڪري پيا ونون. شهر کي ڏنل مضبوط ڪوٽ جي ديوار خستہ حالت ۾ ڪنهن اپاهج فقير جيان بيٺي هئي. اسان سرنگ نما مکيہ دروازي مان اندر گھڙياسين. شهر سمنڊ کان پرپرو هڪ ميدان تي هئڻ ڪري ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ بہ رستا هيا، هڪ پيادل ماڻهن لاءِ ۽ ٻيو ڏاند گاڏين لاءِ، جيڪي سمنڊ مان مڇي، لوڻ وغيره شهر ۾ کڻي اينديون هيون.

اسان جي سامهون حد نگاهہ تائين پومپيائي جا هڏا گڏا پکڙيا پيا هيا. اسان جي ساڄي هٿ تي هڪ وسيع عمارت جي سڙيل سڪل پڃري اندر، سياحن جي ٽولي کي، هڪ مڪاني گائيڊ وڏي اداڪاري سان پومپيائي جي تباهي جو منظر دردناڪ انداز ۾ ٻڌائي رهيو هو.

"24 اگست 79ع جو منجهند جي هڪ بجي ڌاري قيامت جو وقت اچي ويو." گائيڊ هٿ جي اشاري سان سياحن کي سامهون نظر ايندڙ هڪ جبل ڏيکاريندي چيو، ان گرم ڏينهن تي ويسوويس جبل مان، پومپيائي جي ماڻهن کي هڪ زبردست ڌماڪو ٻڌڻ ۾ آيو. جڻ جبل پاڻ ۾ وڙهي پيا هجن.

"هي ڇا ٿيو؟"

شهر جا ماڻهو پريشاني ۾ بوڪلاٽ مان هڪ ٻي کان پڇي رهيا هيا.

"ڇا آسماني خدائن جي وچ ۾ اٽڪٽ ٿي وئي آهي..."

"ڏسو! ويسوويس جبل ڏي ڏسو" ڪنهن رڙ ڪئي هزارين اکيون مٿي کڄيون، هزارن هٿن اشارا ڪيا، ويسويس جبل جي چوٽي تي هڪ ڪارو ڪڪر اٿيو. جيڪو مٿي آسمان ڏي چڙهندو ويو. هڪ رومي فلاسافر پليني واقعي واري هنڌ کان ٻاويھ ميل پري ان حادثي جو اکين ڏٺو احوال ٻڌائي ٿو تہ: "اهو ڪڪر ڪنهن وڻ جي شڪل جهڙو هيو... اهو هوا ۾ ڪافي وڏي ٿڙ جيان بلند ٿي، پوءِ پٿر، رک جيان هوا ۾ اُڏي شاخن ۾ ڦهلجي ويو. ان جو رنگ اڇو... پوءِ ڪارو... پوءِ اڇن ڪارن دٻن وارو..." گائيڊ پنهنجي عينڪ اگهندي وري ذاڪر جيان روح راڙو شروع ڪيو.

"پومپيائي تي ٿوري دير ۾ طوفان سان گڏ ٻرڻ وانگر پٿر وسڻ لڳا، ماڻهن پٿرن کان بچڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ لائي ڏني.

"هي چا تي رهيو آهي" ماڻهو هڪ ٻئي کان پڇي رهيا هيا. ماڻهو ٻاڪارون ڪندا، جو پيٽر، اپالو، آسيس جي عبادت گاهن ڏي ڀڳا. مندرن جا پروهت شهرن کي تسلي ڏيڻ سان گڏ پاڻ ۾ ديوتائن کي ٻاڏائڻ لڳا. منجهند جي وقت شهر ۾ اوندهه ٿي وئي، گرم پٿرن سان سڙيل ۽ زخمي ماڻهو رڙيون ڪري ديوتائن کي پڪاري رهيا هيا. ڪجهه همراهه ڀڄي گهڙي ۾ شهر ڇڏي، ٻيڙين تي چڙهي ڀڄي ويا. ڪن حمامن ۽ تهه خانن ۾ پناهه ورتي. دهشت ناڪ پٿرن ۽ ڌماڪن سان گڏ زهريلي گئس وڌڻ لڳي. دوزخي پٿرن کان ماڻهو ڀڄي سگهي پيو پر زهريلي گئس کان ڪٿي لڪي. صرف هڪ ڏينهن اندر پومپيائي لاشن جو شهر ٿي ويو."

گائيڊ پومپيائي جي درد ڀري تباهي جو حال پورو ڪيو ته هڪ سياح کائنس پڇيو:

"هر قيليم به ته ان آتش فشان ڦاٽڻ ڪري تباهه ٿيو هيو نه"

بلڪل! هر قيليم سمنڊ ڪناري نيپلز ڀرسان ڳوٺڙو آهي... جڏهن پومپيائي تي پٿر ڪري رهيا هيا ان وقت ويسوويس جي ويجهو هر قيليم شهر به مختلف مصيبتن ۾ گهيريل هو. اهو ڳوٺڙو آتش فشان ڦاٽڻ بعد ڪجهه ڪلاڪ محفوظ هيو. رڳو ٿورڙا پٿر هن مٿا ڪريا. هر قيليم جا ماڻهو پري کان پومپيائي تي ڪرندڙ قيامت ڏسي رهيا هيا... اوچتو هن مٿان به اچي آفت ٽٽي. گرمي ڪري هيٺائين تي پاٽي جمع ٿي، رڪ ۽ گپ جو هڪ درياهه ٿي ويو. ٺهڪندڙ گپ ٿوري دير ۾ هر قيليم جي مٿان اچي ڪري، ڏهه هزار ماڻهو جهٽ پلڪ ۾ سٺ فٽ گپ جي هيٺان غرق ٿي ويا."

"يشش... ماريا..."

گهڻن سياحن سيني تي صليب جو نشان ناهيندي چيو:

سياحن جي ٽولي ۾ اڪثريت جهونڙن ۽ جهونڙين جي هئي. گهڻيون نانيون ويچاريون هلڻ کان هلاڪ، پير پير سنڀالي هلي رهيون هيون، گائيڊ جيئرن جاڳندڙن قديم آثارن جي جٿي کي هڪ ڇيله ڀڳل عمارت جي اندر اچي ببهاري، پنهنجي زبانداني جي ڪرامت ڏيکارڻ لڳو "هي وينس

جو مندر آهي... وينس پومپيائي وارن جي مهاديوي هئي..."

اسان ڪافي دير کان محسوس ڪري رهيا هياسين تہ گائيڊ اسان کان ڪجھ قدر ڪنائي ۽ ڪَٽَ کائي رهيو هو. مان اُتي نصر کي چيو:

"يارا گائيڊ اسان کي تاڙي ٿو جو اسان هرويرو سندس ڪڍ لڳا آهيون. بهتر آهي تہ اسان کائنس اجازت وٺي سندس ٽولي ۾ شامل ٿيءُ کنڊرن گهمڻ جو مزو وٺو."

نصر هري هري هن جي پر وٽي پنهنجو مطلب ٻڌايو. گائيڊ سيني سياحن جي سامهون وڏي بي حيائي سان دٻڙاٽ پٽيندي چيو.

"نہ ڪا ضرورت ڪانهي اوهان هتان تري وڃو... ڪو ٻيو گائيڊ هٿ ڪيو."

هن سيني جي سامهون اسان جي ڪچي ڪري وڌي. اسان هن جي غير مُهذب لهجي تي ڪنڌ لڙڪايون، منهن ٻيلا ڪيو، ڪنهن هارايل جواري جيان پڳاسين. اتي مان نصر کي دلداري ڏني." استاد پرواھ نہ ڪر. پاڻ وٽ پومپيائي جي آثارن جو گائيڊ بڪ آهي. جنهن ۾ هر عمارت جي تصوير ۽ ان باري ۾ معلومات ڏنل آهي. اسان گائيڊ کي هرويرو پئسا ڇو ڏيون." ائين چئي مان هڪ پٿر تي ويهي، پنهنجي آرڪيالاجي ۽ انجنيري جو گارو ناهي، نقشن جي مدد سان، هر جاءِ جي صحيح ٻيهڪ جوڙي ٻيهاري.

اسان هاڻي ڪتابڙو کنيون پومپيائي Forum ۾ ٻيناهياسين. هي فورم سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ مذهبي ڳالهين جو مرڪز هو. هن جي چوڦير شهر جون ٻيون ڪيتريون مشهور جايون هيون فورم جي پرسان ئي مندر جي عمارت هئي. ان ق- م ۾ جوڙيل مشهور عمارت جي هڪ هند تي شهنشاھ اگستس جو بوتو ڇاپيل هو. ان کان سواءِ ديوار تي ڪيتريون عبارتون لکيل هيون. اسان ڪتاب جي مدد سان هڪ عبارت پڙهڻ شروع ڪئي "اي ديوارا مون کي تعجب آهي تہ تون اڃا تائين هنن اديبن جي بار هينان ڇپي نہ ٿي آهين." اها عبارت پڙهي لڳي پيو تہ ويچارن اديبن تي هر دور ۾ ڏمر ۽ جنون ٿينديون رهيون آهن. مندر جي ديوار جي اندرين پاسي، قطار ۾ ڪيترا ٿنڀن جا آثار بيٺا آهن. وچ ۾ ڪليل عمارت کي چوڦير ڇت وارا وراندا ڏنل هيا.

پومپيائي ۾ سخت گرمي هئي. لڳي پيو ته لاڙڪاڻي جي ڪاڙهي ۾ موهن جي دڙي ۾ بيٺا آهيون. هت ٻين سياحن وٽ ٽوپيون ۽ رومال هيا. ڪن ته مورڳو قميصون ۽ گنجيون لاهي مٿبي تي رکيون هيون. گهٽ وٽ ٿڌي ۽ ٿرماس جو بندوبست به هو. اسان ڪنجوسٽن کي تپش تنگ پئي ڪري ته ڊوڙندا ڪنڊرن ۾ ڪن جاين تي، لڳل پاڻي جي نلڪن جون ٽونٽيون ڪولي پنهنجي ڊيڊي آلي پيا ڪري ونون. ساڳي وقت ڪجھ ڊُڪ اندر جي اڳڻ تي هارڻ بعد تتل هيانو تي ڇنڪار پيو ٿي وجي.

پومپيائي جا رستا ڪافي سوڙها هيا جن مان ڊبگي گاڏي جو به گذرڻ مشڪل هو. البت شهر جي وچ ۾ ڪجھ ڪشاديون شاهراھ به هيون. ان شاهراھ ذريعي گاڏين تي مال آٽي شهر جي ٻين حصن ڏي موڪلبو هو. اتي گهمڻ دوران اسان کي سڙڪن سان گڏ ڪاٽي به پاڻي جي نڪاسي جو بندوبست نظر نه آيو. سڙڪ جي وچ تي وڏا وڏا پٿر رکيل هيا. جنهن مان اندازو ٿئي پيو ته پاڻي جي نيڪال لاءِ ناليون نه هئڻ ڪري برسات جي موسم ۾ پاڻي کان بچڻ لاءِ ماڻهو ان پٿرن تي پير رکي گذرندا هيا. جيئن هت اڄ به اسان وٽ گپ چڪ ۽ پاڻي کان بچڻ لاءِ پٿر رکي پل ناهي، ان مٿان گذربو آهي.

اسان پومپيائي جي سڙڪن ۽ پاڻي جي نيڪالي جي پلاننگ کي موهن جي دڙي سان ڀيٽيون پيا ته هزارين سال اڳ موهن جي دڙي ۾ جوڙيل گهرن توڙي سڙڪن جي پاڻي جي نيڪال جو اسان کي جوڳو بندوبست ڪيل نظر اچي ٿو.

خاص ڪري پومپيائي جي مکيه سڙڪ تي گهمندي، مون کي موهن جي دڙي جي وي- ايس- ايريا ۾ صدين کان ڊوڙندڙ ڪشادي سڙڪ ياد اچي رهي هئي.

اسان سڙڪن تان گشت ڪندا اچي، اپولو ديوتا جي مندر ۾ بيٺاسين. در جي ساڄي پاسي اپولو جو بت بيٺو هو ۽ ان جي سامهون ڊائنا جو ڌڙ پيو هو. ٻنهي جي هٿن ۾ تاڻيل تير ڪمان ڏسي لڳي پيو ته ڄاڻ هڪ ٻي جي خلاف خدائي جنگ جوٽيائون، مون کي ديوتائن ۾ اپولو جو مجسمو هڪ خوبصورت ۽ ڪٽ مست نوجوان جو لڳندو آهي. مرد جي وجاهت ۽ مردانگي جو هو انمول پيڪر آهي. ان اٽالين طرز تعمير اپولو

مندر اندران، سونهن ۽ سوپيا جي ديوي وينس ۽ هرموفروڊائٽ جا به بت لڌا ويا آهن. يوناني ڏند ڪٿا مطابق هرموفروڊائٽ ديوتا، مرد توڙي زناني تناسلي عضوي جو حامل آهي. ساڳي طرح هندو مٿالاجي ۾ به ان قسم جا ديوتا مڃيا وڃن ٿا. جن کي هري هر ۽ ارڌنا ناري سڏيو وڃي ٿو. ان ديوتائن جي جسم جو اڌ حصو عورت ۽ اڌ حصو مرد وانگر ڏيکاريل آهي.

اسان مندر مان نڪري هڪ ٻي عمارت House of Faun ۾ آياسين. ان جاءِ جي وچ پڌر تي، فوهاري ۾ هڪ ننڍڙو بت بيٺو هيو. هي قلندر شهباز جي فقيرن جهڙو بت، بيخودي ۾ منهن آسمان ڏي ڪيون ڌمال پيو هڻي. ان سنگ مرمري ڌمالي فقير جي بدن جي سونهن، ڊگهه ڏيندڙ جي پاڻي جي لهرن جهڙي خوبصورت هئي. سنگ مرمر جون اهي لهرون ڏسي اهو سچ پيو لڳي.

"Once marble is out of its quarry it is no longer mountain, it is river".

اسان گهمندا ڦرندا ايرينا ۾ آياسين. ان بيضوي ايرينا کي تماشين لاءِ ٻاهران ٻي گولائي تي ڏاڪڻين کان سواءِ اندر داخل ٿيڻ لاءِ به دروازا هيا. اسان مکيه دروازي مان داخل ٿياسين. تماشائن جي ويهڻ وارن ڏاڪڻ هيٺان اونداهيون ڪوٺيون نهيل نظر آيون جن ۾ شايد جانور وغيره واڙيا ويندا هيا. اسان ايرينا جي وچ ميدان تي اچي بيٺاسين ته ائين محسوس ٿيو جڻ هڪ کوهه ۾ ٿيڊ تي ويا هجون. تماشائن جي ويهڻ وارو بهريون ڏاڪو، پٽ وانگر ميدان کان ڪافي بلند هو، جيئن ڪو جانور ٽپو ڏئي ٻاهر نه نڪري سگهي.

پومپيائي جي ان حصي ۾ ڪافي ڊگها ۽ جهونا وڻ هيا. انهن وڻن هيٺان ڪجهه مينهون وينيون اوڳر ڪن ها ته لڳي ها جڻ اتر سنڌ جي ڪنهن ٻهراڙي جو منظر آهي، اسان ڪاڙهي ماريل بدن کي انهن وڻن هيٺان لڪائي تڙڪڻ کان بچايو، وڻن جي ٿڌڙي ڇانو هيٺان وينا، سوچون پيا ته وڻ به ڪيڏي نعمت آهي سچ چيو ويندو آهي ته "جتي وڻ نه هوندو آهي اتي ڪانڊيرو به وڻ لڳندو آهي." مون کي ياد اچي ٿو. ڪجهه عرصو اڳ اسان جڏهن ڪيرٿر جي ڏاڙهياري چوٽي تي چڙهي رهيا هياسين. جولائي جي گرم ٿاڪ منجهند جو ڪيرٿر ڪنير جي تل اوي جهڙو ڏيک پيو ڏي. ڪانو جي اڪ نڪرڻ ته نهيو پر سچو سارو ڪانو

روسٽ تي وجي ها. ويجهي تہ ۾ ڪوبہ ونڻ نہ ھئڻ ڪري اسان چيلھ جيتري ڪبڙ جي ڇانو ۾ الائي ڪيئن سارو ڏينھن گذاريو ھو. سج جيئن لڙي پيو تيئن اسان ڪبڙ جي چوڦير ڦرندا رھيا ھياسين. تنھن ھوندي بہ جھولو اھڙو تہ سيڪي پيو جو لڳي پيو تہ ھڪ وڏي آڙاھ جي ڪپر تي ويٺا آھيون. ان ڏينھن ان معمولي ڇانوري ئي اسان کي اڳتي ڇرڻ پرڻ لائق بڻايو ھو.

پومپيائي جي ان واھڻ ۾ وڻن جي ننڍن ھيٺان جھٽ پلڪ پلٿي ماري، وري ھڪ ٻي جاءِ ڏي ڇُوڪرڙيون پرڻ لڳاسين. ان چوڪور عمارت جي چئني پاسي کان ڪمرن اڳيان ورانڊا ء وچ تي، گداڙي جي قد جيتري گاھ سان ڍڪيل ميدان ھو. اھا جاءِ ڇنايپنٽي ۾ حصو وٺندڙن پھلوانن جي رھائش ھئي. چون ٿا تہ جنھن ڏينھن پومپيائي تي اھو قھر نازل ٿي. ان رات ان اسٽيڊيم ۾ ھڪ وڏو خوني مقابلو ٿيڻو ھو. اڄ بہ ايرينا جي ديوارن تي ھڪ اھڙو اشتھار لکيل آھي تہ "سبوطيس سينطس جي پيشہ ور تلوار بازن جو ھڪ دستو 31 مئي تي پومپيائي ۾ پنھنجي فن جو مظاھرو ڪندو. جانورن جي نمائش ٿيندي شاميانن جو انتظام آھي."

اسان رانديگرن جي ھاسٽل ۾ ويٺا سوچي رھيا ھياسين تہ پومپيائي جي ويڙھن، مرڻ کان ھڪ رات پھريائين مقابلي ۾ ڪٿڻ جا الائي ڪيترا خواب ڏنا ھوندا. اسان رانديگرن جي زندگي بہ عجيب آھي. اسان لاءِ معمولي خوشي بہ وڏي اھميت رکي ٿي. مون کان جيڪڏھن ذاتي طرح ڪيرء زندگي جو بھترين خواب پڇي تہ مان کيس اھو خواب ٻڌائيندس جيڪو مان جيل جي ڪال ڪوٺڙي ۾ ڏٺو ھو. شاگردي جي زماني ۾ مان رياستي ڏمر ڪري. حيدرآباد سينٽر جيل جي بند وارڊ جي ھڪ ڪولي ۾ قيد ھيس. روزانا ڪيترا ميل جاڳنگ ڪندڙ ماڻھو کي ھڪ سوڙھي پڃري ۾ واڙيو ويو ھو. جنھن ۾ پوري ڪٽ بہ نہ اچي سگھي. مايوسي ۽ قيد تنھائي جي عذاب، سندر سوچيون تہ نھيو پر سٺا خواب بہ کسي ڇڏيا ھيا. پڪي سمينٽ جي فرش تي بغير بستري سمھڻ ڪري ننڊ بہ پنڪن ۽ جھٽڪن ۾ ايندي ھئي. بھرحال اھڙي قيد تنھائي واري رات ۾ ھڪ سھاني خواب ۾ ڏٺم تہ ھڪ تماشائين سان ٽمٽار اسٽيڊيم جي سائي ميدان ۾ پنھنجي ڪرڪيٽ ٽيم جي رانديگرن سان گڏ اچي دريس

پاتيون ڊڪي دوڙي رهيو آهيان. ڪڏهن فيلڊنگ، بالنگ ته ڪڏهن بيٽنگ تو ڪريان. نيڪ ان مهل جيل جي سنتري جي هڪل ۽ موٽ ۾ ڪنهن مقدمر جو "توتل برابر ٻيو ڪل خير" جي جواب خواب کي مڪمل ٿيڻ نه ڏنو.

بهرحال پهريدار جي رڙ تي اک کلي ته ڏسان ته ساڳيوبند وارڊ جي کولي ۾ فرش تي ڪرونڊڙو لڳو پيو هيس.

رانديگرن جي رهائش ڏسڻ بعد اسان جا قدم الميه شاعر جي گهر ۾ داخل ٿي چڪا هيا. هي هڪ شاهوڪار درباري شاعر جو گهر لڳي رهيو هو. ان ۾ ڪيترين تصويرون چاپيل هيون. ديوارن تي زئيس ديوتا ۽ هيرا ديوي سان گڏ رومن، ڏند ڪٿائن جا ڪيترن الميه ڪردارن جون تصويرون هيون. جنهن ڪري ئي ان کي الميه شاعر جو گهر چيو وڃي ٿو، گهر ۾ سڀ بنيادي سهولتون نظر آيون. اتي هڪ تصوير ۾ پوڪندڙ ڪتو ڏيکاريل هو. جنهن تي لکيل هو ته Cave Canem "ڪتي کان هوشيار رهو.

هت اڪثر گهر ۽ دڪان پٿر جا آهن. مٿيون منزلون ڪاٺ جون نهيل هيون. جي آفت دوران ختم ٿي ويون. گهر اڪثر سادي طرز جا آهن. جنهن جي وچ ۾ اڱڻ ۽ پاسن تي ڪمرا آهن. بعد ۾ نهيل ڪن گهرن ۾ غسل خانه ۽ باغيچه وغيره به آهن.

ڪيترن گهرن ۾ مختلف ڪتبا آهن، هڪ واپاري جي گهر تي لکيل آهي "فائدو ئي فائدو، پلي ڪري آيا". هڪ ٻي دڪاندار لکيو آهي "فائدي جو مطلب خوشي".

هڪ گهر ۾ ڪنوار ۽ گهوٽ رهندا هيا. ان جي در تي هي شعر لکيل هو:

Amantes, Utabes, Vitam, Mellitus, Exigunt

("عشق ڪرڻ وارا ماکي جي مکين وانگر آهن. ماکي سان ڀرپور زندگي جا طالبو هوندا آهن،- جلت ڪيو پڌر)

اسان اڃا ڪجهه ٻيون تصويرون ۽ تحريرون ڏسڻ چاهيون پيا. پر پومپيائي جي گرمي ۽ اُس هٽي ٻجي لاٿو هو. اهڙن ئي گرمي جي ڏينهن ۾ مان جڏهن ترڪي جا مشهور ايفيسس جا کنڊر ڏسڻ ويو هيس ته مون

سان هڪ آسٽريلن مائي ساڻ هئي. مائي پنهنجي زندگي جي ٽيهري مان گذرڻ باوجود چلچبيلي هئي. هوءَ حد کان وڌيڪ ذهانت ۽ ذڪاوت واري هئڻ ڪري جلد ئي اسان جي گهرائپ ۽ ويجهڙائپ تي وئي. هن جي بذله سنجي خوش خلقي، خوش روئي ڪري، اسان جو اهو ڪاڙهي وارو ڏينهن ٽڪنڪ جي انداز ۾ گذريو.

ايفيسس جي کنڊرن ۾ هڪ هنڌ چڪلو لکيل هو. مان هن سان ڀوڳ ڪندي چيو "تون ان چڪلي ۾ ويهه ته مان تنهنجو فوٽو ڪڍان."

هن نه پهه شوخي مان چيو "نيڪ آءٌ ويٺي آهيان... تون گراهڪ تاڙي اچ".

هن جي حاضر جوابي ۽ منهنجي ٿهڪن ڪري کنڊرن به چرڪ ڀريو هيو.

ائين چشم پرخمار سان قديم آثار ڏسندا هڪ جاءِ تي ٽوائليٽ جي تختي لڳل ڏٺي. اندر ويهڻ لاءِ قطار ۾ ڪيترا چلها هيا. مان وري کوچلائپ ڪندي، ان پري وش کي چيو "تون ان چُلهن تي... ويهه نه مان تنهنجي تصوير ٺاهيان."

ان قرة العين جيڪا تلوار جي تيزي جهڙي ورندي ڏني اها لکڻ جهڙي نه آهي.

بهرحال هڪ سنبي سائڻ جي سات ڪري، اهو گرم ۽ ڪاڙهي وارو ڏينهن به خوشگوار انداز ۾ گذري ويو هو. اڄ به آسٽريلن ديوي جي شڪل وشمائل، منهنجي من جي مندر ۾ رقص ڪندي ٿي وتي.

"سنهين لڪ نڪ سئين، ڪجل ڀنانيڻ
ساموندي مون سيڻ، ڪ تو ڪال لنگها ئيا."

اسان پاڻي جي نلڪي جي ڳولا ڪندا اچي Forum bath پهتاسين. باٿ جي در تي لڳل نلڪي مان مٿو پسائي، ڪجهه دير ڪ پري اندر داخل ٿياسين. رومن باٿ، جڳن کان دنيا ۾ مشهور آهن. هي باٿ گهٽو ڪري شهر کان ٻاهران ايندڙ لاءِ هوندا هيا. هي ننڍڙا ۽ سهڻا باٿ ماڻهن جي چندن سان نهرايا ويندا هيا. باٿ ۾ هڪ جديد سوئمنگ پول جيان هر سهولت موجود هوندي هئي. ڊريسنگ روم، کان سواءِ ٿڌي، نيم گرم ۽ گرم پاڻي جو بندوبست هو. پاڻي کي گرم ڪرڻ لاءِ چمنن جا آثار به

ظاهر بينا آهن. عورتن ۽ مردن لاءِ الڳ اهتمام هو. باٿ جي هڪ حصي ۾ هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ ننڍڙا ٽب ب رکيل هيا. اسان اهو باٿ ڏسي پرسان ئي هڪ ٻي باٿ جو معائنو ڪرڻ لڳاسين.

هي Stabian باٿ ب سٺي حالت ۾ نظر آيو. ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مختلف دروازا هيا. جن مان هڪ در عورتن لاءِ ب مخصوص هيو. باٿ ۾ ويهڻ لاءِ سنگ مرمر جون بينچون ۽ ڪپڙا رکڻ لاءِ جارا هيا. هڪ حصي ۾ ورزش جي سامان سان گڏ ڪشتي ۽ باڪسنگ لاءِ تيل ۽ واري ب پيل هئي. جيڪي پهلوان مقابلي مهل بدن کي مهٽي بعد ۾ هڪ جبڙي نما شيءِ سان لاهي ڇڏيندا هيا. محراب دار ڇت واري ڪوٺڙي ۾ زلزلي کان پوءِ اتان هٿ آيل ماڻهن جابوتا ناهي شوڪيس ۾ رکيا ويا هيا. هڪ همراه منهن آسمان ڏي ڪيون چڻ گهوڙا... گهوڙا... ڪندو هجيءِ بيو بوتو ب منهن مونن ۾ ڏبون پيو هو.

اهڙا ڪيترائي لاشن جا ڍانچا پومپيائي جي کنڊرن مان لڌا ويا آهن. اپريل 1957ع ۾ هڪ شاهراهه تان ڪنهن فقير جو پڃرو مليو هو. هي پنجن فٽن کان ب ٺندرو فقير ڪنهن هڏن جي بيماري ۾ مبتلا هيو. هو ب آخري ڏينهن تي صبح جو پنڻ لاءِ نڪتو هو. ڪنهن سخي هن کي هڪ هڏي لڳل گوشت واري ٻوٽي ڏني هئي. جڏهن آتش فشان ڦاٽو هو ت فقير ٻوٽي کي پنهنجي ٿيلهي ۾ لڪائي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڪنهن پٿر وغيره لڳڻ ڪري مري ويو هو. ماهرن کي اهو پڃرو ٻن هزارن سالن بعد هٿ آيو هو.

ان فقير جي ٻي وسي تي مون کي هڪ ٻي فقير جي تصوير ياد اچي وئي. هن ئي ٽوئر دوران اٽلي جي ويرونا شهر جي هڪ ڪوٽ جو ميوزيم ڏسي رهيو هيس. اتي هڪ تصوير ڏسي ڀڪو ڪاٺ تي بيهي رهيس. ان تصوير ۾ هڪ ڪپڙا ڦاٽل اڇي ڏاڙهي وارو فقير لٺ ۽ تسبيح هٿ ۾ ڪنيون ويٺو هيو. فقير پرسان سندس ڪتورو ب پيو هو. اوچتو هڪ ڪانو لامارو ڏئي سندس ڪتوري ۾ رکيل ماني ڳيو ڪٿي اُڏري رهيو آهي. ان وقت مفلس حال ۽ بڪايل فقير جي چهري جا تاثرات ڏسڻ جهڙا آهن. مون کي Spola Meta مصور جي اها تصوير ڏسي. الائي ڇو ڀٽي جي شاه يقيق جا فقير ياد اچي ويا هيا. هون ب هٿ پومپيائي ۾

ڪتن ۽ فقيرن جي گهٽي تعداد کان سواءِ شراب جا گتا بہ ڪافي آهن. شراب هتان جي ماڻهن جو پسنديده مشروب هو. اڄ بہ کنڊرن ۾ موجود گتن جي پٿرن مان شراب جي هٻڪار اچي ٿي. پومپيائي جي ديوارن تي هاڻي بہ موالن جا ڪجهہ نعرا هن طرح لکيل آهن.
"پلي ڪري آيا. اسان سڀ گهڻو پيئڻ وارا ماڻهو آهيون. جڏهن تون آئي هوئين ءَ تہ تنهنجو بل اسان ڏنو هو."
هڪ ميخاني تي هڪ دل جلي مي خوار ڪلال ڏي لکيو آهي "هن جڳهہ جا مالڪ! توتي لعنت آهي. تون شراب جي جاءِ تي پاڻي وڪٽي ٿوءِ پاڻ خالص شراب پيئن ٿو."
هونءِ بہ مستن تي ڪهڙي ميار آهي بقول حافظ
"چہ ملامت بود آنراکہ چوما بادہ خورد
اين نہ عيب است بر عاشق زندانہ خطاست."
("جو شخص اسان وانگر شراب ٿو پئيءِ ان تي ڪوبہ ڏوراپو نہ آهي. جاڪاڻ تہ عاشقن ۽ رندن وٽ اهو گناهہ نہ آهي.")
مون کي کنڊرن ۾ خوار ٿيندي عرصو ٿيو آهي. پر ڪڏهن ڪي کنڊر پاڻ ئي پنهنجي آپ بيتي ٻڌائن ٿا. ڪجهہ عرصو اڳ مردان جي پرسان تخت بائي وٽ ٻڌن جا قديم آثار ڏسڻ ويو هيس، مون سان گڏ پشاور جا ڪجهہ دوست ساڻ هيا. ٻڌن جا هي کنڊر هڪ ٽڪري تي ڦهليل آهن. آثار ڏسندي اسان کي رات ٿي وئيءِ هلڪو سياتو هئڻ ڪري اسان کنڊرن کان ڪجهہ مٿيرو ٽڪري جي چوٽي تي باهہ ٻاري ويهي رهياسين. چانڊاڻ ڪري اسان جي نگاهن هيٺان ٻڌن جا اسٽوپا، سماڌيون وغيره ڦهليل هيون. الائي ڇو ان مهل منهنجي چشم تصور ۾ ان سوين سال پراڻي شهر جي وري رونق موٽي آئي. شهر ۾ جيئرا جاڳندا جيوءِ گهمي ڦري رهيا هيا. مٽي ڪوڙيل، گيڙو چادر اوڍيون. هٿ ۾ ڪشڪول کيون ٻڪشو شهر ۾ دان مگيندي نظر اچي رهيا هيا. ٻڪشو بہ اڄن ساڙهن ۾ سڙڪن تي "سروم دکم دکم" جون زنده مورتيون لڳي رهيون هيون. شهر جي مندرن ۾ ٻڪشو ڌيان گيان ۾ مگن هيا. ياترن جا انبوهہ هيا. مان بہ ان وقت هڪ مندر جي ڪُنڊڙي ۾ سڪون ۽ سانت سان مراقبہ ۾ غرق هيس. اوچتو دوستن ماني جي صلاح ڪري واپس

تخت بائي پهچائي چڏيو. مان تخت بائي جي کنڊرن ۾ ان کان پوءِ به ڪافي دفعا ويو آهيان پر جيڪا آنند ۽ شانتي ان چاندوڪي رات ۾ ملي هئي وري ڪڏهن به نصيب نه ٿي.

بهرحال اسان پومپيائي جي کنڊرن ۾ ڪجهه پهر گذاري واپسي جو سوچيو ته اوچتو هڪ ديوار تي لکيل نظم تي نظر پئي، واپس ورڻ کان پوءِ به نظم جون سٽون منهنجي ذهن جي چمن تي پوپٽ جيان، پرڙا هڻنديون رهيون.

"ڪوئي هوا کي هلڻ کان روڪي سگهي ٿو؟ پاڻي جي وهڪري کي بيهاري سگهي ٿو؟ ڇا! پيار ڪرڻ وارن کي محبت ڪرڻ کان روڪي سگهجي ٿو."

# ”پيسا جو منارو“
## عمارتسازيءَ ۾ عجيب اتفاق

مان ڪنهن سڪايل جيان سامهون وينل اٽلي جي موملُ ڇوڪري مان اک نہ پيو ڪڍان. منهنجون نظرون هن جي گلاب جي پنکڙين جهڙن چپن تي ڪتل هيون. ڪڏهن نظرون سندس ڪونج جهڙي سنهڙي ڳچي تانءِ بہ هيٺ ترڪنديون پئي ويون. چشمِ تصور ۾ ڪنهن مهل هن جون مخروطي آڱريون منهنجي آڱرين ۾ هيون.

منهن جي اڳيان اٽلي جو حسن هڪ جيئري جاڳندي روپ ۾ موجود هو. اٽلي ليونارڊو ڊاونچي، مائيڪل اينجلو، بوٽيسلي ۽ رافيل جهڙا سنگتراش ۽ مصور ڇو نہ پيدا ڪري. اهو اٽلي جي نازنين جي جسمن جو ڪمال آهي. جن انهن سنگتراشن ۽ مصورن کي ايڏي ميٺا ڏياري. ڀڪ آهي تہ ”مونا ليزا“ ۽ ”برٿ آف وينس“ جي خالقن پنهنجي اکين سان اهڙيون حسين عورتون ڪٿي تالارا ڪندي ڏٺيون هونديون.

اسان جي مذهب ۾ تہ بت تراشي ۽ ساهوارن جي تصوير ڪشي حرام آهي. سوچان پيو تہ نندپڻ ۾ جڏهن ڊرائنگ سکڻ شروع ڪئي هيم تہ استاد ابتدا ئي گنبد خضرا ۽ مسجد نبوي سان ڪرائي هئي. صدين کان اسان جي تخليقڪارن جي تخيل کي بہ طوطي جيان مذهبي پڃري ۾ قيد ڪيو ويو آهي.

”اينڊڙ اسٽيشن پيسا آهي“ ريل جي گاڏيءَ ۾ ٿيندڙ اعلان مون کي واپس هوش ۾ آندو.

اٽلي جي سير و سياحت دوران اڄ صبح جو ئي نصر جان ۽ مان دنيا جو عجوبو پيسا جو منارو ڏسڻ لاءِ روانہ ٿياسين. اتفاق سان ريل ۾ اهڙي

هنڌ جاءِ ملي جتي اڳ ۾ ئي سامهون حسن جي ديوي ويٺي هئي. اسان جا ته تاڪ لڳي ويا. نگاهن ئي نگاهن ۾ هر غير شرعي گناهه ۾ مشغول ٿي وياسين.

گاڏي پيسا اسٽيشن تي بيٺي ته سامان ڪلهي تي رکي هيٺ لٿاسين. سارو پليٽ فارم سياحن سان ٽمٽار هيو. اسٽيشن جي ٻاهران به ڪيترائي سياح ٿوهاري جي پرسان اُس سيڪي رهيا هيا.

يورپ ۾ آواره گردي دوران اهو اندازو ٿيو ته گهمڻ ڦرڻ جي شوقين ۾ گهڻو تعداد ڇوڪرين جو آهي. هر ايئرپورٽ، اسٽيشن، بندر ۽ بس اڏي تي مختلف رنگ، نسل ۽ ديس جون ڇوڪريون جهرڪين جيان چر چر ڪندي نظر اچن ٿيون.

اسان اسٽيشن کان ٻاهر آياسين ته ڊينمارڪ جي ٻن نوجوانن اچي اسان کان پڇيو "پيسا مناري ڏي ڪهڙي بس ويندي"؟

بس جي ته اسان کي خبر ڪانه هئي. البت گائيڊ بڪ ۾ اهو ضرور پڙهيو هو ته اسٽيشن کان پيسا مناري تي پنڌ وڃي سگهجي ٿو.

"منهنجي ڪڌ اچو... توهان کي پيسا مناري تائين وٺي ٿو هلان..." نصر ڪين اهڙي انداز سان چيو جڻ هو روز اتان گهر جي ڀاڄي وٺي ايندو هجي.

نصر شهر جو نقشو کڻي ڏنار جيان اڳ ۾ ٿيو. اسان ٻڪرين جيان سندس ڪڌ.

پيسا جو سوا لک آدمشماري وارو ننڍڙو شهر سمنڊ جي پرسان سانت وارو لڳي رهيو هو. ان جون وٽنڊڙ سهڻيون عمارتون اسان کي سوين سال پوئتي وٺي وڃي رهيون هيون. پيسا جو نالو 180 ق. م. کان تاريخ جي ورقن ۾ نمايان ٿيڻ لڳو آهي. نائين صدي جي پڄاڻي تائين باقاعده هڪ طاقتور ساموندي رياست ٿي وئي. جيڪا جاگرافيائي بيهڪ ڪري ٻين ڪيترين رياستن جي اک ۾ ڪنڊو هئي. ان ڪري پيسا جا ماڻهو وينس ۽ جنيوا جي حڪمرانن سان جنگاڻ ۾ هوندا هيا. اوپر يونج سمنڊ جي آسپاس رهندڙ مسلمانن سان به انهن جي ويڙهاند هلندي رهي. ان رياست ٻارهين صدي ڌاري صليبي جنگين ۾ يروشلم هٿ ڪرڻ لاءِ به حصو ورتو. ٻارهين ۽ تيرهين صدي ۾ پيسا جي رياست پنهنجي پوري عروج تي

پهچي چڪي هئي. ان دور ۾ شهر ۾ ڪافي خوبصورت عمارتن جو اضافو ٿيو ۽ يونيورسٽي جو بنياد پيو.

پيسا جو زوال ان وقت شروع ٿيو جڏهن تيرهن صدي ۾ شهنشاهيت ۽ پوپ واري جهڳڙن ۾ حصو ورتائين. ان جهڳڙن ۾ پيسا وارن جنيوا وارن سان سمنڊ ۾ ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪئي. لوڪا ۽ فلورينس رياستن سان خشڪي تي مهاڏو اٽڪايو. آخر 1284ع ۾ پيسا جي آرماڙ کي ميلوريا جي جنگ ۾ شڪست اچڻ بعد ان رياست اچي گوڏا کوڙيا. ويتر اندروني سازشن ڪري به پيسا جي بحري طاقت لوڏي ۾ اچي وئي. ٻارهين صدي کان ڪارسيڪا ۽ ساردينا جزيره پيسا جي نظرداري هيٺ هئا. ان تي به جنيوا وارن قبضو ڪري ورتو. نيٺ فلورينس جي حڪمرانن پيسا وارن کي آخري ملھ ماري وڌي.

پيسا جي ان تاريخي شهر جي رستن تي اسان جا قدم تڪڙا تڪڙا پئجي رهيا هيا. سيني کي اهو اشتياق ته جلد هلي پيسا جي ٽيڏو منارو ڏسئون جيڪو دنيا ۾ پيسا جي سڃاڻپ بڻجي چڪو آهي. منهنجي ڪنن ۾ مناري جي باري ۾ پيسا جو لوڪ گيت گونجي رهيو هو.

"منارو جهڪندو، جهڪندو ۽ اچا جهڪندو پر ڪڏهن به نه ڪرندو."

اتي ڊينمارڪ جي دوست ريوز جي آواز هوشيار ڪيو "تڪڙا هلو، متان اسان جي پهچڻ کان اڳ اهو لڙيل منارو ڪري پئي." ريوز جي ان گفتي تي سيني کان ٽهڪ نڪري ويا.

واقعي جڏهن کان پيسا جو منارو ٺهيو آهي. تڏهن کان ساري دنيا ان جي ڪرڻ جي منتظر آهي. چون ٿا ته 1173-74ع ۾ هڪ رازي بونانوس. اهو سنگ مرمر جو منارو، پيسا جي هڪ چوڪ تي جوڙڻ جي رٿ ڏني. هن زمين جي پختگي طرف ڌيان نه ڏيندي. ٽي منزلون ناهي تيار ڪيون ته منارو هڪ طرف لڙي پيو. ان ڪري مناري جو ڪم اتي روڪيو ويو. پيسا جي ماڻهن ڪاوڙجي رازي کي ملڪ مان هڪالي ڪڍيو. ويچارو بونانوس جلاوطني ۾ ڳڙيون ڳڙي ڳڙي مري ويو.

مناري تي سو سالن تائين وري ڪنهن به توجه نه ڏنو. آخر هڪ اوستي گيوداني ڊي سمون پنهنجي خرچ سان مناري جون چار منزلون

وڏيڪ تيار ڪيون. باقي ان جي چوٽي تي گھنڊ لڳائڻو هو ته ان اوستي به خيالن ۾ مناري کي تيزي سان مشان ڪرندي ڏنو. هو ان کي غير مڪمل ڇڏي تپڙ ٻڌي وٺي ڀڳو.

سٺ سالن تائين ماڻهو ان جي ڪرڻ جو وڏيڪ انتظار ڪندا رهيا. ان بعد تئين ڪاريگر توماسو دل ٻڌي ان کي پورو ڪيو.

اهڙي طرح ان مناري جو بنياد پوڻ کان وٺي اسان جي پيسا پهچڻ تائين هر ڪو ان کي ڏسي چئي ٿو ته ڃاڻ ڪريو... ڃاڻ ڪريو، حالانڪ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ هن علائقي ۾ هڪ هزار بم اڇلايا ويا ۽ سوڪن زلزلا به ان کي ڪيرڻ ۾ ناڪام ٿيا. ان ڪري پيسا جي ماڻهن جو ويساهه آهي ته هي منارو لافاني آهي.

اسان پيسا جي رستن تي ڪجهه دير ڏگ وک وجهندا. هڪ موڙ مڙياسين ته سامهون منارو نمي نمستي ڪندي نظر آيو. جنهن کي هتان جا ماڻهو پيار منجهان "پيسا جي جهونڙي مائي" به ڪري پڪاريندا اهن.

منهنجو اندازو هيو ته پيسا جو منارو ڪنهن يوڳي جيان الڳ ٿلڳ بيٺو هوندو پر هت منارو ڪيترين سهڻن عمارتن جي وچ ۾ راجا اِندر لڳو بيٺو هو. مناري جي پسگردائي ۾ ديول، بپتسما جي عمارت کان سواءِ ڪيترن عجائب گهرن جو ميڙ هو. ان ڪري ان چوڪ جو نالو ئي گرجا چوڪ رکيل هو. سيني عمارتن جي پيرن ۾ ڇٻراٽو ليٽڙيون پائي رهيو هو.

اسان سڀ کان پهريائين مناري جو تفصيلي معائنو ڪرڻ لاءِ سَٽ ڪيو. انسان جڏهن به ڪنهن ماڳ ۽ مڪان جي باري ۾ گهڻو ٻڌندو آهي ته هو پنهنجي سمجهه مطابق ذهن ۾ ان جو هڪ هلڪو خاڪو ناهي ڇڏيندو آهي. منهنجو به ننڍپڻ کان وٺي ان مناري لاءِ ذهن ۾ هڪ خاڪو هو. منهنجو خيال هو ته منارو ايترو ته بلندو هوندو جو آسمان جي ڪن ۾ ٻس پس ڪندو هوندو. ڇو جو اڪثر ان جا فوٽو اهڙي انداز سان ورتا ويندا آهن جو اهو ڪافي اوچائي تي لڳي ٿو. اسان جي سامهون 180 فٽ بلند منارو ڪو خاص نه پيو لڳي. ان جي پرسان بيون عمارتون به مناري سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملايون بيٺيون هيون. مطلب اها ڪا گهڻي اوچائي ڪانه هئي. جا ڪنهن کي متاثر ڪري يا مٿي ڏسڻ سان ماڻهو



دنيا جو عجوبو "پيسا جو ٽيڙو منارو" هزارن سالن کان ڪروڙين اکيون هن جي ڪرڻ لاءِ منتظر آهن.



پيسا جي ان چرچ ۾ گليلو جو اهو فانوس ٽنگيل آهي جنهن کي ڏسي هن "Theory of movement of Pendulum" جو خيال آيو هو.



روم شهر جو بنياد ٻن ڀائرن رومولس ۽ ريمس وڌو. ڏندڪٿا آهي ته ٻنهي ڀائرن کي هڪ بگهاڙي کير پياري وڏو ڪيو هو.

جو پتڪو ڪيرائي وجهي.

ان ڪان سواءِ منهنجو اندازو هيو ته منارو سالن گذرڻ بعد ڪارائجي بيدبولو ٿي ويو هوندو. ان جون ڪجھ اهڙيون تصويرون منهنجي نظر مان اڳ گذريون هيون پر هت مناري کي سهڻي سنگ مرمر سان جڙيل چلڪندي ڏسي عجب لڳو. شايد مناري کي باقاعدگي سان پالش ڪيو ٿو وڃي. بهرڪيف مناري جي اها حالت ڏسي ڪجھ قدر مايوسي ٿي. منهنجي ساٿي نصر جان ته باھ ڪان چيو "اتلي جون ڪجھ شيون نيڪ ناڪ آهن. باقي بڪواس آهن. رڳو اشتهار ۽ سٺا فوٽو ڇپرائي سياحن کي بيوقوف ٿا بڻائن."

تنهن هوندي به هن اٺ سو سال پوڙهي ٿيڏي مناري کي ڏسڻ لاءِ ساري دنيا جا لکين سياح اچن ٿا. جيڪو پنهنجي ساڍا چوڏهن هزار ٽن ڳوري وزن ڪري جهڪندو ٿو وڃي. منارو جڏهن جڙي راس ٿيو ته ڏنو ويو ته منارو پنهنجي چوٽي کان ساڍا چار فٽ لڙيل هو. 1911ع کان وٺي هر سال 19 جون تي پنجين بجي صبح جو پيسا يونيورسٽي جو هڪ پروفيسر مناري جي لاڙي کي ماپيندو آهي. ڪافي سال اڳ ڏٺو ويو ته ان جي چوٽي عمود کان اٽڪل سورنهن فٽ ٻاهر لڙيل آهي. ان بعد هر سال ان جي جهڪاءُ ۾ واڌارو ٿي ايندو رهي ٿو. ماهرن احتياطً مناري جي آس پاس ٽرڪ ۽ موٽر سائيڪل جي آمد رفت بند ڪري ڇڏي آهي.

موجوده وقت مناري جي نو فٽ گهرائي واري بنيادن ۾ زمين وٽ تيرهن فٽ ٿلهن پٿن مٿان اٺ منزلون جڙيل آهن. جيڪي هيٺان مخروط جيان موڪريون. مٿي آهستي آهستي سوڙهيون ٿينديون وڃن ٿيون. هر منزل تي گول گئلري کي ڪيترائي خوبصورت ٿنڀا ڏنل آهن. جيڪي مٿي پهچي محراب ناهي پاڻ ۾ ملن ٿا.

ڪافي عرصو اڳ مناري جي عملي جو هڪ ماڻهو اينيو غلاردي مٿي چڙهي گهنڊ وڄائڻ لاءِ بندوبست ڪري آيو هو. هن وقت مناري تي ست گهنڊ لڳل آهن. هر هڪ گهنڊ جو وزن ساڍا ٽي ٽن آهي. شروع ۾ سياح مٿي وڃي چڪر ڏئي ايندا هئا. سياحن کي چوٽي تائين پهچڻ لاءِ ٻه سو چورانوي ڏاڪا چڙهڻا پوندا هئا. ان وقت اتي ڪجھ انشورنس ڪمپنيون مٿي چڙهندڙن ماڻهن جي زندگين جون انشورنس ڪنديون هيون. بعد ۾

انهن جو مٿي چڙهڻ بند ڪيو ويو.

پيسا جي مناري لاءِ اهو بہ مشهور آهي تہ سائنسدان گليلو ان مناري تان هڪ پائونڊ ۽ ڏهن پائونڊ جا گولا، هڪ ئي مهل ڇڏيا هيا. اهي مختلف وزنن جي باوجود ساڳي وقت اچي زمين تي ڪريا هيا. گليلو ان تجربي مان اهو ثابت ڪيو تہ جسمن جا وزن ڪٿي ڪهڙا بہ هجن، پر زمين جي ڪشش ڪري انهن ۾ هڪ جيتري تيزي (Acceleration) پيدا ٿئي ٿي. ان سبب ڪري مختلف وزنن وارا جسم ساڳي تيزي سان هڪ ئي مهل اچي زمين تي ڪرن ٿا. زمين جي ڪشش ڪري جسمن ۾ پيدا ٿيندڙ تيزي کي ثقلي تيزي (Acceleration due to gravity) چئجي ٿو. جنهن جي قيمت 32 ft/ S2 آهي.

منارو ڏسڻ دوران مان ان جا ڪجھ فوٽ ڪيڻ چاهيان، ڏسان تہ منهنجو ساٿي نصر جان ڪئميرانن سودو گم آهي. هو پرتي ڇوڪرين جي جهرمٽ ۾ ٽهڪڙا لايون بيٺو هو. نصر جان جو ٽوئر ۾ هڪ شوق چوٽ تي آهي. هو ڪابہ خوبصورت ڇوڪري ڏسي ٿو تہ گهوڙي وانگر گھ ٿو ڪري بيهي تہ ڪهڙي بہ طرح ان ڇوڪري سان ملي سانٽس ڪچهري ڪجي. پلي ان جي پوپان ڪيترو بہ وقت يا پئسو خرچ ڪرڻو پئي. نصر ڪچهري بہ سادي ڪندو. سندس مرڪ ۽ ٽهڪن مان لطف وٺندو. ڇوڪريءَ جي چهري جي چمڪ ۽ چپن جي لالاڻ مان اک نہ ڪڍيندو. مطلب تہ سنڌ جي ڪنهن صوفيءَ جيان صرف ٿي صرف اکين جو عشق ڪبو. اهڙي وهنوار دوران ڇوڪري جيڪڏهن اٽالين، فرينچ، جرمن، پا اسپينش ٿي ڳالهائي. اهي پوليون نہ اچڻ ڪري همراه جو هيانو ڇڄي ٿو پئي. لاچار ويچارو ڪلهي ۾ ڪئميرائون ۽ ٿيلهو لڙڪايون منهنجي ڪيڊ ڪنهن ڪروڙي ٻار وانگر پڻ پڻ ڪندو ٿو اچي. "اٽلي واهيات ملڪ آهي... ڇوريون بدتميز آهن... هل تہ واپس هلون..."

هو تڏهن بہ لوٽا هٽڻ ڪان نٿو مڙي. جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ کي انگريزي ڳالهائيندي ٻڌي ٿو تہ يڪدم باز جيان ان ڏي جهٽ ٿو هڻي.

"هلو ميم... هلو ميم... توهان کي خبر آهي تہ پيزا (ماني/ برگر جو قسم جنهن جي تياري ۾ پنير، قيمون، ڪنيي، سلاد وغيره استعمال

ڪندا آهن) تي اهو نالو ڪيئن پيو؟"

"نه مون کي خبر نه آهي." ڇوڪري ويچاري معصوميت سان ڪيس جواب ڏني ٿي.

"پيزا تي اهو نالو پيزا (اٽلي ۾ پيسا کي پيزا ڪري ڪوٺن ٿا) مناري تان پيو آهي." نصر ذاتي معلومات جي خزاني مان ڪيس مستفيض ڪندو آهي. اهڙي طرح يار گهڻو وقت "تعليم نسوان" ۾ گذارڻ جو ڪوشش ڪندي نظر اچي ٿو.

مناري جا ڪجهه فوٽو ڪئميرا ۾ محفوظ ڪرڻ بعد اسان ان جي پرسان بين عمارتن جي معائني لاءِ وڌياسين.

سڀ کان پهريائين هڪ مستطيل عمارت ۾ داخل ٿياسين. پڌايو ويو ته اهو قبرستان آهي. ان جڳهه جو ڪم پيسا مناري جي هڪ ڪاريگر سمون 1272ع ۾ شروع ڪيو. وچ ۾ پيسا ميلوريا واري جنگ ڪري ان جو ڪم رڪجي ويو. بعد ۾ ان کي 1500ع ۾ پورو ڪيو ويو.

عمارت اندر ڪيترائي مجسما رکيل هئا. ڪجهه ماهر وڏي احتياط سان مجسمن جي صفائي ۽ مرمت ۾ مشغول هئا. اسان جي قدمن هيٺان ڪيترائي مشهور ماڻهو پوريل هئا.

ڪن قبرن مٿان تصويرون، پکي ۽ ماڻهن جا بت بيهاريا ويا هئا. جاءِ جي وچ تي هڪ کليل ميدان کي مقدس ميدان ٿي ڪوٺيائون. ان ميدان لاءِ صليبي جنگين دوران مٿي جهازن ذريعي فلسطين جي هڪ ٽڪري تان آندي وئي هئي. عمارت جي ڀتين تي ڪيتريون تصويرون ٽنگيل هيون. جن مان مشهور تصوير "The Triumph of Death" ڪيترن سياحن جي توجهه جو مرڪز هئي.

اسان جو ارادو قبرستان ڏسڻ بعد بپتسما جي جڳهه ڏسڻ جو ٿيو. هن ٿي ماڙ گول گنبدنما عمارت جي مٿين حصي تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي. عمارت اندر هڪ مشين ۾ چند سڪا وجهڻ بعد ٽيليفون رسيور کي ڪن تي رکڻ سان جڳهه جي تاريخ ۽ بناوت جي باري ۾ ٻڌايو پئي ويو. اسان به سڪا وجهي ريسور ڪن تي رکيو ته آواز اچڻ لڳو. "هي عمارت 1153ع ڌاري ٺهڻ شروع ٿي. پهريون ٻه منزلون رومن ۽ پيسا عمارتسازي جو شاهڪار آهن... پهرين منزل کان مٿي محراب ۽ ٿنڀا

گاٿڪ طرز جا آهن... عمارت جي چئني دروازن تي خوبصورت اُڪر تيل آهي... ان جو قطر 115 فٽ آهي... اندريون حصو هلڪو ۽ رنگين سنگ مرمر سان سينگاريل آهي. وچ تي اڻ ڪندو پاٽي جو حوض آهي..."

مان وڏي توجه سان اهو ٻڌي رهيو هيس ته اوچتو نصر منهنجي ڪن تان ريسور سٽ ڏئي ڪسي زور سان مشين تي رکندي چيو "سائين بڪواس تا ڪن... اجايو تا وقت وڃايو... باهه ڏيون..." ائين چئي هو مون کي ٻانهه کان ڇڪي ٻاهر وٺي آيو.

"بک لڳي آهي... ماني کائون..." نصر جي صلاح قبول ڪندي اچي هڪ هوٽل ۾ ويناسين. بيري کي ماني جو چئي ڪچهري ڪري رهيا هياسين ته اسان جي سامهون هڪ ڊگهو اڌڙوٽ عمر جو آمريڪي هڪ ننڍي نيٽي نيگرو ڇوڪريءَ سان اچي ويٺو. نصر نفرت سان ان آمريڪي کي ڏسندي چيو "اڄ ڪلهه آمريڪي پئسي جي گهٽائي ڪري ايترا ته بانورجي ويا آهن جو هو ڊالر کٽي ڪنهن غريب ملڪ پهچن ٿا. جيئن فلپائن، ويٽ نام... اڄ ڪلهه ايسٽ يورپ جي ملڪن ڏي مارو اٿن. پوءِ انهن ملڪن مان مسڪين ڇوڪري هٿ ڪري ان سان مختلف ملڪن جا چڪر چاري ڏيندا. ساٽس رنگ رليون ملهائيندا ٿا وتن. آخر واپس وڃڻ مهل ڇوڪري کي ڇوپيل ڳنڍيري جيان ڦٽو ڪري هليا ٿا وڃن. هي همراهه به اهڙي ڪنهن ٽولي جو ٿو لڳي."

نصر جي ڳالهه ماني اچڻ ڪري اڌ ۾ رهجي وئي ماني کائڻ بعد ان هلڪي هوٽل تي هڪ گوشت هڪ ڀاڄي ۽ ڪجهه ڊبل روٽي جي ٽڪرن جي قيمت رڳو پاڪستاني اڍائي هزار رپيا پرٽي پئي. مٿان به ڪوپ ڪافي جا پيئڻ ڪري اڍائي سو رپيا الگ ڏناسين.

پيٽ پوڄا بعد چونڪ ۾ مشهور گرجا ڏسڻ لاءِ روانا ٿياسين. ان گرجا جو نقشو صليب جي شڪل جو هو. گرجا تي اٽلي جي مشهور عمارتساز بچيتو ۽ رينالدو ڪم ڪيو هو. عمارت جي ٻاهرين منهن وٽ سهڻن ٿنين ۾ مختلف رنگ جي سنگ مرمر جي استعمال ڪري گرجا جاذب نظر لڳي رهي هئي. گرجا ۾ سڀ کان اهم ڳالهه فلڪيات جي مشهور ماهر گليلو جو فانوس ٽنگيل آهي. جنهن جي مدد سان هن

موومينٽ آف پينڊولم Movment of Pendulum جو خيال ورتو هو.
گليلو جي ان ڪاري رنگ جي فانوس جي ڊيگهه ڇهه فٽ ۽ ويڪر ٽي فٽ ڪن هئي. فانوس ۾ ڪٽڻن جي جاءِ تي پتل جي ننڍن ٻارڙن جا بوتا لڳل هئا. فانوس هڪ ڊگهي زنجير ذريعي گرجا جي ڇت مان لڙڪي رهيو هو. ڇت جي بلندي سو فٽ کان به مٿي هئي.
ياد ٿو اچي ته ڪجهه سال اڳ پاڪستان ۾ جڏهن ڪميونسٽ ۽ پروگريسو سڏائڻ ڏوهه هيو ان دور ۾ ملڪ جي ڪجهه نوجوانن اسلم اظهر جي سربراهي ۾ "دستڪ گروپ" جي نالي سان برٽالٽ بريخت جا ڪجهه ڊراما اسٽيج ڪيا هئا. جن مان گليلو تي به هڪ ڊرامو هيو. مون کي اهو منظر ڏاڍو ڏکوئيندڙ لڳندو هو. جڏهن گليلو ڪليسا جي پادرين جي خوف کان پنهنجي پيش ڪيل نظريه تان هٿ کڻي ڇڏيندو آهي. سندس ان بزدلي جي رد عمل ۾ هن جا ڪيترائي شاگرد کيس طعنا ڏيندا ناراض ٿي هليا ويا. هو اڪيلو رهجي وڃي ٿو. بهرڪيف اسان سيڙجي فلورينس ۾ اٽلي جي ڏاهي گليلو جي قبر تي دل وجان سان خراج عقيدت پيش ڪرڻ ويا هياسين.
اسان گرجا مان نڪري پرسان ئي ان سان واسطو رکندڙ هڪ عمارت ۾ پير پاتوسين جا اڳ پادرين جي رهائش هئي. جنهن کي بعد ۾ ميوزيم ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. ان صاف سٿري ميوزيم ۾ خاص ڳالهه هڪ ڪاٺ جي نهيل شاهڪار ۾ حضرت عيسيٰ صليب تي ڏيکاريو ويو هو. ميوزيم جي پرسان هڪ گئلري ۾ ڪافي پراڻيون تيرهن کان پندرهين صدي جون زبون حالت ۾ تصويرون لڳل هيون. جيڪي ٻي جنگ عظيم واري بمباري ۾ تباهه ٿي ويون هيون. ڪي تصويرون چاليهه فٽ ڊگهيون ۽ ٽيهه فٽ ويڪريون پڻ هيون.
اسان جو سارو ڏينهن تقريباً گرجا چونڪ ۾ گهمندي ڦرندي گذريو هو. آخر شام ڌاري واپس ورڻ مهل پيسا جي گهٽين ۽ بازارن ۾ چڪر چاري ڏناسن. ڪجهه وقت آرنو ندي ڪناري آسيس وٺي اسٽيشن جو رخ ڪيوسين. سنجهاڌاري ٻين ٽڪيل مسافرن سان گڏ اسان به ريل ۾ جهوٽا کائيندا واپس وڃي رهيا هياسين. منهنجي ساٿي نصر هڪ سنهري وارن واري ننڍاڪڙي، آسٽرين دوشيزه جي ڪلهي تي مٿو رکيون ستو پيو هو.

# ويرونا

## روميو جيوليٽ جو ديس

’اها حقيقت آهي تہ اٽلي ڪافي مهانگو آهي، تنهن هوندي بہ اسان هن ملڪ ۾ جيڪي تاريخي شيون ڏسون ٿا، اهي وڌيڪ قيمتي آهن.

اسان هوٽل جي ڪمري مان نڪتاسين تہ ان مهل پرسان واري ڪمري مان بہ سياح ملوڪ زاديون گفتگو ڪنديون نڪتيون.

ملوڪ زادي جي ڳالهہ اسان جي دل ۾ کُڪي وئي. واقعي اٽلي جي ڳاٽي ٽوڙ مهانگائي پنهنجي جاءِ تي پر هتان جي ماڳ مڪانن جو بہ پنهنجو جادو آهي. هن ملڪ جي ٽڪائيندڙ تاريخ قبلِ مسيح کان پنڌ ڪندي ايڪهين صدي ۾ پير پائي رهي آهي. تاريخ جي ايڏي اينگهائيندڙ سفر ڪري هت هر دور جي شاهڪار جون جڙ پربون پڌيون پيون آهن.

مان ۽ منهنجو دوست نصر جان ٿوري دير اڳ ويرونا پهتا هياسين. هوٽل ۾ ڪجهہ گهڙيون آرام ڪرڻ بعد شهر جي چڪر جو خيال ٿيو، هوٽل جو ڪٽڪ رنگو مئنيجر ڪاري اڇي ڏاڙهي سان جيڪب آباد جو پروچ لڳي رهيو هيو. هن سان گفتگو دوران گمان پيو ٿئي تہ جاڻ يار سنڌي ڳالهائي ٿاڙو ملايو.

مئنيجر سان ڊاڙ- ڊش بعد شهر جي تفريحي جاين جي باري ۾ پڇڻ شروع ڪيو. هن ڊگهي احوال دوران اهو بہ ٻڌايو تہ، ”هت اڄ ڪلهہ انٽرنيشنل ڊراما فيسٽيول هلي رهيو آهي، اڄ بہ فرانس جو ڊرامو آهي. اوهان ڪوشش ڪيو جي ٽڪيٽ ملي وڃيوَ تہ ڏاڍو سٺو، باقي اميد گهٽ آهي.“

اسان يڪ ساهي هن جي ٻڌايل هنڌ تي پهتاسين، هڪ پراڻي رومن

ايرينا Arna جي اردگرد ماڻهن جا هشامر هيا. پوليس لٺ بانا ڪنيو هَلا هَلا ۾ مصوف هئي. اسان بہ سوڙهہ سگهوڙ ۾ دروازي وٽان ٽڪيٽ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسين.

هن ارينا ۽ رومر واري ڪولوزمر (Colossum) ۾ ٿورو فرق هيو، هي گولائي مائل ايرينا ٻاهران بہ ماڙ هئي، جڏهن تہ ڪولوزمر چار ماڙ هيو. محراب هڪ ٻي جي ڪلهن تي چڙهيا بيٺا هيا. مکيہ دروازن مان بہ ڏاند گاڏيون سولائي سان لنگهي سگهن پيون ۽ ان جي بلندي مان ڪجاوري سان سٽيل اٺ گذري وڃي ها، اندر ڏاڪا ناهي ماڻهن جي ويهڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو، ايرينا جي مٿان چوڦير سرچ لائٽ موجوده دور جي نشاني هئي.

سج لهڻ ۽ ڊرامي شروع ٿيڻ ۾ اڃا ڪجهہ ڪلاڪ هيا. اسان وقت گذارڻ لاءِ شهر جي وچ مان گذرندڙ نديءَ ڏي رخ رکيو.

پاڻي شروعات کان وٺي انسانن جي ضرورتن ۽ پوڄا پاٺ لاءِ بہ ڪمر ايندو رهيو آهي. اڄ جي جنڊاٻ پٽ دور ۾ نديون نالا فطرت جي شيدائن ۽ شانتي جي متلاشن لاءِ ماءُ جي هنج جهڙو سرور ۽ سڪون ڏين ٿيون. منهنجي بہ ڪنهن درياهہ پنڌي جيان اهو ڪوشش هوندي آهي تہ هر ديس جي وستي واهڻ جي پاڻي تي 'اڪو پاڻي' سان گڏ ڪجهہ دير پير پسائي آسيس حاصل ڪجي.

ياد ٿو اچي تہ ڪجهہ سال اڳ پولينڊ وڃڻ ٿيو هو. اتي مير منصب ٽالپر ۽ اياز محمد وٽ رهائش جو بندوبست هو، اتي ڪافي وقت رهڻ دوران منهنجو خيال ٿيو تہ سمنڊ تي بہ ڪجهہ ڪلاڪ گذارجن، وارسا کان ساموندي علائقو ستن اٺن ڪلاڪن جي مسافري تي هيو، سڀني دوستن مخالفت ڪئي، پر منهنجو شوق ڏسي مير منصب ۽ اسحاق انصاري سان هلڻ لاءِ راضي ٿيا. اٺن ڪلاڪن جي سفر بعد گڊانسڪي شهر پهتاسين، شهر جا لامارا ڏيئي آخر سمنڊ جي ساحل تي آياسين، بالٽڪ سمنڊ ۾ ڪجهہ دير تڙڳي فوٽوگرافي وغيره ڪئي، واپسي تي اسحاق ۽ مير منصب کي جڻ وارو ملي ويو، هنن دل کولي مون کي تنگ ڪيو.

"يار توکي رڳو سمند تي فوٽو ڪڍائڻو هو تہ، تون واپس وڃڻ مهل هڪ فوٽو ڏيئي ڇڏين ها. مون اوئين پولينڊ ۾ پڙهان ٿو. واندڪائي ۾

اچي سمنڊ ڪناري واريءَ ۾ نتهنجو فوٽو بيهاري ان مان ڪجھ فوٽو ڪڍي موڪليان ها، هروڀرو پنڌ ڪرائيئي."

مير منصب ڪجڪي دوران ڳالھ ڪئي. ان ڪتي اسحاق سُرُ، سُرَ ملايس"واھ ڀائو واھ... تو ڪي سمنڊ جي پاڻي جا ڇنڊا جسم تي هڻتا هيا تہ اگ ۾ ٻڏائين ها... ڪنهن دوست کي فون ڪري سمنڊ جي پاڻي سان ڀريل بوتل گهرائي ونون ها، تون اهو بدن تي هاري عادت پوري ڪرين ها...."

ملطب تہ اهو ڏينهن مان سنگت ۾ وڏو ڀوڳ هيس.

اسان گهمندا ندي ڪناري هڪ رومن در ڀرسان اچي ويهي رهياسين، اهڙا در اٽلي جي مختلف شهرن ۾ بہ نظر آيا. ويرونا جي سنواريندڙ اديجي (Adigi) ندي جا ڪنارا پڪا ڪيا ويا آهن. ندي جي ٻنهي پاسن کان ڪافي فاصلي تائين پور وچوتا رودِ بہ ڊوڙي رهيا آهن. ندي ۽ رودِ جي وچ واري ٽڪري کي ڇپر ۽ وڻڪار سان سرسبز رکيو ويو آهي. هي هنڌ شهر جي هل هنگامي کان پري ڪافي پُرسڪون آهي. هن ندي روهڙي ڪئنال جيتري ويڪري ۽ ان جي پاڻي جو رنگ ۽ وهڪرو بہ روهڙي ڪئنال جهڙو آهي. اسان اتي ويهي ڊرامي شروع ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. دنيا ۾ ڊرامي شروعات مذهبي رسمن سان ٿي، يونانين ان کي تفريحي انداز ۾ پيش ڪيو، روم جا پليوٽس (184- 254 ق- م) ۽ ٽيرينس (19 ق- م) وڏا ناٽڪ ڪار ٿي گذريا آهن. عيسوي صدي جي شروعات ۾ سنيڪا يوناني ڪهاڻيون ڪٺي الميہ ڊراما لکڻ ڪري مشهوري ماڻي، رومن جي زوال سان ئي ڊرامي جي بہ جڻ چيلھ چڀي ٿي وئي. پندرهين سورهين صدي ڌاري ڊرامي اٽلي ۾ نئين سري سان پر ڪڍڻ شروع ڪيا. اٽلي بعد ڊرامي اسپين، انگليند ۽ فرانس ڏي اڏار ڪئي.

اسان ڪجھ دير ندي ڪناري گذاري ٿيئٽر پاسي رخ رکيو، ايمفي ٿيئٽر در وٽ ٽڪيٽ ڏسڻ سان گڏ هرهڪ کي ميڻ بتي ۽ ماچيس ئي ڏنائون، پاڻ وائڙن کي تہ اها ڳالھ سمجھ ۾ نہ آئي اندر گهرياسين تہ ان گولائي مائل ٿيئٽر ۾ ڏاڪڻ تي هزارين ماڻهو وينا هيا، تر ڇڻڻ جي بہ جاءِ ڪانہ هئي. اسان ماڻهن کي سوري پوري جاءِ ناهيندا هڪ متاهين ڏاڪي تي ٿوري وٿي ڏسي ويهي رهياسين. اسان جي ڪجھ دير ڀرو



ويرونا شهر جو حسين منظر



ويرونا شهر مان لنگھندڙ خوبصورت ندي



شيڪسپيئر جي لافاني ڪردار جيوليٽ جو حسين مجسمو



جيوليٽ جي حويلي جو پڌر

پهچڻ کري اسٽيج جي ويجهو واريون جايون پرجي ويون هيون. هونءَ بہ اسان اهڙي سوڙهہ سگهوڙ جا عادي هياسين.

ڪنهن زماني ۾ ڪرڪيٽ جو ايترو تہ خفت هوندو هيو جو ڪنهن بہ ٻاهرين ملڪ جي ڪرڪيٽ ٽيم ايندي هئي تہ ٽيسٽ مئچ ڏسڻ لاءِ ڳوٺان رلهي ڪلهي تي رکي ڪراچي رخ رکندا هياسين. شاگردي جو دور هئڻ ڪري اهڙن ڏاڪٽن جي ٽڪيٽ بہ غنيمت هوندي هئي. مئچ ڏسڻ لاءِ ساري ڏينهن جي کائڻ پيئڻ جو بندوبست ڪري ايندا هياسين، پوءِ هر بال تي تاڙيون، تبصرا ۽ تبرا هوندا هيا. مئچ کان وڌيڪ ان جنرل انڪلوزر ۾ لالو کيتي چوڪرن جون حرڪتون، هل هنگاما، ٽپا ٽينگ، مزو ڏيندا هيا. اسان اهي ٽيسٽ ڪرڪيٽ جا ڏينهن پڪنڪ جي انداز ۾ گذاريندا هياسين. هت اهڙن شرارتي چوڪرن جي نسبت ڪافي سنجيده ماڻهو موجود هيا.

کُوهہ جهڙي ٿيئٽر جي تري ۾ اسٽيج هئڻ ڪري هر ماڻهو جي سولائي سان نظر پئجي رهي هئي. اسٽيج جي اردگرد خالي ميدان ۾ سرندي وارن لاءِ صوفا ۽ ڪرسيون رکيل هيون. مگنهارن جي هلڪي موسيقي ڪري لڳي پيو تہ، آواز کي هر ڪنهن تائين پهچائڻ جو جوڳو بندوبست آهي. سيني تماشائن کي صرف سڄ لهڻ جو اويسئڙو هو. اونداهي ٿيڻ سان ئي ڊرامي جو آغاز ٿيڻو هو. ماڻهن جي دلين جو راز ڄاڻي سڄ بہ احترامن لهڻ شروع ڪيو. هزارين ماڻهن جي سرن پوبان سڄ لهندو ڏسي مون کي حيدرآباد جي پڪي قلعي جي ڪنگرين جي اوٽ ۾ لهندڙ سڄ جو منظر ياد اچي رهيو هو.

سوڙهہ ڪري هرڪو ڪلهو ڪلهي سان ملايون وينو هو. منهنجي سڄي ڪلهي کان ٻہ سٽيون چوڪريون وينيون هيون، جيستائين ڊرامو شروع ٿئي، اسان انهن سان سُرُ ملائڻ شروع ڪيو. هنن ٻڌايو تہ هو جرمن آهن. هت ڊرامو ڏسڻ آيون آهن.

"توهان جرمني کان صرف ڊرامو ڏسڻ آهيون آهيو؟"

"جي.."

"ڏاڍيون شوقين آهيو."

"پلا ويرونا ڏسڻ بعد ڪهڙي شهر وينديون؟"

"بس اسان ڊرامو ڏسي واپسي ڪنديونسين."
"مار...!"

اونداهي ٿيڻ ڪري لائوڊ اسپيڪر جي آواز اسان جو ڪچهري جو سلسلو ٽوڙي وڌو، ڊرامي جو آغاز ٿيڻ وارو هو، اسٽيج تي ٻرندڙ هلڪيون بتيون ٻه وسائي ڳڳهه اونده ڪئي وئي. ان وقت هر ماڻهو در تي ڏنل ميڻ بتي ٻارڻ ۾ مشغول ٿي ويو. اسان جون ميڻ بتيون ٻه جرمن ڇوڪرين پنهنجي بتين سان روشن ڪيون. ٿوري دير بعد ڇوڏاري ڏهه ٻارهن هزار ماڻهن جي هٿن ۾ ٻرندڙ ميڻ بتيون دلڪش منظر پيش ڪري رهيون هيون، اسان وٽ شب- برات، ڏياري توڙي سرڪاري ڏينهن تي چراغان ڪئي ويندي آهي. پر هت هزارين هٿن ۾ ٽم ٽم ڪندڙ روشن مان ائين پيو لڳي ته آسمان جا سڀ تارا ماڻهن ٽانداڻين وانگر هٿن ۾ پڪڙي رکيا آهن.

اسٽيج تي روشني ڪري ڊرامي جي باقاعده ابتدا ڪئي وئي. اسان ٻه وڏي توجهه سان ڊرامو ڏسڻ ۾ مهو ٿي وياسين.

آغاز مهل ڊرامي جو نالو La Bohemc ٻڌايو ويو. ناٽڪ جي ڪهاڻي هئي ته 1830ع ڌاري پئرس جي هڪ گهر ۾ چار ڇڙا ڇانڊ رهندا هئا. انهن ۾ هڪ شاعر، هڪ مصور ٻه هو. چارئي ڇڙا ڳالهين جي حد تائين ٻڌاڪي، پر ڪم ڪان ٻرو هين. بهرحال پٽي سٽي گهر جو خرچ پيا هلائيندا هيا. ڪرسمس ملهائڻ لاءِ سيئي وڏي زور شور سان تياري ڪن ٿا.

شاعر ڪي ڪو مضمون پورو ڪرڻو هو، ان ڪري هن ساٿين بعد ۾ ملڻ جو وادو ڪيو. شاعر اڪيلو ميڻ بتي جي روشني ۾ لکي رهيو هو ته پاڙيسري ڇوڪري 'ممي' اندر هلي آئي. ڪچهري دوران ڇوڪريءَ جي گهر جي چابي پٽ تي ڪري پئي. ٻئي اها ڳولن پيا ته ميڻ بتي وسامي وئي. اونده ۾ هنن جا هڪ ٻئي سان هٿ لڳي ويا. اهڙي طرح ويجها ٿي ويا ۽ عشق شروع ٿي ويو.

ڊرامي جي وقفي جي اعلان سان بتيون ٻاري ڏينهن ڪيو ويو، پرسان ويٺل جرمن جوانڙين پنهنجي ٿيلهي مان سينڊوچ ۽ ڪوڪا ڪولا جا ڊٻا ڪڍي وات تي رکيا. سڀ ماڻهو چاٻا ڏئي رهيا هيا، اسان پاڻ

سان اهڙو بندوبست ڪري نہ آيا هياسين، صرف اسان جوئي وات بدل هو. اتي ڪيترا گھوڙا بہ شي شڪل وڪڻي رهيا هيا. هڪ ٻن کي ويجھو اچڻ جو اشارو بہ ڪيو. هو ميڙ مان جاءِ ناهيندا جيستائين اچن، اسان صبر ڪيون وينا هياسين.

اسان جو وات پاٽي پاٽي ٿيندي ڏسي، پرسان ويٺل جرمن ڇوڪريءَ سينڊوچ ۽ ڪوڪا ڪولا جا دٻا ڏنا. اسان گھڻوئي انڪار ڪيو، پر هنن اسان جي هڪ نہ ٻڌي.

"ڇوڪرين تہ ماري وڌو." مان نصر کي چيو.

"ها يار هتان جي ماڻهن ۾ اهڙي قسم جو رواج گھٽ آهي." پلي ڪيترو بہ دوست هجي، هرڪو پنهنجو خرچ ڪندو.

هنن ڇوڪرين جو خلوص ڏسي، پنهنجي مهمانوازي ياد اچي وئي. هتان جي ان ڳالھ تي ياد اچي ويو تہ، هڪ دفعو يوگوسلاويہ ۾ بس تي سفر ڪري هيو هيس، مسافري دوران هڪ سياح ڇوڪري سان ڪافي گھرائپ ٿي وئي. اسا هڪ ڳوٺڙي ۾ پهتاسين، جتان ٻي گاڏي ۾ اڳتي روانو ٿيوٺو هو. منهنجو خيال ٿيو تہ جيستائين گاڏي اچي تيستائين ڪنهن هوٽل ۾ ويهي ماني کائجي. اهو سوچيان ئي پيو تہ ڇوڪري پنهنجو ٿيلهو منهنجي حوالي ڪري هلي وئي. ٿوري دير بعد هو برگر کائيندي واپس آئي.

"اچو تہ شهر جو چڪر ڏيون." هن ٿيلهو پني تي رکندي چيو.

مان دل ۾ خوش تہ منهنجي کائڻ لاءِ بہ هن ڪجھ آندو هوندو. پر هوءَ مزي سان چاٻا ڪندي پي هلي. شهر ۾ رلڻ دوران مون کي بک ياڙي ڪيو تہ هوٽل ۾ ويهي ماني گھرائي. پر هن اشراف جي ڌيءُ هڪ گرھ بہ نہ کاڌو. ساري ٽوئر ۾ هن جو چوڻ هو تہ، "هرڪو پنهنجو کائي پيئي، ڪو ڪنهن تي بار نہ ٿئي."

پر هي هٽلري حسينائون يورپ جي روايت جي ابتڙ ورهائي وندي کائي رهيون هيون. گھوڙن وارا ويجھو آيا تہ اسان بہ ڪجھ کائڻ پيئڻ لاءِ ورتو. گھڻي اسرار بعد هن اخلاقاً ٿورو ساٿ ڏنو. اڌ ڪلاڪ جي وقفي بعد وري چوڌاري بتيون وسائي، سٽيج روشن ڪري ڊرامي جو باقي حصو هن طرح ڏيکاريو ويو.

"چوڪري ۾ شاعر ڪجھ عرصو گڏ رهڻ بعد چوڪري هن کي ڇڏي مصور سان دوستي رکي ٿي. ان ڳالھ تي شاعر ۽ مصور جي وچ ۾ رقابت شروع ٿئي ٿي. مصور ڪجھ عرصو چوڪري سان روح رهاڻ بعد ڪڍي ٿو ڇڏي. چوڪري دربدر ڀٽڪڻ بعد هڪ ڏينهن سخت بيماري جي حالت ۾ واپس شاعر وٽ پهچي معافي تي وڃي ٿي. شاعر هن کي معاف ڪري سارسنڀال لهي ٿو. چوڪري ڏينهون ڏينهن مرڻ ڪنديءَ اچي لڳي ٿي.

آخر چوڪري جي حالت گهٽي خراب ڏسي شاعر رڙيون ڪري مصور کي ڊاڪٽر ڏي ٿو موڪلي. ٻين دوستن کي دوادرمل لاءِ ڀڄائي ٿو. شاعر ان دوران چوڪريءَ سان پهرين ملاقات، محبت جون ڳالهيون ڪري وندرائڻ چاهي ٿو. جيستائين مصور ۽ ٻيا دوست ڊاڪٽر ۽ دوائون وني اچن تا، چوڪري جو دم نڪري ٿو وڃي."

چوڪريءَ جي مرڻ سان ئي ڊرامي جو خاتمو ٿيو. ٻاهر نڪرڻ مهل اسان پاڙيسري چوڪرين کي ساڻ ماني جي دعوت ڏني. پر هنن ٻڌايو ته، "هو هاڻي سڌو جرمني وينديون. سندن بس ٻاهر بيٺي آهي، جنهن ۾ ٻيا مسافر انتظار ڪندا هوندا."

اسان هنن کان موڪلائي ٻاهر آياسين، رات جو هڪ پهر گذري چڪو هو. اسان هوٽل وڃڻ بجاءِ شهر جي روڊ ماستري لاءِ سندرو ٻڌو.

اسان جو سارو وقت ڊرامي بابت ڳالھ ٻولھ ٿيندي رهي. برصغير ۾ ڊرامي جي ابتدا 'اندر سڀا' جا ڊائيلاگ:

"راجہ ہوں میں قوم کا اندر میراں نام
بن پریوں کے دید کے نہیں مجھے آرام."

هر شهر ۾ 'ماندا' ۽ 'هاندا' جو قيام، امتياز علي تاج جي ڊرامن 'يهودي ڪي لڙڪي'... 'انارڪلي' کان سواءِ آغا حشر ڪاشميري جي ڊرامن جو بہ ذڪر نڪتو.

"ڏٺو وڃي تہ پنهنجي ملڪ ۾ اڄ بہ ڊرامو ڪافي پسند ڪيو وڃي ٿو." نصر پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو.

"واقعي پنهنجي ديس ۾ خاص ڪري ٽي- وي ڊرامن کي ڪافي پسند ڪيو وڃي ٿو. ڪن ڊرامن جي ايتري مقبوليت هوندي آهي، جو ان

وقت تي- وي اڳيان ماڻهن جا ميڙ هوندا آهن. ٽرئفڪ ۽ زندگي جو ٻيو ڪاروبار سمت تي ويندو آهي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ته ڊرامي مهل پٽڪي ڏاهه هوندي آهي."

"اسٽيج ڊرامي جو ٻه پنهنجو مزو هوندو آهي."

"بيشڪ ڪراچي ۾ تازي دهشت گردي ۽ رت جي راند ڪان اڳ ڪجهه آڊيٽوريم ۾ چار چڱن ڇهرن جو ديدار نصيب تي ويندو هو. باقي لاهور ۾ پنجن ڇهن هنڌن تي سٺا ڊراما ڏسڻ لاءِ ملي وڃن تا. پنهنجي شهرن جي اسٽيج ڊرامن 'شادي منهنجي بابي جي'.... 'شل ڪا تنگ ٻجئي....' ڪان بس پلي آهي." مان نصر جي ڳالهه کي توڙ تائين پهچايو.

هونءَ ٻه منهنجو ناٽڪ ڪارن ۽ ناٽڪ نگارن سان عشق آهي، پراڳ ۾ رهڻ دوران اتي ڪافڪا ۽ ٻين جڳ مشهور ڊرامانويس جا ڪيترائي ڊراما ڏٺا. خاص ڪري ا.. جي شاعر صدر هاويل جا ڪجهه ڊراما ڏسڻ جو موقعو مليو.

هيڏي اچڻ ڪان اڳ مشهور ڪمپيئر ۽ ليکڪ شبنم گل جي ڊرامن جي ڪتاب جو مسودو مون وٽ صلاح ثواب لاءِ رکيل هو. جنهن کي ڪجهه نظر مان ڪڍيو هو.

صبح جو تيار تي شهر جي نظاري لاءِ هڪ ٽورسٽ بس ۾ اچي ويناسين، بس سياحن سان تمتار هئي. اڳيان وينل گائيڊ پليڪار بعد پنهنجو تعارف ڪرايو. بس رواني تي ته گائيڊ ويرونا شهر جي تاريخ جا ورق ورائڻ شروع ڪيا.

"ويرانا اَديگي ندي جي ڪناري آباد آهي. اوائلي زماني ۾ هت نندڙا قبيلا رهندا هئا. اٽانوي ق- م رومن هن کي ڪالوني ٺاهيو...."

يارنهن سو عيسي تائين مختلف بادشاهن جي حڪمراني ۾ وڌندو ويجهندو رهيو. هن تي وينس جي رياست ٻه قبضو ڪيو. 1822ع چئن ملڪن روس، پرشيا، آسٽريا ۽ انگلينڊ جي ڪانگريس ڪري شهرت ملي... 1966ع کان باقاعده اٽلي جو حصو آهي.... ٻي جنگ عظيم ۾ هن شهر کي ٻه ڪافي پيليو ويو....

... هي شهر اٽلي ۽ وچ يورپ کي ڳنڍي ٿو... ۽ ها... ها... اصل ڳالهه دانتي جلاوطني ۾ هت اچي رهيو هيو...."

بس اسان کي شهر جا مختلف هنڌ گهمائيندي، ندي پار ڪري هڪ ٽڪري تي چڙهڻ لڳي، ان سرسبز ٽڪري کي ڪوٽ ڏنل هو. هي ڪوٽ ڏجي جيان ٽڪري جي ساخت مطابق هو. هتان شهر جو نظارو سهڻو لڳي رهيو هو. شهر جي وچ مان اڌ گول ۾ لنگهندڙ ندي ڪنهن ڪماري جي ڳچي ۾ پاتل هار جيان لڳي رهي هئي. ندي تي ٿوري ٿوري فاصلي تي جوڙيل پليون هار ۾ پيل قيمتي موتين جيان جرڪي رهيون هيون. ڏور ڏور تائين، شهر جي ڦهليل جاين جي وچ مان بلند گرجائون سج جي ترورن تي سورج- مکي جيان ٻهڪي رهيون هيون.

ٽڪري تي ٿورو وقت گذاري هيٺ لهي ڪجهه گرجائون ڏٺيون سين، گرجائون رومن ۽ گوٿڪ طرز تعمير جون هيون. سڀ ڪان پهريائين ڪنتبري گرجا لاءِ گائيڊ ٻڌايو ته هت موسيقار موزارٽ ميوزڪ وڄائي هئي، ان ڪري اها مشهور آهي..... سيزين گرجا ڏسڻ مهل گائيڊ چيو، ”هن گرجا ۾ باربروسا معاهدي تي صحيحيون ڪيون هيون.... آخر هڪ نينگرو چرچ ۾ آياسين، جيڪا ڪاري سينٽ جي ڪري مشهور آهي. اتي ان نيگروسينٽ جو مجسمو ٻه لڳل هو....

رستي ۾ گائيڊ هڪ هنڌ بس بيهاري چيو: ”ان سامهون واري بلڊنگ ۾ جيڪي سوراخ آهن، اهي نپولن جي مشين گنن جا آهن.“

گرجائون ۽ ڪجهه تاريخي عمارتون ڏسي بد ۾ ويناسين ته گائيڊ چيو، ”اسان هاڻي جيوليٽ جو گهر ڏسڻ ٿا هلون.“ گائيڊ جي ان اعلان سان منهنجي دل تنبوري جيان وڄڻ لڳي. منهنجو ويرونا شهر سان تعارف گهڻو اڳ روميو جيوليٽ جي قصي ئي ڪرايو هو. ان جڳ مشهور قصي ۾ آهي ته، ڪنهن زماني ۾ ويرونا شهر ۾ ٻه وڏا خاندان ڪئپيوليٽ ۽ مانٽيگو رهندا هيا. پيڙهين کان ٻنهي خاندانن ۾ چاندين، مگسين جيان جهيڙو هلندو رهندو هيو. اتفاق سان مانٽيگو گهراڻي جي هڪ نوجوان روميو جو پنهنجي دشمن ڪئپيوليٽ جي مهجبين جيوليٽ سان عشق ٿي ويو. جتان ان دردناڪ ڪهاڻي جي شروعات ٿئي ٿي. هاڻي اسان ان ڪنواريتن جي گهر وڃي رهيا هياسين.

بس اسان کي هڪ ڪليل پاڙي ۾ اچي لاٿو.

وبڪري گهٽي مان پنڌ ڪندا هڪ شاهي ونگدار دروازي وٽ اچي

بيناسين، ڏيڊي ٽپي اندر آياسين، ته بلند ماڙين سان گهيريل پڌر ماڻهن سان ڀريل نظر آيو. مون کي ائين پيو محسوس ٿئي، جڻ ان جڳهه تي مان اڳ ڪيترا دفعا اچي چڪو هجان. ماڙي جو سارو نقشو منهنجي ذهن ۾ نقش هجي. ان جو وڏو سبب شيڪسپيئر جو روميو جيوليٽ تي لکيل ڊرامو ۽ ان تي ٺاهيل فلمون ڪيترا دفعا ڏسي چڪو هيس، مون کي روميو جيوليٽ جي ڊرامي جا ڪردار مومل راڻي جي ڪردارن جيان ياد هيا.

اسان جيوليٽ جو گهر ڏسڻ لاءِ اندر داخل ٿياسين، ڪمرا ڏسندو هڪ وڏي هال ۾ اچي بيهي رهيس. انهي يال ۾ ئي روميو ۽ جيوليٽ جي پهرين ملاقات ٿي هئي. ان ڏينهن ڪئپوليٽ خاندان جي هڪ دعوت ۾ روميو به نقاب پائي چوري شامل ٿيو هو. هو پهرين ئي نظر ۾ جيوليٽ کي ڏسي رينون چنائڻ لڳو. آخر موقعو ڏسي هو جيوليٽ جو هٿ پڪڙي هڪ ڪنڊڙي ۾ وٺي وڃي پريم جون ڳالهيون ڪن ٿا.

Romeo: It I profane its my hn wosthest hand.
Thid holy Shrinc, the gentle fine is this.
My lips tow blushing pilgrims, rcody stand.
To Smooth that rough touch with a tender kiss.

روميو: "مان جيڪڏهن پنهنجي هن بڇڙي هٿ سان هن پاڪ جڳهه کي ناپاڪ ڪيان ته ان جو هلڪو ڏنڊ اهو ٿيندو ته منهنجا ٻن شرميلن زيارتن جهڙا چپ انهي اڻسهائيندڙ ڇهاءَ جي بدلي ۾ هلڪي چمي سان ان کي سهائيندڙ بنائڻ لاءِ تيار ٿي ويندا."

Juliet: Good piligrim, you do wrong your hand too much
Which mamerly devotion shows in this for Saint harc hands
that piligrims hands do touch....

جيوليٽ: "سنا زيارتي، تون پنهنجي هٿ کي وڌيڪ برو ڀلو نه چئو، جيڪو ان نموني جي عقيدت ڏيکاري ٿو، ڇو جو سنت جا هٿ زيارتي چمندا آهن."

Romeo: Harc not saints lips, and holy palmrs too?

روميو: "ڇا سنتن ۽ زيارت تان موٽندڙن کي چپ نه هوندا آهن."

Juliet: Ay. Piligrims lips that they must use in prayer.

جيوليٽ: "ها زيارتي جا اهي چپ دعا لاءِ ڪتب ايندا آهن."

Romeo: O' then, dear saint, let lips do what hands do.
They pray, grant thou, lest faith toun to despair.

روميو: "منهنجا درويش، جيڪي ڪم هٿ ڪندا، انهن لاءِ چپن کي به اجازت ڏيو، انهن جو عرض اگهايو، انهن جي اميد جيئن نااميدي ۾ تبديل نه ٿي وڃي."

Juliet: Saint do not more, though grant for proyess sake.

جيوليٽ: "سنت انهن عرض کي اگهائڻ لاءِ اثر نٿا ونن."

Romeo: Then more not while my prayer effect, I take.
Thus from my lips, by yours, my sin is pugr'd.

روميو: "منهنجي دعائن جو اثر جيستائين اگهامي پلي توهان اثر نه ونو. منهنجا چپ ان طرف تنهنجي چپن سان ملي منهنجا گناهه ڌوئن ٿا."

ائين چئي هو جيوليٽ کي چمي ڏي ٿو. ان تي جيوليٽ کيس چئي ٿي.

Then hare my lips, the sind that they have took.

"پوءِ منهنجو چپ ان گناهه کي قبول ڪن ٿا."

Romeo: Sin from my lips? O tresspass sweatly.
Give me my Sin again.

روميو: "منهنجي چپن جو گناهه؟ اسٽاهيندڙ خواهش وري مون ۾ ساڳي گناهه ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪري ٿي."

Juliet: You kiss by the book.

جيوليٽ: "تون پلي پاڪ ڪتاب کي چمر."

مان ان وڏي هال مان نڪري مختلف ڪمرن ۾ گهمڻ لڳس. گهر ۾ ڪمرا ڪجهه هيٺ ڪجهه مٿي هيا، ڪاٺ جي ڇت ۽ ڏاڪڻ جو نفيس ڪم ڏسي شڪارپور ۽ حيدرآباد جي بائي بندن جون ماڙيون پيون ياد اچن. ٻاهر ڪلنڊڙ دريون، الماريون ۽ ڏاڪڻ جي چوڪاٺن تي سهڻي چٽسالي ٿيل هئي. ڪن ڪمرن ۾ جيوليٽ خاندان جون تصويرون پڻ ٽنگيل هيون.

مان گهر ۾ ڦرندو، ٻهرين منزل تي ان گئلري مان هيٺ جهاتي پائڻ لڳس، جتان جيوليٽ راتن جا پهرن جا پهر روميو سان روح رهاڻ ڪندي هئي.

روميو جيوليٽ جي ڪردارن، ڊائيلاگ ۽ حويلي ڏسڻ ۾ اينترو ته مهو تي ويس جو وقت گذرڻ جو احساس ئي نه ٿيو. حالانڪ گائيڊ اسان کي اڌ ڪلاڪ اتي ترسڻ لاءِ چيو هو. غلطي محسوس ڪري تڪڙو ٻاهر آيس، ته نصر ٻر لڳو بيٺو هو.

”واهه عاشق پٽ واهه...!“

”ڇا ٿيو؟“

”اسان سڀ اڌ ڪلاڪ ۾ گهر ڏسي اچي بس ۾ ويٺاسين، تنهنجو ڪافي انتظار ڪرڻ بعد بس رواني ٿي وئي.“

”توکي ٻڌايو هوم ته روميو جيوليٽ منهنجو پسنديده ڊرامو آهي.“ مان نصر کي پنهنجي مجبوري ٻڌائي.

”سائين باهه ڏيو، اسان فقير ماڻهو، اسان جو ڇا ڊرامن سان؟“

”هاڻي بس ته هلي وئي، ڇو نه مان هڪ دفعو ٻيهر حويليءَ جو چڪر هڻي اچان.“ مان نصر کي گذارش ڪئي.

”مان هت ويٺو آهيان، تون ڀلي چڪر هڻي اچ.“

هو رنل انداز ۾ جيوليٽ جي گهر ٻاهران ويهي رهيو.

مان وري گهر اندر اطمينان سان هرهڪ ڪمرو ڏسي، گهر ۾ ئي موجود گفٽ شاپ تان ڪجهه ڪتاب ۽ پوسٽ ڪارڊ وٺي نڪري آيس.

نصر ٻاهر جيوليٽ جي پتل جي بت وٽ هڪ جيئري جاڳندي جيوليٽ سان ويٺو آئيس ڪريم کائي رهيو هو. نصر ڇوڪريءَ جو تعارف ڪندي ٻڌايو ته: ”هيءَ جيوليٽ جي گهر جي نظرداري لاءِ مقرر آهي.“

ڪجهه دير ڪچهري ۽ آئيس ڪريم کائي اٿياسين ته ڇوڪري اسان کان خالي ڊٻا وٺي ڪنڊ ۾ رکيل گند جي ٽوڪري ۾ اڇلي آئي.

جيوليٽ جي گهر جي صفائي، سترائي ۽ حفاظت ڏسي، پنهنجي قوم تي روئڻ پيو اچي. اسان پنهنجي ننڍين تاريخي جاين جي حافظت نه ٿا ڪري، پر موهن جي دڙي جهڙي تاريخي هنڌ جي به پوري سنڀال ڪري نه سگهيا آهيون.

هڪ دفعو ٽيسٽ ڪرڪيٽر ظهير عباس لاڙڪاڻي مهمان ٿي آيو. اسان هن کي دڙو گهمائڻ آياسين، گهمندي ظهير عباس هڪ هنڌ Tiolet جي تختي لڳل ڏٺي ته اندر هليو ويو. پر يڪدم همراهه نڪ کي هٿ ڏيون

ڊوڙندو نڪتو ۽ چيائين: ”واقعي صحيح Tiolet آهي.“ ان مهل ڪو تازو همراھ خفو لاهي ويو هو.

اسان چرندڙ پرندڙ جيوليٽ ڪان موڪلائي اٿياسين، تہ نصر چيو، ”هاڻي ڪيڏانهن هلڻ جو خيال آهي؟“

”هاڻي جيوليٽ جي مزار شريف ڏي ٿا هلون.“

”اهو وري شريف ڪيئن ٿيو؟“

”هر عاشق ۽ معشوق جي مزار مقدس هوندي آهي، پوءِ ڀلي اها سسئي هجي يا سهڻي.“

”اها آهي ڪاٿي؟“

”حضرت جيوليٽ جي درگاہ جي پچا ٿا ڪري ونون! مون هن کي چيو.

”حضرت وري ڇا جي؟ يار تون تہ ڪفر جون ڳالهيون ٿو ڪرين... هل يار تنگ نہ ڪر.“ نصر ائين چئي وک وجهڻ شروع ڪئي.

روميو جيوليٽ تي ڪيتريون فلمون ٺاهيون ويون آهن، پر سڀ کان بهترين فلم هڪ اٽلين ڊائريڪٽر/ پروڊيوسر Franco Zifferelli جي آهي. ڪراچي جا ڪلاڪوٽ جا مڪراني گيٽ ڪيپر ان پروڊيوسر کي ظفر علي ڪري سڏيندا هيا.

مون کي ياد ٿو اچي تہ ڪراچي جي هڪ سينيما تي ڪلاڪوٽ جا بہ مڪراني گيٽ ڪيپر چراغ ۽ لالو پاڻ ۾ سينيما ۾ هلندڙ فلم روميو جيوليٽ جي باري ۾ گفتگو ڪري رهيا هيا.

چراغ: ”اڙي اي پلم شيخ پير رَي ڊَراما اين.“

(اڙي! هي فلم شيڪسپيئر جو ڊرامو آهي.)

لالو: ”نہ ڙي ترا چي کبر اي ظپر علي اي اشٽوري اين.“

(نہ ڙي تو کي ڪهڙي خبر هي ظفر علي جي اسٽوري آهي.)

چراغ: ”ترا هچ کبر نئين اشي آ ڪئي چاري.“

(تو کي ڪا خبر ڪانهي ان کي ڪير ڏسندو)

لالو: ”تو بند بچار اي گولڊن جوبلي ڪنتين، اڙي ڏھ ڏھ ربي شرط اين.“

(تون ڏسجان هي گولڊن جوبلي ڪندي، ڏھ ڏھ رپيا شرط آهي)

چراغ: "هائو ڙي."

بهرحال ان پروڊيوسر جي فلم جون خاص ڳالهيون اهي آهن، جو شيڪسپيئر پنهنجي ڊرامي ۾ جيوليٽ جي عمر چوڏهن سال ڪن ۽ روميو کي ان کان ڪجهه وڏو ڏيکاريو آهي. ان عمر ۾ عشق جي چوٽ ۾ ماڻهو چريو ۽ ان چتي وهيءَ ۾ ذهن کان وڌيڪ دل جو معاملو هوندو آهي. پروڊيوسر وڏي ڳولا بعد ان عمر جو هيرو Leonard Whiting ۽ هيروئن Olivia Hussy هٿ ڪئي هئي. فلم جي شوٽنگ دوران ان هيرو ۽ هيروئن جو سچ پچ عشق ٿي ويو هو. هو پاڻ ۾ شادي ڪرڻ پيا چاهين، پر ماڻهن کين صلاح ڏني ته، "اوهان جي عمر اجا ننڍي آهي. فلمي دنيا ۾ مستقبل ۾ اوهان کي گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي. ان ڪري ڪچڙي عمر ۾ شادي جو خيال ڇڏي ڏيو."

ڊائريڪٽر ان کان سواءِ لئبرري مان ڪتاب اٿلائي پٿلائي ان دور جي پوشاڪ ۽ سازن جا قسم تيار ڪرائي موسيقي ترتيب ڏني هئي. ان دور ۾ مروج ناچن جي ريهرسل ڪرائي هئي. هن ان صدي ۾ استعمال ٿيندڙ هٿيارن جي تلاش ۾ وڏي ڪوشش ورتي. همراه اسٽوڊيو ۾ فلم پرڻ بجاءِ روميو ۽ جيوليٽ سان منسوب گهرن ۽ سندن مزارن تي فلم پري هئي. اينري قدر جو هن انتظاميه جي مدد سان ويرونا جي ڪجهه حصن جي فلم بندي دوران شهر جو ڏيک پندرهين صدي جو ڏيکارڻ لاءِ انهن هنڌن تان بجلي ۽ ٽيليفون جا ٿنڀا ۽ تار هٽرائي ڇڏيا هيا. ڪيترين سڙڪن تان اشتهارن جا بورڊ ۽ جاين جو موجوده دور جا رنگ روغن بدلائي، انهن کي پراڻي زماني جو روپ ڏنو ويو هو. اهوئي سبب آهي جو ان فلم کي دنيا ۾ ڪافي ميڃتا ملي. مون کي به ان فلم جي حوالي سان ڪيترا سِين اڃ به ذهن ۾ تازا آهن. ٿورو ذهن کي ولوڙڻ سان مان انهن هنڌن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو.

اسان جا قدم جيوليٽ جي مزار ڏي وڃي رهيا هيا، ته رستي ۾ هڪ هنڌ ڏسي مان بيهي رهيس.

"وري ڇا ٿيو؟" نصر چيله تي هٿ رکندي چيو.

"يار اهڙوئي هڪ هنڌ آهي، جتي روميو ۽ سندس دوست مرڪيوشو جو پنهنجي دشمن ڪئپيوليٽ جي ماڻهن سان جهيڙو ٿيو هو، جنهن ۾

مرڪيوشو جي قتل ٿيڻ تي روميو پلاند ۾ ٽئِي تي خون ڪيو هو. جنهن ڪري روميو کي شهر نيڪالي ڏني وئي هئي. ڊرامي ۾ مرڪيوشو کي ڪافي زنده دل ڏيکاريو ويو آهي. مان نصر کي ٻڌايو ته انگلينڊ جي 'شيڪسپيئر ڊراماٽڪ سوسائٽي' ڪافي مشهور آهي. هي سوسائٽي شيڪسپيئر جا ڊراما انگلينڊ توڙي ٻين ملڪن ۾ به ڪندي رهندي آهي. مان جڏهن انهن جو ڊرامو روميو جيوليٽ ڏٺو هو ته موڪيوشو جي ڪردار، هال ۾ ويٺل تماشائن کي ڏاڍو کلايو هو. ايتري قدر جو مرڻ مهل به مرڪيوشو جي ايڪٽنگ ۽ گفتن ڪري هال ۾ ٽهڪڙا هيا.

اسان ڪجھ پنڌ ڪرڻ بعد هڪ هوٽل ۾ ويهي نڙي آلي ڪئي. بيري کان ڳالهين دوران جيوليٽ جي قبر جو ڏس پڇي وري ڪڙين تي زور ڏنو. واٽ تي هڪ گرجا ڏسي ٿوري دير لاءِ منهنجي ذهن ۾ ڊرامي ۽ فلم جا ڪردار ڦرڻ لڳا.

روميو قتل جي ڏوھ ۾ جلاوطن ٿيڻ کان اڳ جيوليٽ سان هڪ پادري جي مدد سان لڪيل شادي ڪئي هئي. روميو جي جلاوطني دوران مائٽ جيوليٽ جي شادي زوري ڪنهن ٻي هنڌ ڪرڻ جي تياري ڪن ٿا. جيوليٽ روئندي گرجا ۾ ساڳي پادري وٽ اچي ٿي. پادري هن کي اهڙي دوا ڏي ٿو، جيڪا شادي کان اڳ پيئڻ سان هوءَ ڪجھ ڏينهن لاءِ مئل لڳي ٿي. ان دوران پادري روميو ڏي نياپو موڪليو ته جيوليٽ کي قبرستان مان اچي وٺي وڃي. اتفاق سان پادري جو پيغام، روميو کي نٿو ملي. پر روميو کي ڪنهن ٻي طريقي سان پنهنجي محبوبه جي موت جي خبر پئجي ٿي وڃي. هو قبرستان پهچي جيوليٽ کي مئل سمجهي پاڻ به زهر کائي ان جي پرسان سمهي ٿو پوي.

هاڻي اسان جيوليٽ جي مزار جي اڳيان بيٺا هياسين، مزار جو مکيه ڪماني دار دروازو ۽ پٿيون ڇهچ سائي وَلِ سان ڍڪيون پيون هيون. مزار جي چوڦير به گهاٽي وڻڪار هئي. اندر شهيد عشق ستي پئي هئي. گهاٽي ڇانوري جي ٿڌاڻ ۽ پکين جي مٺي ٻولين حالي ته بيخود ڪري ڇڏيو.

"ڪيڏو نه سڪون آهي!" نصر وڻ جي هينان پلٽي ماري ويهندي چيو.

"عاشق تي قدرت جي خاص مهرباني هوندي آهي، عاشق پنهنجي سنڌ

جو هجي يا ويرونا جو." مان هن جي پرسان ويهندي چيو.
منهنجي ان ڳالهه تي نصر جذباتي ٿيندي چيو.
"اسان جي سنڌ جا عاشق هن کان وڌيڪ آهن، مارئي جو قصو ئي ڏسو، هن وات ڳاڙهي جيوليٽ کان مارئي وڌيڪ مقدس، غيرت مند ۽ ساٿيه جي سڪ واري هئي. مارئي کي سلام." نصر باقاعده مارئي کي سلوٽ ڪندي وري ڳالهايو، "هت اسان ڪيترن سهولتن سان، جهازن، ريل گاڏين، ٽيڪسن تي چڙهي پهتا آهيون.... رهائش عاليشان هوٽلن ۾ آهي... توکي ياد آهي ته پاڻ جڏهن ٿر ۾ مارئي جو ڳوٺ پالوا ۽ کوهه وغيره ڏسڻ هليا هياسين ته ڪيڪڙن، اٺن جي سواري کان سواءِ پنڌ پگهر ڳاڙيندا پهتاهياسين... مون کي ته ٿر ۾ هتان کان وڌيڪ سڪون آيو هو."
نصر جيوليٽ جي مزار ڏي اشارو ڪندي چيو.
"هن اٽلي جي ڇوري کي ته شيڪسپيئر انگريزي ۾ لکي شهرت ڏني آهي. اسان جي مارئي ويچاري سنڌ تائين محدود آهي. اسان جي لوڪ قصن کي به انگريزي ۽ ٻين زبانن ۾ ترجمو ڪري، ڊرامن ذريعي مشهوري ڏيو ته ڏسو ته ڪيئن مارئي ۽ ٻين کي جيوليٽ جيان مشهوري ملي ٿي."
"واقعي! تون صحيح آهين." مان نصر کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ چيو.
جيوليٽ جي قبر اڳيان اسان ڪافي دير ويٺا رهياسين. رڪي رڪي مون کي سندس سڏڪا ۽ اهي لفظ ڪنن ۾ واڪا ڪري رهيا هيا، جڏهن هن تان پادري جي ڏنل بيهوشي واري دوا جو اثر ختم ٿئي ٿو. هو هوش ۾ اچي پنهنجي پرسان روميو کي مئل ڏسي چئي ٿي:
".... What's here? a cup, closed in my true love's hard.
Poison, I see, hath been his timeless end.
O churl! drink all and kare no friendly drop.
I will kiss the lips!_To help me after?
Haply Some poison yet doth hang on them
To Make me die with a restorative.
".... هي ڇا آهي؟ مهنجي سچي عاشق جي هٿ ۾ هڪ پيالو مان ڏسان ٿي، ته زهر ئي هن جي آخري پڄاڻي آندي آهي. افسوس سارو پيو ويو، ڪو هڪ دوستانو ڦڙو به نه بچايو، جيئن مون کي مدد ڏي؟ مان تنهنجا چپ چمندس سمجهان ٿي ۽ ڪجهه نه ڪجهه زهر ان تي بچيل

هوندو. جيئن مان خوشي سان مري سگهان."
They lips are worm.
"تنهنجا چپ تہ اجا گرم آهن."
آخر هوءَ روميو جي چيله مان خنجر ڇوڙي پنهنجو انت آڻي ٿي.
نصر مون کي ٿوهڙ وانگر سوچن جي سمنڊ ۾ ٽيبون هڻندي ڏسي ٻانهن کان پڪڙي جيوليٽ جي قبر جي چانٺ تي آڻي ويهاريو. پوءِ هڪ ماهر فتو گرافر جيان منهنجو هٽ صدمي واري انداز ۾ مٿي تي رکرائي ڪجھ فوٽو ڪڍيا. ڇو جو هن کي اندازو هو تہ مان بہ پنهنجي سنڌ جي جيوليٽ کان جلاوطن لڳو پيو هيس.
ان ڳالھ تي ياد تو اچي تہ، انجنيئرنگ يونيورسٽي ۾ پڙهڻ دوران منهنجو روم پارٽنر هڪ ڇوڪري جي عشق ۾ ٻڏو ٻانهو لڳو پيو هو. همراھ جون آهون دانهون ٻڌي ان کي غيرت ڏيارڻ لاءِ سيڙجي ڪراچي روميو جيوليٽ فلم ڏيکارڻ آيو هيس. "تہ تون هروڀرو ڇڪ توماري عشق تہ روميو ۽ جيوليٽ جو." بهرحال منهنجي همت افزائي ۽ ٽيڪرن بعد بہ دوست عشق ۾ بري طرح ناڪام ويو. پٽس ڇنبا هڻي پنهنجي مائٽن مان شادي ڪرائي ڇڏيس. منهنجي وچ جي محنت ۽ پيسا ۽ پاڻي ۾ هليا ويا. حافظ شيرازي چواڻي:
"يڪ قصہ بنش غم عشق وين عجب
کن هر کسي کہ مي شنوم تا مکبرر نست."
(عشق جو ڪم هڪڙي آڪاڻي کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ آهي، پر اهو عجب آهي تہ جنهن کان ٻڌان ٿو نئين ڳالھ معلوم ٿئي ٿي.)
اسان سڄو ڏينهن ويرونا جي هن پريمي جوڙي جي جاين ۽ قبرن تي اچي وڃي کان ٿاڪوڙا ٿي پنهنجي ڪمري تي اچي آهلجي پيا سين.
ٿڪاوٽ ڪري نصر جي رڙ ٻي پئي تہ:
"وَلِ نہ ڏيلون ڪاسان."
اڄ اسان جو سڄو ڏينهن ويرونا قلعي جي حوالي هيو، ڪوٽن ۽ قلعن سان منهنجي خاص دلچسپي آهي. ان ڪري هر ملڪ ۽ شهر جي ڪوٽن ۽ قلعن جي تعمير دفاعي حڪمت عملي، تاريخي ۽ جاگرافيائي اهميت جي پيٽ ڪندو هيس، دوست منهنجا ناپسنديده شوق تي ڪَٽُ

ڪائيندا آهن. دوست قلعو ڏسي مون کي چيڙڻ لاءِ وني رڙيون ڪندا آهن.

واقعي صرف تفريحي لاءِ سات ڏيندڙ دوست ڪو قلعو ڏسي آزار ۾ اچي ويندا هيا.

ويرونا جي ان قلعي جي هڪ پاسي کي اديبي ندي جون لهرون ليڪا ڪري لڳن ٿيون. باقي حصي جي چوڌاري هتراڌو ڪاهي کوٽي ندي جي پاڻي سان ڀريو ويندو هيو. ان قلعي جي خاص ڳالھ مکيہ دروازي تي ڪاهي مٿان ڪلدار پل Drow Bridge آهي. جيڪا حملي مهل مٿي کڻي ڇڏبي هئي. ڪن ماهرن جو خيال آهي تہ اسان جي رني ڪوٽ جي سن دروازي وٽ بہ هڪ ڪل دار پل هئي. اسان قلعي ۾ ان اندر قائم ميوزيم ۾ ڏينهن گهاري واپس ڪمري تي اچي آرامي ٿياسين.

ميگھ ملهار جي مند ڏسي ندي پار ڪري شهر کان ٻاهر ويندڙ سڙڪ تي پسار ڪرڻ لڳاسين. اسان جو خيال شهر جا ٻاهريان پاسا ڏسڻ جو ٿيو. ڳالهين دوران ويرونا شهر سان واسطو رکندڙ شيڪسپيئر جي ڊرامي "Tow Gentlemen of Verona" جو ذڪر نڪتو.

شيڪسپيئر واقعي ڪمال ڪيو آهي. هن پنهنجي ڊرامن ۾ ڪيترين ڪهاڻيون انگلينڊ کان ٻاهرين ملڪن جون ڪنيون آهن. انگلينڊ ۾ ڪجھ عرصو رهڻ دوران مان برمنگهم يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ دوست لکومل سان گڏجي شيڪسپيئر جو اباڻو گهر 'اسٽريٽفور اپان ايون' (Strat ford upon Avon) ڏسڻ ويو هيس. شڪيسپيئر جي گهر ۾ گهڻو ڪري سيني مشهور ڪردارن جا بت رکيل هيا. جن ۾ ويرونا سان تعلق رکندڙ ڪردارن جا بہ پتلا هيا.

مينهن جي ٿمر ٿمر دوران مختلف موضوعن تي گفتگو جو سلسلو هلندو رهيو. نصر ڪافي سالن کان سنڌ ڇڏي وڃي امريڪا وسائي آهي. آمريڪا جا حال احوال ڏيندي اتي سنڌين جي ٺاهيل تنظيم 'سانا' (سنڌي ايسوسيئشن آف نارٿ آمريڪا) جو ذڪر نڪتو. هن تنظيم جي دوستن کي ڪافي داد ڏنو. البت هن هڪ انوکو واقعو ٻڌايو تہ سانا جي هڪ ڪونايل ميڙ لاءِ ٻين مهمانن سان گڏ سيد غلام مصطفيٰ شاھ بہ امريڪا آيو هو. اتي هڪ گڏجاڻي ۾ شاھ صاحب سنڌ ۾ رياستي ڏاڍ خلاف ڳالهائيندي چيو:

"سنڌ ۾ فوج ايترو نہ ظلم ڪيو آهي جو هنن سائين بقادار شاه کي ماريو آهي." هن جي ان ڳالھ تي گڏجاڻي ۾ موجود هڪ دوست، طارق پيرزادي احتجاج ڪندي چيو، "سائين اوها هت اچي غلط بياني کان ڪم نہ وٺو. بقادار شاه مظلوم نہ پر سنڌ جو رهزن ڏاڙيل هو. هن ڪيترائي سنڌي ماڻهو اغوا ۽ قتل ڪيا هيا. اوهان مهرباني ڪري ان کي هيرو ڪري پيش نہ ڪيو."

بهرحال افسوس ان ڳالھ جو آهي تہ شاه صاحب کي سيد پرستي ۾ ڏاڙيل ۽ هيرو ۾ فرق محسوس نٿو ٿئي. پر ان سان گڏ خوشي ان ڳالھ جي ٿي ٿئي تہ غلطي جي نشاندهي ڪرڻ وارا هر هنڌ موجود آهن.

مون کي لنڊن ۾ رضا يتي سان گڏ 'ورلڊ سنڌي ڪانگريس' جي هڪ گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو مليو هو. گڏجاڻي جي صدارت ڊاڪٽر منور هاليپوٽو ڪري رهيو هو. جتي جمهوري انداز ۾ هڪ جي راءِ جو قدر ڪيو ٿي ويو. اتي مون بہ دوستن کي هڪ گذارش ڪئي هئي تہ، "ڪانگريس جوجهڪاءُ سنڌ جي هڪ خاص پارٽي طرف هئڻ ڪري عام ماڻهن جون ڪانگريس سان همدرديون گهٽبيون وڃن ٿيون. ڪانگريس کي سنڌ جي مفادن ۽ جائز مسئلن تي هر پارٽي سان سهڪار ڪرڻ کپي." بهرحال سنڌ کان ڏور بہ سنڌين جي ٻڌي ۽ سنڌ جي ڀلائي لاءِ پاڻ پتوڙڻ جا اهي سٺا مثال آهن.

اسان ٿالارا ڪندا سج ۽ ڪڪرن جي لڪلڪوٽي ۾ لهندڙ سج جون لامون ڏسڻ لاءِ ندي ڪناري پير لڙڪائي ويهي رهياسين. ڏاڏي پاڏي لاءِ سوير کان نڪتل پکي، پکڻ ميرانجهڙي پاڻي جي پڪ تي گهاٽن وڻن جي واهيرن ۾ واپس ورڻ لڳا هيا. ڪيتريون ئي جوڙيون ٿارن تي ٻٽ لڳيون آلا ٻڙا سڪائي رهيون هيون. ڪي پنهنجي مناس پري ٻولڙين جا گيت ٿڌڙي هوا ۾ چيڙي، منڊل کي مست ڪري رهيا هيا.

اسان جي سامهون بہ هڪ بينچ تي هڪ نوجوان جوڙو ڪافي دير کان ويٺو سُس پُس ڪري رهيو هو.

"يار هي جوڙو ڪافي دير کان هڪ ٻي کان پري ويٺو آهي. پاڻ ۾ ويجهو ٿي نٿا اچن." نصر تعجب جو اظهار ڪيو.

يورپ ۾ واقعي نوجوان جوڙا ائين هڪ ٻئي کان الڳ اطمينان ۽

سنجيدگي سان گفتگو ڪندي گهٽ نظر ايندا آهن. هنن کي ٿوري ۽ وانڍڪائي ۾ موهيندڙ ماحول ملنو آهي ته ڳل ڳلن سان ۽ چپ چپن سان چنبڙايون وينا هوندا آهن.

"وڏو اشراف جوڙو آهي." مان نصر کي جواب ڏنو.

"اشراف ڏوڙ آهن، پاڻ ۾ پيٽ پاءُ هوندا! ڏسون ٿا ته ڇوڪرو ڪيئن هن کي ڪا ڳاهه سمجهائي ٿو ۽ ڇوڪري ڪيئن ڌيرج سان هن کي ٻڌي رهي آهي."

"شايد ڪنهن گهرو مسئلي تي ڳالهائن ٿا." مان اندازو هنيون.

"نه... نه... ڇوڪري ڇوٽ ڪاڌل ٿي ڏسجي. ڏسون ٿا ته سندس اکيون روئڻ ڪري ڪيئن ڏوتل پوتل لڳي رهيون آهن."

ڇوڪري جي گلابي اکين ڏي مان ٻهريون دفعو ڏٺو ته هيانوءَ تي ڇڻ ٽڏڪار ٿي ويو.

اٽلي ۾ رهندڙ ماڻهن جي گهڻائي يونج سمنڊ جي آسپاس رهندڙ قبيلن مان آهي، ان ڪري سندن وار ڪارا اکيون گلابي آهن. هت صديون اڳ ڪيترا گوري رنگت وارا قبيلا ۽ اتر يورپ کان لڏي آيا آهن. انهن نسلن جو پاڻ ۾ ميل ملاپ ڪري هڪ قيامت برپا ڪندڙ نسل پيدا ٿي پيو آهي. سندن ڪارا وار، اکيون گلابي، رنگت سوني، نقش تکا ۽ وٽندڙ هڏڪاٽ ڏسي هوش هواس گم ٿو ٿي وڃي. ويرونا ۾ اهڙي جيوليٽ تي نگاهه پئي ٿي ته زبان مان بي اختيار نڪري ٿو وڃي.

"سپريان جي سونهن جي نڪا قد نه مد."

# "وينس"

"پاڻي جي لهرن تي ترندڙ شهر"

جڳ مشهور وينس شهر جي ريالٽو پل تي ڪيترن ئي سياحن جي پيهه هئي. ان خوبصورت پل جا فوٽو ڪڍي رهيو هيس ته اوچتو ڪئميرا جي لينس ۾ جاتل سجاتل لباس ۾ هڪ نازنين نظر آئي.

"اڙي..." مان رڙ ڪري وائڙن جيان ماڻهن جي ميڙ کي چيريندو، کين ٺيلها ڏيندو، ان ڪماري جي ويجهو پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. نيٺ پل تي سندس وجي دڳ جهليو.

"معاف ڪجو، اوهان هي سهڻو لباس ڪٿان ورتو آهي".

"ڇو؟" هن فخر ڳاڙهو مسڪراهٽ سان پڇيو.

"هي لباس منهنجي ديس جو آهي. وڏي ڳالهه ته. ."

"ڇا وڏي ڳالهه آهي، ڀلا نه ڪا چوري ڏسين"

منهنجي جملي پوري ڪرڻ کان اڳ ئي منهنجو ساٿي جهنگلي سانَ جيان ناموس ڦونديل. سهڪندو سهڪندو اچي پهتو "منهنجو بهترين دوست نصر" مان ڇوڪريءَ سان هن جو تعارف ڪرايو.

نصر ڳالهه جي نزاڪت سمجهڻ بنا وري چوهه چنڊڻ شروع ڪيا.

"توکي ڊڪندو ڏسي... ساهه چڙائجي ويو. الائي ڪهڙو مسئلو آهي... مان به ڪڏ پڳس..."

مان نصر جي ڳالهه ڪٽيندي وري ڪماري کي چيو

"اوهان کي هي لباس ڏاڍو نهي ٿو."

"مهرباني"

"توهان کي ان ڪپڙن ۾ ڏسي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي".
"ڇو اوهان جي ديس ۾ ان لباس کي گهڻو پسند ڪندا آهن ڇا؟"
ڇوڪري پنهنجي لباس کي غور سان ڏسندي چيو.
"بلڪل... بلڪل...
"واقعي ڇوڪري ته ڪُهي ٿي ڪُهي" نصر ڪن پرسان پڙڪيون.
"ڇوڪري کي ٻن ڏندن ڏوتن جي گهيري ۾ ڏسي هڪ همراه وچ ۾ اچي نڪاءُ ڪيو.
"هلو... هن سان ملو منهنجو مڙس خالدم" نازنين نئين آيل همراه جو تعارف ڪرايو.
ساڻس هٿ ملائيندي اسان به هن سان پنهنجي واقفيت ڪرائي.
"توهان جي مسز کي ان دريس ۾ ڏسي ملڻ تي دل ٿي. دراصل هي ڪپڙو اسان جي ثقافت ۽ سڃاڻپ آهي."
"اوهان هن کي ڇا چوندا آهيو."
"اجرڪ"
"ڪيترن ئي ماڻهن منهنجا ان لباس ۾ فوٽو ڪڍيا آهن."
ڇوڪريءَ خوشي جو اظهار ڪندي چيو.
"اچو ته ڪٿي ويهي ڪچهري ڪيون" نصر ڪين چانهه جي دعوت ڏيندي چيو.
"اسان پل پرسان نديءَ ڪناري هڪ هوٽل تي اچي ويٺاسين. ڪيترين ئي مايون مڙي مڙي اجرڪ جي سٽڻ قميص ۾ ڇوڪري کي ڏسن پيون ته لباس جي خوبصورتي جو اندازو پيو ٿئي.
چانهه جي چسڪن دوران هن جوڙي ٻڌايو ته "هو ڄائي ڄمر کان انگلينڊ ۾ رهن ٿا. سندن پاڪستاني والدين کي انگلينڊ جي شهريت آهي. هو تازو شادي بعد هٽ هني مون ملهائڻ آيا آهن. هي پوشاڪ ڇوڪريءَ جي مامي پاڪستان مان تحفي طور موڪلي آهي. وڏي ڳالهه ته هن اجان تائين پاڪستان ناهي ڏٺو."
ڳالهين ۾ وقت جو اندازو ئي نه ٿيو. آخر هن ئي اسان کان وڃڻ جي اجازت گهري اسان دل جي گهراين سان کين شادي جون مبارڪون ۽ نيڪ تمنائن سان رخصت ڪيو.

”ڇوڪريءَ جي مرڪ ۾ ڪيتري معصوميت هئي“ نصر ڪيس پنيرو ويندي ڏسي چيو.

وينس ۾ اجرڪ جي پوشاڪ ۾ ڇوڪري ڏسي منهن جو تہ سُڪ ڦٽي پيو. ان لباس سنڌ ۾ پنهنجي پرين جي ياد تازي ڪري ڇڏي. اجرڪ منهنجي پرين جي پسند آهي. مون کي سنڌ ڇڏي عرصو ٿيو هو. يورپ جي مختلف شهرن ۾ رولڙي دوران ڪو نڪائو نہ هئڻ ڪري وڇوڙي جا سور سهڻا پيا هيا. مان هر هنڌ تان ڪيس پريم پتر موڪليندو رهندو هيس. اڄ اجرڪ جو لباس ڏسي فراق جا ڦٽ اڌڙي پيا هيا. دل ودماغ تي سمجھ ۾ نہ ايندڙ اداسي طاري ٿي وئي هئي. وينس ۾ سنڌي لباس ۾ دوشيزه کي جڻ پنهنجي پرين جي روپ ۾ سامهون ڏسي رهيو هيس، ان جي وجود مان سڪون ملي رهيو هو.

”وڏا! ڇوري ڏسڻ بعد مٺان جڻ پت ڪري اٿئي“ نصر مون کي اباڻڪو ڏسي چيو.

”بس يار...“ ٿڌو شوڪارو ڀري ڪجھ چوندي رڪجي ويم.

”مان تنهنجي دماغ جو خلل سمجهان ٿو... شل نہ ڪنهن جي ڪَلَ ٿڙي... بادشاه دنيا ڪٿي آهي ڇا... ڇڏ انهن ٿڌن ساهن کي... هل تہ هلي عيش ڪيون.“ نصر ٻانهن کان وٺي گهلڻ لڳو.

نصر ۽ مان ڪيترن هفتن کان اٽلي جا مختلف شهر ووڙيندا پيا وتون، ٻہ ڏينهن اڳ مڏي پٽي وينس پهتا هياسين. اٽلي جي ٻين شهر جيان هت بہ سياح پرٽيا پيا هيا.

وينس دنيا جي خوبصورت شهرن مان هڪ آهي. ان ننڍڙي جزيري جون جڻ اَڊرياٽرڪ سمنڊ سان لائون لڳل آهن. تاريخ ان وستي جو بنياد، رومن جو اولھ ۾ زوال بعد پڏائي ٿي. 568ع ڌاري لمبرڊ Lombard جي اتر اٽلي تي حملي وقت اَڊرياٽرڪ سمنڊ جي اتر ۾ رهندڙ ڪيترائي قبيلا پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي، ڀڄي اچي ان ڪاري جي ٻيٽارن تي لڪيا. جتي ان کان اڳ رڳو مهاڻن ۽ سمنڊ مان لوڻ ناهيندڙ ماڻهن جون جهوپڙيون هيون. هي ملاحن جي وستي جلدئي هڪ وڏو واپاري مرڪز ٿي ويو. چوڏهين صدي ڌاري وينس هڪ شاهوڪار ۽ طاقت ور رياست بڻجڻ ڪري اوڀر ۽ اولھ طرف ويندڙ بحري رستن تي دابو ڄمائي وئي. اهڙي

طرح ٿوري ئي عرصي ۾ وينس جي، اٽلي شهنشاهيت ۾ مرڪزي حيثيت ٿي وئي.

اسان وينس ۾ لهڻ سان شهر جي مرڪز ۾ پهچڻ لاءِ سواري ۽ رهائش جي معلومات لاءِ اسٽيشن تي قائم استقباليه ڏي وڌياسين.

ڪائونٽر تي وينل ڀنپوري جهڙي ڇوڪري لچڪندي ٻڌايو ته "هتان بس نمبر ٻارنهن توهان کي شهر جي سينٽ مارڪ اسڪوائر تي وٺي ويندي جتي ڪافي هوٽل آهن."

اسٽيشن کان ٻاهر نڪتاسين ته روڊ جي بجاءِ هڪ وڏو درياهه ڇوليون هڻندي نظر آيو.

"ٻائو بس نمبر ٻارنهن جو ڪهڙو اسٽاپ آهي" اسان هڪ همراهه کان پڇيو.

هن اسان جي پوڪپائي ڏسي سمجهايو "هت بس لانچ کي چوندا آهن. روڊ جو ڪم هي درياهه ڏيندو. سامهون وارو پتڻ بس اسٽاپ اٿو."

نصر ۽ مان هڪ ٻي کي وائڙي نظرن مان ڏسي درياهه ڪنڌي هڪ ڪوني آڏو ٽڪيٽ لاءِ ماڻهن جي قطار ۾ اچي بيٺاسين.

ٿوري دير ۾ هڪ لانچ هارن وڄائيندي، پتڻ تي اچي بيگهه پاتا. بلُ ڏئي اسان به لانچ جي مسافرن ۾ شامل ٿي وياسين.

بس وينس جي مکيه درياهه جي سيني تي سرڻ لڳي درياهه کي گرانڊڪئنال ٿي چيائون. ان ڪئنال جي اهميت ايتري هئي جيتري ڪراچي ۾ شاهراهه فيصل جي. درياهه جي گهرائي نو فٽ ۽ وڏ ۾ وڏ ويڪر اڍائي سو فٽ کن ٿيندي. جنهن مان ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون شاخون نڪري شهر اندر مختلف پاڙن ڏي ويندڙ گهٽين جو ڪم ڏئي رهيون هيون. درياهه جي ٻنهي ٻانهن تي ٻه سو کن محل ۽ ڪيتريون ئي سهڻيون ماڙيون نهيل آهن. ان ڪري گهٽي کي "The Finest Street in the world" چون ٿا.

بس ۾ چاليهه کن مسافر هياسين جن مان اڪثريت غير ملڪي سياحن جي هئي. بس رستي ۾ مقرر پتڻ تي سواريون لاهيندي چاڙهيندي پئي هلي.

اسان درياهه جا ٻه وَرَ وَرَڻ بعد وينس جي مشهور سينٽ مارڪ

اسڪوائر جي گهاٽ تي اچي پير ڪوڙيا، اهو علائقو هزارن سيلانين سان ستيو پيو هو. اسان کي رهائش لاءِ چونڪ پرسان ئي هوٽل ملي ويو. هي پراڻي طرز جو هوٽل پهريان ڪنهن امير جي حويلي هئي جنهن کي بعد ۾ هوٽل ۾ تبديل ڪيو ويو هو. هوٽل جو فرنيچر وغيره ڏسي لڳي پيو ته ڄڻ سنڌ جي ڪنهن جهوني اريگشن ريسٽ هائوس ۾ اچي رهيا هجون.

اسان ڪمري مان تيار ٿي شهر جو واءُ سواءُ وٺڻ لاءِ نڪتاسين. سڀ کان پهريائين شهر جي مصروف هنڌ سينٽ مارڪ اسڪوائر ڏي رخ رکيو.

وينس ننڍڙو شهر هئڻ ڪري سارو سياحن سان پريل لڳندو آهي. ان جي ڪجھ هنڌن تي ٻاروهي ميلو متل هوندو آهي. خاص ڪري اسٽيشن درياھ جون ڪجھ پليون. بازارن کان سواءِ وڏ ۾ وڏ ماڻهو ان چوراهي تي وقت گذاريندا آهن. شهر جون ڪيتريون عاليشان عمارتون ان چوراهي جي خوبصورتي ۾ اضافو ڪن ٿيون. دنيا جي ان خوبصورت چونڪ لاءِ چوٽي آهي ته پٿرن، هوا، پاڻي ۽ وقت ملي جيڪا ڏن ٺاهي ته هي چونڪ ٺهي پيو.

سينٽ مارڪ اسڪوائر تي سهڻيون عمارتون ڏسي مون کي ذوالفقار علي ڀٽي جا اهي لفظ ياد اچي رهيا هيا جنهن ۾ هن چيو هو ته "منهنجو خواب آهي ته هن ملڪ (پاڪستان) جا سڀ رستا ائين محسوس ٿين جيئن پئرس ڏي ٿا وڃن ۽ عمارتون ڏسي وينس جو گمان ٿي" چونڪ تي وينس جي جاين جي جوڙجڪ ڏسي واقعي ڀٽي صاحب جي جمالياتي حَس کي داد ڏيڻو ٿي پيو. ڀٽي ڪيترا دفعا چيو هو ته "جيڪڏهن مان سياستدان نه ٿيان ها ته سنو آرڪيٽيڪٽ ٿيان ها."

ڀٽي صاحب لاءِ مشهور آهي ته جڏهن لاڙڪاڻي ۾ "سمبارا ان" هوٽل ٺهي رهيو هو ته هن اليڪشن ورڪ دوران ڪٿي خوبصورت در ڏٺو هو. پوءِ هن اهو در حاصل ڪري هوٽل جو مکيه دروازو ٺهرايو هو. پر مان ڪڏهن اهو به سوچيندو آهيان ته لاڙڪاڻي ۾ خوبصورت گنبذن واري ڪليڪٽري عمارت جي پرسان ڀٽي جي دور ۾ ئي ايگريڪلچر بينڪ اڏي ان پراڻي ڪليڪٽري جي سونهن جي ستياناس ڪئي وئي. ان دور ۾ ئي لاڙڪاڻي ۾ انگريز دور جي ئي جوڙيل سيشن جج جي منفرد رهائشي

جڳهه جي احاطي اندر سندس، هڪ وزير پنهنجو بنگلو ٺهرائي ان عمارت جي خوبصورتي تباهه ڪئي هئي. خبر نه آهي ته پوءِ ان طرف توجهه ڇو نه ڏنو. حالانڪ اهو هند سندس ذاتي بنگلي جي ويجهو ۽ رستو خاص مهمانن لاءِ استعمال ٿيندو هو.

سينٽ مارڪ چونڪ جي سهڻين عمارتن جي وچ ۾ هڪ وڏو مستطيل ميدان آهي. اهو پڪي فرش وارو ميدان ٽن پاسن کان به ماڙ عمارتن سان گهريل آهي. ميدان فٽ بال راند کيڏڻ جيترو ٿيندو. جنهن جو ڪافي حصو ننڍين هوٽلن دڪانن ۽ ريڙهي وارن سان ڀريل هوندو آهي. ڪافي هنڌ تي فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا نظر ايندا آهن. ڪجهه بازيگر به ڪن ڪنڊن ۾ قلابازيون ۽ ڪرتب ڏيکارڻ ۾ مهو هوندا آهن. هت ڪيترائي ڪبوتر ماڻهن جي ميڙاڪي باوجود سندن پيرن ۾ پيا چڳندا. سياح معصوم پکين جون حرڪتون ڏسڻ لاءِ داڻو وني ڪين کارائن پيا. گهڻو ڪري ماڪي جي مکن جيان ڪبوتر، ماڻهن جي مٿن، ڪلهن ۽ هٿن تي چنبڙيا پيا هوندا آهن. اتي ماڻهن ۾ ٺهڪڙا پڌبا جڏهن ڪو نامراد قسم جو ڪبوتر ڪنهن گنجي جي چلڪندڙ ٽڪڻ تي چنبا ڦباڻ جي ڪوشش ۾ ترڪندي نظر ايندو آهي. اڄ ڪلهه هي ڪبوتر وينس وارن لاءِ مسئلو آهن ڇو جو ڪبوتر محلن، گنبذن، آرٽ جي شاهڪارن تي مٽن جي حساب وٺيون لاهي ان کي گدلو ڪن ٿا...

اسان ڪجهه دير ڪبوترن سان کيچل بعد ميدان جي ڪليل پاسي هڪ منارو ڏسڻ لاءِ وڌياسين. صديون پراڻو منارو 1902ع ڌاري اچي پٽ تي پيو. بعد ۾ انهي قدم بت ۽ شڪل جو هي منارو ٻيهر ٺاهيو ويو آهي. هي ٻاڙهن سرن جو مستطيل چنهنبيارو منارو، سوا ٽي سو

فٽ اوچو هئڻ ڪري پري کان نظر اچي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ اهو ساموندي جهازن ۽ هوڙن کي رستو ڏيکارڻ لاءِ به ڪم ايندو هجي. اڄ ڪلهه ته ڪيترائي سياح ڪجهه ڏوڪڙ ڀري مٿي چڙهي وينس جي وڻندڙ نظاري تي پکي جي اڏار واري نظر وجهندا آهن. ان ڪري مناري تي چڙهن وارن جي هميشه قطار لڳي پئي هوندي آهي.

"مناري تان نظارو ڪبو ڇا؟" مان پنهنجي ساٿي کان پڇيو.

"سائين باهه ڏيون، هل ته هلي ڪنهن سٺي هوٽل ۾ ماني کائون."

نصر جو "باهو ڏيون" تڪيہ ڪلام آهي. ان ڪانسواءِ "سنو هوٽل" سندس ڪمزوري آهي. رهائش توڙي ماني ڪوشش ڪندو تہ سٺي هوٽل ۾ کائجي. صرف ماني يا رهائش لاءِ سٺي هوٽل جي تلاش هجي تہ بہ خير آهي. پر يار جي اها بہ عادت آهي تہ هر ڪلاڪ اڌ بعد پڙ ڪڍي بيهندو تہ هل تہ هلي ڪنهن سٺي هوٽل ۾ ڪافي پيون... ائيس ڪريم کائون... مطلب تہ جانورن وانگر سارو ڏينهن چربو تہ بہ سٺي هوٽل ۾. يار جي ان انگل ڪري هڪ تہ اسان جي کيسي جا لاهہ نڪري ويندا آهن ٻيو ٿوري ٿوري دير بعد هوٽل ۾ ويهڻ سان ڪافي وقت ضايع ٿي ويندو آهي. بهرحال هن جي ڪروڌ کان بچڻ لاءِ اڪثر هن جون اهي ٻئي ڳالهيون مڃيون پونديون آهن.

هاڻي بہ هڪ سٺي هوٽل ۾ پيٽ پوڄا بعد چونڪ تي موجود گرجا ۾ گهڙياسين. گرجا جي ٻاهران توڙي اندران عجيب قسم جي بناوت آهي. گرجا جو وڏو گنبذ بازنطيني عمارتسازي جو بهترين شاهڪار آهي. ان ڪانسواءِ عمارت جو ناهہ نوهہ ۽ سينگار ڏسي ماهرن کي داد ڏيڻو پئي ٿو.

هي گرجا انين صدي ڌاري جوڙي راس ٿي. نائين صدي جي پڇاڙي ۾ گرجا کي ساڙي خاڪ ڪيو ويو. سينٽ مارڪ گرجا کي ٻيهر 1073ع ۾ ناهيو ويو. گرجا جي پنجن محراب دار درن مٿان خوبصورت تصويرون نقش آهن. ان جي وچين مکيہ دروازي جي ڪلهي تي چار گهوڙ بينل آهن. هي يونانين جا ناهيل شاهڪار Roman Forum مان ڪنهن زماني ۾ قسطنطنيہ کڻي ويا. جتان وري وينس وارن جي قبضي ۾ آيا. نيپولين انهن گهوڙن کي پئرس کڻائي ويو. آخر وينس وارن وڏي ڪوشش بعد اهي واپس ورايا. جيڪي اڄ گرجا جي در مٿان هر ماڻهو جي توجهہ جو مرڪز آهن. مطلب اها گرجا ڏسڻ بعد وينس جي شان شوڪت، شاهوڪاري ۽ قوت جو صحيح اندازو ڪري سگهي ٿو. گرجا مان نڪتاسين تہ مون کي ڪجهہ ڪتابن جا دڪان ڏسڻ جو شوق ٿيو. ڪنهن بہ شهر وڃڻ ٿيندو آهي تہ ڪوشش ڪري اتان جي ڪتاب گهرن جي جاچ پڙتال ڪبي آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اڪثر ونڻ جي سگهہ نہ ساري يا ٿيلهي جي وزن وڌڻ جي خيال کان خريد ڪري نہ سگهبا آهن



وينس جي شاهي خاندان ڊوجز جو محل جيڪو وينس جي
حشمت ۽ عظمت جو چٽو ثبوت آهي.



وينس جي گرانڊ ڪئنال جنهن کي The Finest Street in the World چيو ويندو آهي.



وينس جي جڳ مشهور "ريالٽو پل" جنهن جو شيڪسپيئر به Merchant of Venice ۾ ذڪر ڪيو آهي.



وينس ۾ اجرڪ جي لباس ۾ ڇوڪري، پنهنجي وَرَ نصر جان سان گڏ



وينس جي گرانڊ ڪئنال ڪناري سهڻين عمارتن جو منظر.



وينس جو فضائي منظر



سينٽ مارڪ گرجا، وينس جي شان شوڪت، شاھوڪاري ۽ قوت جو اھڃاڻ

تنهن هوندي به ڪلاڪن جا ڪلاڪ اهڙن دڪانن ۾ ڪتاب اٿلائي پٿلائي موالي جيان ٻاڙ ماربي آهي.

گرجا پرسان ڪئنال طرف ويندڙ رستي تي هڪ به ماڙ ڳاڙهي رنگ جي عمارت اندر ڪيترائي دڪان آهن. ان عمارت جي موجودگي ويتر ان چوسول جي خوبصورتي ۾ اضافو آندو آهي. درياهه جي چپ تي اڏيل ان جڳهه اندر موجود ڪتابن جي دڪانن ۾ ڪافي وقت گذارڻ بعد ڪجهه ڪتاب خريد ڪيا. ان خوبصورت عمارت اندر اٽلي جي علاقائي لباس برتن ڪان سواءِ ڪجهه سنيون آرٽ گئلريون به هيون.

ماٺهو ٻيڙيءَ تي جيئن ئي سينٽ مارڪ اسڪوائر جي گهاٽ ڏي اچي ٿو ته پري ڪان هڪ من موهڻي ماڙي ميچون ڏي ٿي. اهو "ڊوگز محل" آهي. وينس جيئن ته دنيا جي امير ترين رياست هئي ان ڪري رياست جي ڪوشش هئي ته سندس عمارتون به جڳ مشهور هجن، ڊوگز آسترين جي پيلي اڇي پٿر ۽ ويرونا جي ڳاڙهي سنگ مرمر جو جڙيل آهي. ان جي اڏاوت بازنطيني ۽ گاٿڪ طرز جي آهي.

ماٺهو وينس اچي ۽ هتان جي مخصوص ٻيڙي گندولا تي چڙهي شهر جون گهٽيون نه گهمي ته جڻ هو وينس آيو ئي نه. جيئن ماٺهو ڪوهه مري پرسان پٽرياتا يا ايوبيه وڃي پر اتي لفٽ چيئر تي نه چڙهي.

وينس پهچڻ بعد گندولا تي سير ضروري آهي. هي ٻيڙي ارڙنهه فٽ ڊگهي ۽ چار پنج فٽ ويڪري هوندي آهي. جنهن ۾ ڇهه ڪن ماٺهن جي ويهڻ جي گنجائش هوندي آهي. ڪاري رنگ جي گندولا جي اڳيل ۽ پاڇل تي سونهن لاءِ ننڍا پتل جا درياهي گهوڙا چمڪندا نظر ايندا آهن. ٻيڙي کي سينگارڻ لاءِ ان ۾ قالين ۽ ڪرسيون به رکيون ونديون آهن.

ناکئو به پنهنجي وڻندڙ پوشاڪ. سفيد قميص ڻاءِ، ڪاري پينٽ ۽ مٿي تي اڇي رنگ جي ٽوپلي ۾ واهه جو ٺهندو آهي. هو ڊگهي ونجهه جي مدد سان ٻيڙي کي هلائيندو اهي.

مان ڪئمبرج ۾ رهڻ دوران اڪثر شام جو ڪئمر ندي تي اهڙي قسم جون ٻيڙيون هلائڻ ويندو هيس. ڪافي سياح به ٻيڙيون ڪرائي تي وٺي پاڻ يا ناکئي جي مدد سان هلائيندا هيا. اتي اهڙي قسم جي ٻيڙي کي Punt سڏن پيا. هر سال ڪئمبرج يونيورسٽي جي شاگردن ۾ -Punt

ing جو مقابلو ڏسڻ جهڙو هوندو هو. اها بي ڳالهه آهي ته ڪئمبرج ۾ ٻيڙين جي بناوت سادي ۽ ملاح ايترا خوش لباس نه هوندا هيا.

وينس ۾ شام جي وقت گڙي گنجي کي گندولا تي تفريح ڪندي ڏسي اسان جي دل ۾ سرڪي ته گهاٽ تي اچي بيناسين.

"يار اسان کي به چڪر ڏيار" هڪ ملاح کي چيو.

"اچو سائين اچو."

"ڪرايو ڪيترو وٺندين."

ملاح جيڪي ليرا (اٽلي جو سڪو) ٻڌايا. ان ليرن کي اسان روپين ۾ بدلايوسين ته ٽي هزار پيا ٿين.

"اها ته اسان جي ملڪ ۾ هڪ آفيسر جي پگهار آهي."

"اوهان کي وينس جا سڀ مشهور هنڌ گهمائيندس" ملاح لالچ ڏني.

"يار ڪهڙو روز روز ايندا سين. اچ ته چڪر ڏيون." نصر مون کي هٿ کان وٺي گندولا ۾ چڙهي پيو.

شام جو پهر هو. وينس جي سيني گهٽين ۾ گندولا تي پڪين جيان مختلف ملڪن، رنگن روپن جا سياح تري رهيا هيا. ڪيترن ٻيڙين ۾ مقامي ڳائڻا ۽ سازندا، مسافرن جو دل بهلائيندا پيا هلن.

اسان جو ناکئو به شهر جون خاص جايون ڏيکارڻ لاءِ گندولا کي شهر اندر دوهيندو پيو هلي. گهٽيون سوڙهيون ۽ ورن وڪڙن واريون هيون. شهر اندر اڪثر جايون پراڻي طرز جون به ٽي ماڙهيون. ڪيترن هنڌن تان گذرندي لڳي پيو ته ڄڻ شڪارپور جي گهٽين ۾ گهمي رهيا آهيون. فرق صرف اهو هو ته گهٽين ۾ پنڌ گهمڻ بجاءِ هٿ پاڻي ۾ ٻيڙي تي تري رهيا هياسين.

شهر ۾ ڦرندڙ ٻيڙين جا ملاح ڪنهن موڙ يا چوراهي تي پهچڻ مهل هڪ مخصوص قسم جي رڙ اُوئي... اُوئي... ڪري پريان نظر نه ايندڙ ٻيڙائن کي هوشيار پيا ڪن. عام روڊن جيان هت به باقاعده ٽرئفڪ جا اصول هئا. ٻيڙيون هڪ ٻي سان ٽڪرائڻ کان بچڻ لاءِ وڏي احتياط کان ڪم وٺن پيون. ڪيترن گهٽين جي وڪڙن تي آئينا لڳل هئا. جنهن ۾ پريان ايندڙ ٽرئفڪ ظاهر ٿئي پئي. شهر ۾ ڪنهن امڪاني حادثي کي منهن ڏيڻ لاءِ پوليس جون گشتي لانچون، ايمبولينس، فائربرگيڊ به چڪر

ڏئي رهيون هيون.

اسان جو ناڪئو هڪ ماهر واقف سان گڏ سنو گائيڊ به هيو. شهر جي مشهور هنڌن ۽ جاين جي تاريخي اهميت تي به روشني وجهندو پئي هليو. سالن کان سيلانين کي سير ڪرائيندي باقاعده هر ماڳ مڪان جي باري سني معلومات پيو رکي.

"سائين ان ماڙي ۾ مارڪو پولو رهندو هو" ناڪئي ڀيڙي ڀيهاري اشاري سان ٻڌايو.

"هون ته دنيا ۾ ڪيترائي سياح ٿي گذريا آهن. پر مون کي ياد ٿو اچي ته اسڪول جي زماني کان ٻن سيلانين مارڪوپولو ۽ ابن بطوطه جي باري ۾ گهڻي ڄاڻ رکندا هياسين. ان جو وڏو سبب اسان جي ڪورس جي ڪتابن ۾ انهن جو ذڪر هوندو هو. مارڪو پولو جي باري ۾ پڙهيو هو ته هو وينس ۾ 1254ع ۾ ڄائو ۽ سترهن سالن جي وهي ۾ پيءُ نڪولو ۽ چاچي مافيو سان گڏجي سير سفر لاءِ نڪتو هو، اسان کي سبق پڙهي مارڪو تي رشڪ ايندو هو. اڄ پاڻ کي هن جي گهر سامهون بيٺل ڏسي پنهنجو ننڍپڻ ياد اچي رهيو هو.

مارڪو پولو جي زندگي تي نظر وجهجي ٿي هو ڪڏهن ٻيڙين تي سامونڊي طوفانن سان مقابلو ڪندو نظر اچي ٿو. ڪڏهن اٺ جي پٺاڙن تي ايشيا جا ريگستان ٿو پار ڪري، ڪنهن مهل تبت، برما، چين، انڊيا جي شهرن ۾ گهمندو وتي. هن جا پير پامير جبل جي برفاني چوٽين تي چڙهندا نظر اچن ٿا. مارڪوپولو جي زندگي کان مان ڪافي متاثر آهيان. اڄ به منهنجي رولاڪ ۽ مهم جو طبيعت ڏسي ڪجهه دوست يوڳن ۾ مون کي سنڌ جو مارڪوپولو چئي چيڙائيندا آهن.

مارڪوپولو جي باري ۾ پڙهندي هڪ سوال ذهن ۾ ايرندو آهي ته ڇا جيڪڏهن هن کي قبلائي خان جو آشيرواد نه ملي ها ته هوپوءِ به ايترا سفر ڪري ها. هن قبلائي خان جي دربار ۾ رهي سفير طور به ڪافي ڪوهه لتاڙيا هيا.

مارڪوپولو سترهن سالن بعد پنهنجي پيءُ ۽ چاچي سان گڏ وينس پهتو ته ڪيس شهر جا ماڻهو ته ڇهيو پر نوڪر چاڪر ۽ گهر جا ڀاتي به نه پيا سڃاڻن.

مارڪوپولو جي زندگي تي ناهيل فلم ۾ اهو ڏڪوئيندڙ منظر آهي جڏهن جنيوا Genoa وارا هن کي پڪڙي جيل ۾ وجهن ٿا. پر جيل ۾ هو جڏهن Travels of Marcopolo ڪتاب لکي ٿو ته ذهن ۾ اهو سوال ايري ٿو ته جي مارڪو قيد نه ٿي ها ته ڇا هو رولاڪ پوءِ به دنيا کي اهڙو سٺو سفرنامو ڏئي سگهي ها.

اسان چند دوستن ڪجھ سال اڳ هڪ مهم "مارڪوپلو ايڪسپيڊيشن" تيار ڪئي هئي جنهن تحت اسان کي چين، تبت ۽ پامير جبل مان جتان به مارڪوپولو گذريو هيو. ان جي نقش قدم تي هلي تاريخي جاگرافيائي معلومات کان سواءِ اتان جي جيوت جو اڀياس ڪجي. پئسي جي ڪمي سبب اسان مهم جا ڪجھ مرحلا طي ڪيا هيا. ابتدائي معلومات ۽ ٽريننگ لاءِ چين جا سرحدي علائقا ۽ اُلترگليشيئر جا برفاني ٽونڪ ٽپندي اتي هڪ جابلو ٻڪري لاءِ ٻڌو. جيڪا اڄ به مارڪوپولو جي پنيان "مارڪوپولو شيپ" ORIS POLI نالي سان مشهور آهي.

وينس وارن مارڪوپولو کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ واسطي هتان جي ايئرپورٽ جو نالو "مارڪوپولو" رکيو آهي. مارڪوپولو جو گهر ڏسڻ بعد ناڪئي ٻيڙي هاڪاري ته نصر هن کان سواءِ ڪيو "وينس جي گهٽين ۾ پاڻي سدائين ايترو هوندو آهي يا لهندو چڙهندو آهي؟"

"پاڻي جي گهرائي ايتري هوندي آهي. ڪجھ سال اڳ پاڻي ان سطح کان ٿورا فٽ مٿي چڙهيو هو. اهو سامهون ڀت تي اڇو نشان نظر اچي ٿو نه پاڻي ايستائين پهتو هو" ملاح هٿ جي اشاري سان نشان ڏيکاريو.

"اهو موجوده پاڻي جي سطح کان ڪيترا فٽ مٿي ٿيندو" نصر مون کان سوال ڪيو.

"موجوده پاڻي جي ليول کان اهو نشان ٿي فٽ ڪن مٿي ٿيندو اهڙي طرح ندي کان اهو نشان اٽڪل ڇھ ست فٽ مٿي آهي..."

منهنجي ڳالھ ڪٽيندي ناکي وڌيڪ پاڻي جي باري ۾ پاڻ ٻڌائڻ شروع ڪيو.

"هون به هت اڪثر چاندوڪي ياوير چڙهڻ ڪري پاڻي ۾ چاڙھ ايندو آهي. خاص ڪري ٻوڏ جي وقت پاڻي جي سطح ۾ ٽي فٽ ڪن

اضافو ايندو آهي."

ياد ٿو اچي ته ڪجهه عرصو اڳ هڪ فيسٽيول ۾ ويهه لک سياح اچي وينس ۾ گڏ ٿيا هيا جن جي وزن ڪري وينس جو شهر ڪجهه انچ وڌيڪ پاڻي اندر لهي ويو هو. ٻي خاص ڳالهه ان فيسٽيول ۾ اها ٿئي هئي جو ڀٽ شاهه ۽ قلندر جي ميلي جيان ويهه لک ماڻهن لاءِ ڪوبه ٽوائلٽ وغيره جو بندوبست نه ڪيو ويو. پوءِ ته سياحن جي اچي... اچي ٻي پئي

"استاد تنهنجو ڳوٺ ڪهڙو آهي" نصر هن کان پڇيو.

"مان وينس ۾ ئي پيدا ٿيو آهيان."

"تنهنجو ڇا خيال آهي. هت ڏينهون ڏينهن پاڻي جي سطح وڌي ٿي يا گهٽجي ٿي؟"

"ماهر ته چون ٿا ته گذريل صدين جي بنسبت هاڻي وينس ٿي دفعا وڌيڪ تيزي سان ٻڏي رهيو آهي. وينس اڳي هڪ صدي ۾ ساڍا چار انچ ٻڏندو هو. هاڻي هر صدي ۾ ٻارنهن انچ غرق ٿئي ٿو."

"شهر جي گهٽين ۾ پاڻي سدائين ائين گدلو هوندو آهي. نصر ڪٿي ڪٿي سينوريل پاڻي ۾ ڪولڊ ڊرنڪ ۽ بيئر جا ڊٻا لڙهندي ڏسي مهاڻي کان پڇيو.

"اڳ پاڻي ايڏو ميرو ۽ خراب ڪونه هو. پر اڄ ڪلهه روزانو هزارين سياح شهر گهمڻ اچن ٿا. ان ڪري گدلاڻ ۾ ڪجهه اضافو ٿيو آهي." ملاح ونجهه هڻڻ دوران جواب ڏنو.

"واقعي موجوده دور ۾ ماحولياتي گدلاڻ بين الاقوامي مسئلو ٿي ويو آهي. اڳي پاڻ جڏهن ڪراچي کان ٻيڙين ۾ چڙهي منوڙي هلندا هياسين ته رستي ۾ سمنڊ جو پاڻي ڪيترو صاف هوندو هو. پر هاڻي ان ساري تڪري ۾ لانچن ۽ جهازن جي تيل ۽ ٻي غلاظت ڪري پاڻي جو رنگ ئي بدلجي ويو آهي." مان نصر کي ياد ڏياريو.

ناڪئي سامهون ايندڙ گنڊولا جي ملاح کي هڪل ڪري ٽڪرائڻ کان بچايو. ان گنڊولا جا سوار ڪا جاءِ ڏسڻ ۾ مهو هيا. اسان جي ٻيڙي به ان جي پرسان بيٺي ته گائيڊ هڪ گهر ڏي اشارو ڪندي ٻڌايو،

"هي گوئٽي جو گهر آهي."

"گوئٽي ته جرمن هو، هت ڪيئن پهتو." نصر هن جي گهر جو فوٽو

ڪنديندي چيو.

"اهڙا ڏاها ڪنهن هڪ ملڪ جي ميراث نه هوندا آهن ان ڪري هن کي "The last Universal man in Europe" سڏيندا هيا." مان ڪيس جواب ڏنو.

"هن کي مڃتا ته شاعري ڪري ملي هئي نه؟"

"هو نه رڳو شاعر هو پر سٺو نثر نويس، ناول نگار ۽ ناٽڪ ڪار کان سواءِ هن فزڪس، ڪيمسٽري، اناٽامي وغيره ۾ ڪيترين ئي ڪتابن شيون ڏنيون هيون. هو سوئزرلينڊ ۽ اٽلي جي سير سفر دوران وينس ۾ به اچي رهيو هو.

مون کي سندس ڊرامو فائوسٽ Faust ڏاڍو وڻيو جيڪو هن ويهن سالن جي عمر ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ٺياسي سالن جي ڄمار ۾ پورو ڪيو. خاص ڪري ڊرامي جون اهي سٽون اڄ به ياد آهن جڏهن فائوسٽ پنهنجي محبوبه مارگريٽ کي تحفي طور سهڻا موتي ڏي ٿو. مارگريٽ جي ماءُ اهي موتي پادري کي گهرائي ڏي ٿي. ان وقت پادري کيس نصيحت ڪندي چئي ٿو.

"... هن نينگر لاءِ هي موتي رکڻ گناهه جو ڪم آهي... اهڙيون گناهه جون شيون چرچ کي ڏئي ڇڏڻ گهرجن. هاضمي جو هت سوال ئي نه آهي. چرچ کي ڳڙڪائڻي وڃڻ جو اختيار آهي. چرچ کي ڪو اوڪارو ئي نه ايندو. چرچ ئي آهي جا ملڪن پٺيان ملڪ، سندن پيدائشون ۽ سندن نفعا هڙپ ڪيو وڃي. ان جو ڪوبه خيال ڪيس نٿو رهي. فقط چرچ ئي آهي جا هن شڪي ڪاڌي تي وڌي سگهي ٿي." گوئٽي ان ٿورن لفظن ۾ سترهين ۽ ارڙهين صدي ۾ ماڻهن جي ذهن، مال، ملڪيت مٿان چرچ جو اثر ۽ ڏاڍ ڏيکاريو آهي.

وينس جي گهٽين ۾ گشت دوران اها خبر پئي ته جيئن ٻين شهرن جا خوش حال گهراڻا پنهنجي استعمال لاءِ ڪان ڪا سواري ڪار، موٽر سائيڪل، وغيره گهر ۾ رکندا آهن. هت وري سرندي وارن پنهنجي سواري لاءِ درن تي ٻتيلا، بيهاريا هيا. ماڻهو ڪم ڪار اڪلائڻ لاءِ پنهنجا ٻتيلا هڪالي هليا پيا وڃن. شهر جي اندرين حصي ۾ وڃڻ ڪري هڪ ڳالهه اها به معلوم ٿي ته شهر واسين جا چوڦير گهر پاڻي ۾ ٻڏل آهن. تنهن

هوندي گهر جو هڪ حصو پل ذريعي خشڪ گهٽي سان ملائي ڇڏيو آهن. ماڻهو چاهي ته پنڌ ئي پنڌ شهر جو چڪر ڏئي اچي سگهي ٿو.

”اڄ پيڙي جو مزو ورتو سياڻي پنڌ شهر گهمنداسين“ نصر صلاح ڏني.

”ها يار پنڌ جو پنهنجو مزو هوندو“

گنڊولا تي گِيل مهل تائين سير ڪري واپس وري رهيا هئاسين ته ملاح هڪ ماڙي ڏي اشارو ڪندي چيو.

”هن ماڙي ۾ انگريزي ٻولي جو شاعر رابرٽ براوننگ رهيو هو. هو ويچارو مئو به ان جاءِ ۾ هو. هاڻي ان ماڙي کي ميوزيم بڻايو ويو آهي.“

اسان پنڌ تي پير ڇنڊڻ مهل ناڪئي کي پاڙي کان سواءِ به ٽي سئو رپيا خرچي ڏني ته احساس پيو ٿي ته سنڌ ۾ دوستن سان گڏجي ڪنهن به ڍنڍ تي شڪار ڪرڻ ويندا آهيون. مسڪين مهاڻن کي سارو ڏينهن لڙائڻ بعد سو پن ۾ ترخائي ڇڏيندا آهيون.

اڄ سنڌي لباس ۾ ڪنوار سان ملڻ بعد پاڻ کي ڪافي وياڪل ۽ ريگاٽو پيو محسوس ڪيان. ڪنهن به ڳالهه لاءِ مرجهايل من نه پيو مڃي. جيئن شام سنجها جو ويس پائيندي پئي وڃي، تيئن نصر جو اصرار هيو ته رات جا ڪجهه پهر ڪنهن سينٽر يا ناچ گهر ۾ هلي گذارجن.

مغرب جي شهرن ۾ اڪثر ماڻهو ڏينهن گذرڻ جو انتظار ڪندا آهن. رات جو هر شهر جو پنهنجو حسن ۽ سرور هوندو آهي. اونداهي ٿيڻ سان ماڻهن جا ولر ناچ گهرن، شراب خانن، ٿيٽرن، سنيمائن ڏي رخ رکندا آهن. اسان به انان جي اٿاويتي جو ويجهڙائي کان مشاهدو ڪرڻ لاءِ رات جا ڪجهه پهر اهڙن هنڌن تي گذاريندا هئاسين. اسان نئين هنڌ پهچڻ سان ئي شهر جي ڪنهن سٺي ڪلچر سينٽر يا ٿيٽر ۾ رات جي ٽڪيٽ وغيره جو بندوبست ڪري ڇڏيندا هئاسين.

ڪلچر سينٽر تي ياد ٿو اچي ته ٿورو عرصو اڳ جڏهن سلوڪيا ملڪ جي گادي براتيسلوا ۾ رهڻ ٿيو هو ته اتي روز شام جو اسحاق انصاري سنڌس گرل فرينڊ ايرا ۽ مان به پنهنجي سنگتياڻي سان گڏجي هڪ گهاٽي خوبصورت ٻيلي ۾ جاگنگ ڪرڻ ويندا هئاسين جاگنگ بعد ٻيلي ۾ ڪنهن کليل پٽ تي ايڪسرسائيز به ڪندا هئاسين.

اتي اڪثر موڪلن جي ڏينهن ۾ پاڙيچي ملڪ چيڪ جي برنوشهر جي يونيورسٽي ۾ لاڙڪاڻي جو پڙهندڙ شاگرد عبدالخالق جمالي به اچي اسان وٽ رهندو هو. همراهه ڪو بلا جو پياڪ هو. شام جو اسان ٽريڪ سوٽ وغيره پائي ڊوڙڻ جي تياري ڪندا هياسين ته هن جو ڏونڪو به چالو ٿي ويندو هو. "ڪهڙي فضيلت آهي... ڪتان سيڙ جي اچان ٿو... روز پيلو... واهه جي مهمان جي عزت ڪئي اٿو... هلو ته ڪنهن ڪلچر سينٽر ۾ ويهون." پيلي ۾ اسان جي ڪڏهن جو ڪروڏ پيو هلندو هو ته جلد واندا ٿيو ته ڪلچر سينٽر هلون جمالي جو ڪلچر سينٽر مان مطلب ڪو ميخانو هوندو هو.

هاڻي به نصر جي اصرار جي باوجود مان ڪنهن به اهڙي ڪلچر سينٽر يا پئي پروگرام ۾ شريڪ ٿيڻ نه پيو چاهيان.

هت ميڙاڪي وارين جاين تي مقامي توڙي غير ملڪي ڳائڻا ۽ سازندا پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا نظر ايندا آهن. هت فنڪارن جي وڏي مڃتا آهي. ماڻهو انهن جي عزت افزائي ڪان سواءِ ڪافي پئسا ڏيندا آهن. اسان به وقت گذارڻ لاءِ هڪ چونڪ تي پيرو ملڪ جي فنڪارن جو مظاهرو ڏسڻ لاءِ بيهي رهياسين، اچي پوشاڪ مٿا رنگدار چادر ويڙهيل ۽ وڏن وارن وارا هي فنڪار سني وڄت ڪن پيا. ماڻهو دل کولي ڪين داد ۽ پئسو ڏئي رهيا. ڪيترن ماڻهن ڪائن موسيقي جا پريل ڪيسٽ ورتا.

"نصر جيڪڏهن اسان جي سنڌ جا لوڪ فنڪار هت ڪنهن هنڌ بيهي ڳائن ۽ ساز وڄائن ته ڇا ٿو سمجهين.

"اصل ڦهر ڪري ڇڏين. اسان جي جوڳي جون مرليون ته هن کي مست ڪنديون ئي ڪنديون. پر علڻ فقير جي گهيربدار سلوار قميص، اجرڪ جو پٽڪو، ڳچي ۾ ڪشڪول الاهو... سان سنڌي جهمر ماڻهن کي مزو ڏيندي."

"پيو ته نهيو رڳو سنڌ جو ڪو فنڪار مٿي تي لونگي، ڪلهي تي اجرڪ موتن جي جهالر لڳل الغوزي سان لهرو وڄائيندو ته هنن جا لاهه ڪڍي ڇڏيندو "پر اسان جي ان غريب فنڪارن کي هت ونـي ڪير ايندو."

"نيڪ! سرندي وارا وڏا فنڪار ته اچي سگهن ٿا. يا ثقافت کاتو

ڪهڙي ڪم ايندو." نصر پنهنجي راءِ ڏني.

"ثقافت کاتي يا وڏن فنڪارن کان بس ڀلي آهي. اسان جي فنڪارن جي جيئن ميتا ٿئي ٿي ته هو پاڻ جهڙو ڪنهن کي سمجهن نٿا. ڪجهه سال اڳ جڏهن انگلينڊ ۾ هيس ته اتي عابده پروين کي پاڪستاني وفد سان گڏ لنڊن ۾ فن جو مظاهرو ڪرڻو هو. عابده پروين جو ٻڌي انگلينڊ توڙي دبئي وغيره ۾ رهندڙ سنڌي هندو هن کي وڏي تعداد ۾ ٻڌڻ آيا. هنن جو خيال هو ته جيئن ته عابده، وفد ۾ سنڌ جي نمائندگي ڪري ٿي هوءَ ضروري سنڌيءَ ۾ ڳائيندي. بهرڪيف عابده اتي اردو ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. آخر سنڌين مجبور ٿي هن ڏي نياپا ۽ چٺيون موڪليون ته ڪجهه سنڌي ۾ به ٻڌاءِ پر هن نه ٻڌايو. ان تي ڪجهه ماڻهن احتجاج به ڪيو. شايد عابده کي پنهنجي امڙ جي ٻولي ڳائڻ ۾ عيب پيو محسوس ٿي. حالانڪ ان پروگرام ۾ ٻين صوبن جي فنڪارن پنهنجي صوبي جي نمائندگي ڪئي.

پروگرام ختم ٿيڻ بعد اتي پڙهندڙ سنڌي شاگردن وري عابده سان ملي ناراضگي جو اظهار ڪيو پر مائي ڪين سنو جواب نه ڏنو. سنڌي ويچارا جيڪي پري پري کان ڀاڙا خرچ ڪري آيا هيا. هن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا مايوس موٽيا."

"مار حالانڪ اڄ به عابده سنڌ ۾ نوجوانن اڳيان يونيورسٽي توڙي ميلن ۾ "ڪاتي هينان ڪنڌ پوءِ به نعرا نينهن جا". جهڙا ڪلام ڳائي قوم پرستن جي جذبات سان کيڏندي آهي." نصر افسوس ڪندي وري سوال ڪيو.

"ڀلا اسان پنهنجي ٻهراڙن ۾ شادي مرادي تي دهل شرنائي وڄائيندڙ مڱڻهارن کي هت مختلف شهرن جي چوواٽن ۽ بازارن ۾ تماشو رچرايون ته ڇا هو پنهنجو خرچ ڪڍي نه وٺندا."

"پنهنجو خرچ ته ڇا پر هنن جي زندگي ٺهي پئي".

اسان اهڙي گفتگو ڪندا، شهر جي آدم بوءِ کان پري سمنڊ جو ڪنارو ڏٺي. الڳ ٿلڳ بينچ تي ويهي رهياسين.

چانډوڪي ڪري رات چانڊي جو ويس پائي چڪي هئي. سمنڊ جو پاڻي پرٽيل شيهي جيان لڳي رهيو هيو. ڏور کان وينس جون ڏنڊليون

عمارتون خوابي منظريش ڪري رهيون هيون. پاڻي ۾ پري پري تائين ترندڙ بيڙين جون ٽانداڻن جيان ٽمر ٽمر ڪندڙ روشنيون مزو ڏئي رهيون هيون مان پنهنجي سورن ۽ ٻورن ۾ ٻڏو پيو هيس.

چڳا چنڊا چئيج، سنيها سڄڻين،
مٿان اڱڻ آيري، ٻرين جي پئيج،
جهيڙو ڳالهائيج، پيرين وجهي هٿڙا.

نصر ڪجهه ٻوتلن جو بندوبست ڪري آيو هو. انهن پنهنجو اثر ڏيکاريو ته اسان جي گفتگو به مختلف موضوعن تي ڦرندي رهي. پر خاص موضوع دوستي ۽ محبت هئي. نصر جا ڇاڪ به ڇڪي پيا هيا. هن جي ڳالهه جو محور دوستن جي ڏنل زخمن کان سواءِ ڪن يارن جي مفلسي به هئي. هن جو خيال هو ته جيئن اسان گهمي ڦري دنيا جا مزا مائيون ٿا. ڇا اسان جي يارن جو حق نه آهي ته هو به چڪر جاري ڏئي دنيا جو ديدار ڪن. اسان جا ويچارا ڪيترا ساٿي ڳوٺن ۾ پيدا ٿيا. اتي غربت ۾ پڙهيا، گهر پرسان ئي هلڪي نوڪري ڪري، زندگي گهاري ڇڏي. ويچارن لاءِ لاهور ۽ راولپنڊي وڃڻ به حج ڪرڻ برابر آهي...

نصر پوري سرور ۾ اچي چڪو هو. ڳالهين دوران هن جا ڳوڙها سندس ڳٽا آلا ڪندي هنج ۾ ڪرڻ پيا. آخر هو مون تي بگڙيو. "توکي اڄ اياڻڪو ڏسي مان به ڏکوئل ٿي ويو آهيان. هڪ ڇوڪري لاءِ پريشان ٿي. مون کي به روئاري ڇڏيو اٿئي... ڇا هوءَ ايڏي سٺي آهي... ڇا هن سان ايترو پيار ڪرين ٿو... توکي چاهي ٿي.... ڇا... ڇا...؟...؟"

منهنجا جواب صرف "هون... ها... نه... هيا."

آخر ۾ پنهنجي محبوب جو ذڪر ڪندي هن هنجون هارڻ سان گڏ منهنجي ڪلهي کي ڪٽ بيگ سمجهي لونشن جو وسڪارو لائي ڏنو. هو مجنون به اڄ ڪنهن هڪ اسپينش شهزادي جي جادو ۾ جڪڙيل آهي. ڳيل مهل تائين سمنڊ سامهون آهون دانهون ڪري ڪيس پنهنجو اکين ڏٺو شاهد بڻائي ڇڏياسين.

نصر جو هوٽل هلي آرام ڪرڻ جو ارادو هو. پر منهنجو آوارگي جو خيال هو. ان ڪري جهومندا اچي سينٽ مارڪ اسڪوائر وٽ مناري جي ڏاڪڻين تي ويٺاسين، رات جا پهر جيئن گذرندا پي ويا، اسان جا غبار به

هلڪا ٿيندا پئي ويا. ڪيترا ٽاڪوڙا سيلاني هري هري پنهنجي آرام گاهن ڏي وڃي رهيا هيا. مي خانن جا دروازا بند ٿيڻ ڪري، ڪيترا رِنَد ٿڙندا ٿاپڙندا ٿا نيڪا ٿيڻ پيا رڳن. ناچ گهرن مان به جوڙا پگهر ڳاڙيندا هڪ ٻئي کي ٻانهن جو سهارو ڏيندا، سهاني رات گذارڻ لاءِ گهرن ڏي راهي هيا.

"مان اچان ٿو."

نصر مون کي اتي اڪيلو ڇڏي گهٽين ۾ گم ٿي ويو. ٿوري دير ۾ واپس آيو ته هن جي هٿ ۾ ڪاڄ پيچ جي سامان سان گڏ ٻه ڇوڪريون به هيون. نصر موالين کي چُسڪي جي دعوت ڏئي وٺي آيو هو.

بوتلون جيئن خالي ٿينديون پئي ويون. تيئن اسان ٻئي تڪلف ۽ وڇوٽا ٿيندا پئي وياسين. ڇوڪريون اٽلي جي ميلان شهر جون هيون. هو به آزاد پنڇي لڳي رهيون هيون. خمارن ڪري ٿوري دير ۾ گرم جسمن سان گڏ هڪ ٻئي جا تيز ساهه به ٻڌڻ ۾ اچڻ پيا.

شهر ويران ٿي چڪو هو. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪو گڙنگ موالي لهرائيندو نظر اچي پيو. چونڪ پرسان هڪ عمارت جي مٿين حصي تي لڳل گهنڊ هر ڪلاڪ بعد وقت گذرڻ جو احساس ڏياري رهيو هيو. هي عجيب قسم جو گهڙيال ماڻهو جي قد ڪان وڏو پتل جو گولو هيو. ان جي پاسي کان ٻه پهلوان سڳورا وڏا لوها مترڪا ڪنيون بيٺا آهن. هر ڪلاڪ بعد پهلوان مترڪا گولي تي هڻن ٿا ته هڪ سريلو آواز پري پري تائين ڦهلجي وڃي ٿو. اهو منظر ڏسڻ لاءِ هر ڪلاڪ بعد ڪيترائي سياح ان هنڌ تي اچي گڏ ٿيندا آهن. هاڻي رات جي وقت ته اهو دنيا جو گولو سون جيان جرڪندو نظر اچي پيو. پهلوانن طاقت جو مظاهرو ڪندي ان کي ٻه ڏڪ وهائي ڪڍيا.

ميلان جون جراڙيون به اسان جيان صفا واندڙيون هيون. هنن جي نزديڪي، چنبڙ چنبڙائڻ به منهنجي آزاريل دل کي سرور ۽ سڪون ڏئي نه سگهيو. رات پنهنجي پوين پهرن ۾ پير پاتو ته نصر هڪ ڊگهي اوٻاسي ڏيندي چيو.

"اٿو ته ڪمري تي هلون."

ڇوڪريون گهٽي پيئڻ ڪري پوري هوش حواس ۾ ڪونه هيون.

هنن جي ڳالهين مان اندازو پيو ٿي ته هو به پُر لطف رات گذارڻ چاهن پيون.
نصر چوڪرين ڏي اشارو ڪندي چيو "هنن مهمانن کي به ساڻ وٺي هلون ڇا؟"
"يار الائي ڇو روحاني رشتن جي ياد آڏو هي ڳالهيون نيچ ٿيون لڳن.... ڇورين مان جان ڇڏاءِ."
ڪو مسئلو ئي نه آهي. توهان اٿو."
اسان مناري جي ڏاڪڻ تان اٿي پاڻ ڇنڊيون ته نصر ڪين چيو.
"چڱو پياريون سڀ سٺائي... سٺو وقت گذريو. اميد ته وري ملاقات ٿيندي."
اسان ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو ته ڏاڪڻ تي خالي بوتلون، سگريٽن جا ٽوٽا ۽ نيم بيهوش دوشيزائون پيون هيون.
ڪمري تي اَياسين ته ننڊ جي ديوي مون کان رسي وئي هئي، ان جي جاءِ تي منهنجي من جي ديوي جي سندر سپنن گهر ڪيو هو. سندس خدوخال ۽ نرگسي اکيون منهنجي حواسن تي هاوي هيون. مان بستري تي پاسا ورائي تڪيس پر پنهنجي سپرين جي جدائي ۾ ڳوڙو من هلڪو نه ٿيو منهنجي ڪيفيت

"ڪا مان پڇان پڇران، لڄا ۽ لوچان،
تن ۾ تونس پرين جيءَ، پيان نه ڏيا پان،
جي سمنڊ منهن ڪيان، ته سرڪيائي نه ٿي!"

سوچان پيو ته سنڌڙي ۾ پيتم کي وهم وگمان به نه هوندو ته هن کان هزارين ميل پري رات جي پوئين پهر ڪو گهايل وجود هن جي ياد ۾ تڙپندو هوندو. ڪا پريم پري دل هن لاءِ ڏک ڪندي هوندي. ڪنهن جي نيڻن کي هن اوجاڳيل رکيو هوندو.
وينس جهڙي پرسڪون ديس ۾ پاسا ورائيندي رات وهامي وئي. هت رات جو نه گاڏين جو شور ۽ چيڪاٽ نه اسان جي ملڪ جيان چوڪيدار جي خبردار... يا سيٽي جا سرڙاٽ، نه ڪتن جي ڀونڪاره، رکي رکي سانت ۾ رڳو گهنڊ جو آواز وقت گذرڻ جو احساس پيو ڏياري.
آخر جهونجهڪڙي مهل من جي مرض بسترو ڇڏايو، مان هوٽل مان

ٻاهر نڪتس. جنهن مهل اسان جي ملڪ ۾ پان ٻيڙي جون مانڊڻيون کلڻ شروع ٿينديون آهن. بخت ٻالا ڪرڻ لاءِ ڪن هوٽلن تي قوالين جا تڙڪاٽ هوندا آهن. چانهہ جا ڪوڏيا ڪنگهندا، ڪڙڪندا دود پٽي لاءِ پهچي ويندا آهن. بازارن ۾ حلوي پوري جي خوشبوءِ بڪايل پيٽوڙن کي بيچين ڪندي آهي. پر وينس جي بازارن ۽ گهٽين ۾ چپ چپات لڳي پئي هئي. صرف منهنجي قدمن جو پڙاڏو ڪن پي پيو. مان گهٽين مان گذرندو سمنڊ ڏي ويندڙ ڏگ تي پيرن کي چڏي ڏنو.

سمنڊ ۾ اجا تائين ستو پيو هو. هلڪي پرهہ جي هير ڪيس هندوري ۾ لوڏي رهي هئي. اوجاڳيل اکيون ۽ ٿاڪوڙا پير جڏهن وڏيڪ ڳورا ٿيا تہ ڪنڌيءَ تي رکيل هڪ بينچ تي ويهي رهيس.

نسيم بحري تتل هيئڻ تي نار ثابت ٿي. هن بي ڪيفي واري ڪيفيت کي ڪجهہ سڪون ڏنو. مان تنها بينچ تي مٿو رکيون پيو هيس. ان مهل ذهن جي پردي تي عمر خيام جي رباعي جا ڏنڊلا عڪس سُري پري جاءِ والاري رهيا هيا.

"اي دل مطلب زديگران محرم خويش
خوش باش بهر درد دل دمرهمر خويش
تنها بنشين وخويشتن خور غمر خويش
از همدمت آرزو کند همدمر خويش"

(اي دل غير کي پنهنجو محرم نہ بڻاءِ،
هر پنهنجي زخم تي پاڻ ئي مرهم رک،
تنهائي ۾ پاڻئي پنهن جي ڏک کي کاءُ،
پاڻکي پاڻ ئي پنهنجو همدم بڻاءِ.)

مون کي اندازو نہ آهي تہ الائي ڪيتري دير ائين درد دل جا ورق ورائيندو رهيس، نيٺ پاڻي جي پکين جي لامارن ۽ مٺين لاتن روحاني ٻوسٽ گهٽايو. سامهون ڏيمي ڏيمي سرخاڻ، سمنڊ جي گهرائين مان اسرڻ ڪري منهنجي ديد پري پري پرڙا هڻڻ شروع ڪيا.

مان هوٽل ڏي واپسي جي خيال کان ڪناري تان اٿيس. وينس جي پرسان ٻيٽارن تي رهندڙ ماڻهون ٻيڙين ذريعي پتڻ تي پهچڻ شروع ڪيو هو. انهن جو روزگار وينس سان ٻڌل هو. وينس جي حسين جسم کي

وهنجارڻ ۾ هار سينگار ڪرائڻ وارا رستن بازارن کي سهارڻ ۾ پاڻي هارڻ ۾ مشغول هيا.

هوٽل پهچي گرم گرم ڪافي پيئڻ بيو ته منهنجو ساٿي به پنهنجي ڪمري مان ڪڻ موٽيندو اچي ڪافي پيئڻ ۾ شامل ٿي ويو.

اڄ اسان پنڌ ئي پنڌ شهر جي گهمڻ کي لتاڙڻ جي خيال کان نڪتاسين. شهر ۾ جڻ پلين جو جار وڇايل اهي. پليون گهڻو ڪري پاڻي جي سطح کان ڪافي بلند ۽ ڪماني دار جوڙيون وڃن ٿيون. جيئن ان هيٺان ٻيڙيون سولائي سان گذري سگهن. پلين جي بناوت سادي پٿرن جي آهي. البت وڏن واهوڙن تي پلين جي اڏاوت ۾ خوبصورتي جو وڏو خيال رکيو ويو آهي. شهر ۾ سوڪن مستقل پڪيو پليون آهن. اسان پليون ٽپيندا، اچي ريالٽو پل تي پهتاسين.

ٻاروتڻ ۾ جڏهن اسا کي جاگرافي جي پوري ڄاڻ ڪانه هئي نه ئي ڪنڊن ۽ ملڪن جي خبر هئي ان وقت ڪن جاين جون تصويرون ڏسي انهن ملڪن ۽ شهرن جا نالا ياد ڪيا هيا. جيڪي اڄ به ملڪن جي سڃاڻپ آهن. جيئن تاج محل ڏسي هندستان ۽ پئرس جو ايفل ٽاور ڏسي فرانس ياد ايندو آهي. نيويارڪ جي آزادي جو مجسمو آمريڪا جي ۽ ٽاور برج لنڊن انگلينڊ جي سڃاڻپ آهي. اهڙي طرح ريالٽو پل به اٽلي جي وينس شهر کي ظاهرڪري ٿي.

هي ننڍڙي پل پندرهين صدي ڌاري جوڙي وئي. ان پل جي ڊزائن ناهڻ لاءِ ڪيترن پلين ۽ عمارتن جي ماهرن سان گڏ مشهور مصورن کي به دعوت ڏني وئي هئي. جنهن ۾ جڳ مشهور مائيڪل اينجلو به حصو ورتو هو. آخر اهو مقابلوانطوني ڊي پونتي کٽيو. هن محراب دار پٿرن جي نهيل پل جا ڇيڙا ڪئنال جي ڪنارن کان اُسري وچ تي بلندي تي پهچهن ٿا، جيئن لانچون ۽ ٻيڙيون سولائي سان لنگهي سگهن. پل مٿان پاسن وارن پٽن تي خوبصورتي لاءِ محراب دار در آهن. سندس وچ تي به ڪماني دار لنگهه آهي. پل مٿان ننڍڙا دڪان آهن.

وينس جو ريالٽو واري بازار ڪيترين صديون ساري يورپ تي واپاري ۽ اقتصادي هڪ هٽي قائم رکي. ان ڪري اوير ۽ اولهه يورپ ۾ اهم حيثيت رکندي هئي. بعد ۾ اهو هند وڻج واپار ۽ جهاز راني جو به مرڪز

ڏٺجي ويو. شيڪسپيئر پنهنجي ڊرامي "The Merchant of venice" ۾ اهو هنڌ سوداگرن ۽ پيسي جي ڏيتي ليتي ڪندڙ جو به مرڪز ٻڌايو آهي. اسان سارو ڏينهن هرويرو وينس جي گهٽين ۾ جانا هٿندا رهياسين. شهر ۾ ننڍيون وڏيون ڪيتريون گهٽيون هيون. اسان ڪوبه سهڻو، سڪيو، ستابو، گهر ڏسئون پيا ته سڪٽن جيان ان مان اک ئي نه پيا ڪڍون، وينس ۾ چار پنج سو شاهي محل ۽ ماڙيون اهڙيون آهن. جن کي تاريخي سان گڏ عمارتسازي ۽ آرٽ جو شاهڪار چئي سگهجي ٿو.

هتان جي گهرن جي اڏاوت ۽ نقشو به عجيب آهي. نئين گهر ٺاهڻ لاءِ سڀ کان پهريائين پاڻي اندر، پٿرن جا ٿنيا يا دڪا ٻڌا وڃن ٿا. پاڻي اندر اڻ گهڙيل پٿرن جي پيڙهه رکڻ بعد مٿان گهڙيل پٿرن جا بار ڏنا وڃن ٿا. اهو بنياد جو ڪم پاڻي جي سطح کان چار فٽ کن مٿي رکيو وڃي ٿو. ان بعد اصل اڏاوت گهڻو ڪري سرن سان ڪئي وڃي ٿي. گهر جو مکيه دروازو پاڻي پاسي کلي ٿو. ٻوئين حصي ۾ پڌر ۽ باغڙي جي گنجائش هوندي آهي. جاءِ جو هيٺيون حصو اسٽور طور ڪم ايندو آهي. پهرين منزل آفيس يا بينڪ طور ڪم آئي آهي. ان مٿا ٻي منزل تي گهر ڌڻي پاڻ يا بزرگ رهندو آهي. ان کان مٿاهين منزل باقي گهر جي ڀاتين لاءِ هوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ان منزل مٿان به احتياطاً هڪ منزل جوڙي ويندي آهي. اهڙي طرح وينس جو هر گهر گهڻو ڪري چار پنج منزل وارو هوندو آهي. ڇت مٿا چمنيون جهاتيون پائيندي نظر ايندڙيون آهن. اسان کي ڪنهن ڪوني تي ڪا ڪماري اُس ۾ پنهنجا وار ڇنڊيندي به نظر آئي.

هت ڪي وڏا شاپنگ پلازا يا مارڪيٽ نه آهن. پر تنهن هوندي به سٺا واپاري مرڪز آهن. وينس ۾ شيشي جو ڪم نفيس ٿيڻ ڪري اڪثر سياح هتان شيشي جون شيون ونڻ پسند ڪندا آهن. ان کان سواءِ لٽي ڪپڙي جا ڪوڏيا به هتان جو ڪپڙو پائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته هتان جي مهانگائي ڇيله ڇپي ٿي ڪري وڃهي. جڏهن ڪجهه بازارن ۾ بار بار چ وچ ڪئي ته نصر دستور مطابق پنهنجي ڪکن تي هٿ رکي بيهي رهيو "ابوڙي هل ته ڪنهن سٺي هوٽل ۾ ڪافي پيون."

اسان هڪ هوٽل ۾ داخل ٿي وياسين. پنهنجي سنڌ جيان اٽلي ۾

۽ هوٽل تي ويهڻ جو وڏو مرض آهي. مسافر ويچارا اوئين هوٽلن جا محتاج. پر هتان جا مقامي ماڻهو ۽ هوٽل تي ويهي ڪچهري ڪرڻ جا ڪوڏيا آهن. سنڌ جي شهرن جيان هت ۽ هوٽل جا پيٽ فٽ پاٿ تائين ڦهليل آهن. ماڻهو فضيلت سان اندر ويهڻ بجاءِ ٻاهر رکيل ڪرسين تي ويهي، ڪائن پيئن. ان ڪري واهن جي ڪناري گهٽين، بازارن ۾ اهڙي قسمن جي هوٽلن تي ماڻهن جو ميلو هوندو آهي.

اسان ڪافي جا ڪوپ خالي ڪرڻ بعد هوٽل تان اٿياسين ته پويان رڙ ٿي.

"هلو سنڌي... هلو سنڌي".

ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺوسين ته هڪ اٽالين جوڙو لڙ ڪيون پي آيو. ڇوڪري ڊڪي اچي ڀَڪُ هيون. ڇوڪريءَ ۽ ويسٽ انڊيز جي ڪرڪيٽرن وانگر زور زور سان تاڙا ملايا. هن جوڙي سان ڪجھ ڏينهن اڳ نيپلز ۾ ملاقات ٿي هئي. اتي رهڻ دوران هڪ ٽورسٽ ڪمپني جي بس ۾ شهر ۾ ان جي ڀسگردائي ڏسڻ جو پروگرام ڪيو هو. ان بس ۾ هي جوڙو ۽ هيو. ڪمپني سارو ڏينهن گهمائڻ ڦيرائڻ بعد رات جي ماني هڪ عاليشان هوٽل ۾ ڏني هئي. اتفاق سان ڊنر مهل اهو جوڙو ۽ اسان جي ٽيبل تي اچي ويٺو. مزي جي ڳالھ اها هئي ته همراهن کي اٽالين ٻولي کان سواءِ ٻي ڪا ۽ ٻولي نه پئي اچي ۽ اسان وري سنڌن ٻولي جي الف، ب کان ۽ واقف نه هياسين. پوءِ ته مزو مچي ويو. هڪ ٻئي کان اشارن تي اشارن ۾ ڪافي حال احوال ورتو. هٿن جي گفتگو مان معلوم ٿيو ته ڇوڪرو ۽ ڇوڪري اٽلي جي جزيري ساردين جا رهنڌڙ آهن. هو تازو شادي بعد هني مون ملاهڻ نڪتا آهن. گهوٽ جو نالو البرٽيني ۽ ڪنوار چيٽي آهي. اهڙي طرح اسان ۽ پنهنجي نالن کان سواءِ ڪين ٻڌايو ته سنڌ جا رهاڪو آهيون. پوءِ ته هو گفتگو مهل مسٽر سنڌي سڏڻ پيا.

هي جوڙو ايترو ته زنده دل هيو جو رڳو اشارن ئي اشارن ۾ اسان جا ٽهڪ ۽ تاڙا ڊنر تي ويٺل ٻين ماڻهن کي ۽ پريشان ڪري رهيا هيا. هٿن جي گفتگو ڪري اسان محفل ۾ جڻ مسخرا هياسين. ٻين ميزن تي ويٺل ماڻهو اسان جون حرڪتون ڏسي مشڪي پيا ڏين. هي جوڙو ۽ اسان جيان ملنگ ۽ الهڙ هيو. ائين پيو لڳي جڻ قمبر يا ڪاڇي جي واهڻ جو جوڙو

اسلام آباد يا ڪوهه مري ۾ ڦاٿو هجي.

اٿلي جو شهزادو ۽ شهزادي شراب جا ايترا تہ شوقين هيا جو اسان جي سامهون رکيل بوتلن مان هنن جي نڙي ئي آلي نہ ٿي. بعد ۾ پرسان وارن سياحن جي ٽيبل تي بچيل بوتلون بہ اچي اڳيان رکيائون. پوءِ تہ هال ۾ وينل گراهڪن کي رونشو ملي ويو. هر ڪنهن پنهنجي حصي جو دارون بہ اٿي هنن کي ڏنو. ايتري قدر جو ساري ميز بوتلن سان ڀرجي وئي. اتي موجود رونشي ڪوڏين جا هُوڪرا هيا. هي موالا بہ دنيا جهان کان بي نياز پيالن جا پيالا خالي ڪندا پي ويا. اسان جي ٽيبل تي رڳو پيالن ٽڪرائڻ جو آواز، سگريٽ جا سوٽا ۽ ٽهڪڙا هيا. ڪنوار بہ ٻہ هٽ وڏيڪ پياڪ ۽ زنده دل هئي. مطلب تہ هنن سان گذاريل گهڙيون اسان لاءِ بہ يادگار، انوکو تجربو هو.

هاٽي وينس ۾ وري هنن سان ملاقات ٿي تہ دل باغ بهار ٿي وئي. هنن ياڪرن ۾ پيڪوڙي واهه ڪناري هوٽل تي اچي ويهاريو. ويهڻ سان اشارن ۽ ٽهڪن جي چٽاڀيٽي شروع ٿي وئي. هن البيلي جوڙي سان ملڻ کان پوءِ اندازو ٿيو تہ زنده دل ماڻهوڪٽي دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ پلي کهڙي بہ ٻولي ڳالهائيندڙ هجي. هو هر خطي جي ماڻهن جي جيءَ ۾ جاءِ ناهي ٿو وٺي.

هن من موجي همراهن کلائي، کلائي پيٽ ۾ سور وجهي ڇڏيو. آخر کائڻ موکلائي ڪئنال جي هڪ گهاٽ تي اياسين. جتان مختلف هوڙا سياحن کي سوار ڪن پيا. اسان بہ واهن جو تفصيلي چڪر ڏيڻ لاءِ چڙهياسين. هوڙو شهر جي وڏن واهن مان گذرندو پي هليو، گائيڊ بہ هر هنڌ جا نالو ۽ تاريخي اهميت کان واقف ڪندو پي هليو.

ڪيترائي محل ماڙيون ڏسڻ بعد گائيڊ درياهہ جي لب تي هڪ خوبصورت ماڙي پرسان هوڙو بيهاريندي چيو.

"دوستو هي سامهون واري عمارت نپولين جي رهائش هئي."

نپولين جو نالو ٻڌڻ سان ئي جنگاڻ جي تاريخ ۾ سڪندر اعظم، چنگيز خان، تيمور لنگ کان پوءِ هٽلر ۽ نپولين وغيره وڏا ويڙها سمجها وڃن ٿا. فرانس جي هن حاڪم جي ذاتي زندگي ۽ فوجي چالن جا اڄ بہ ڪافي ماڻهو شيدائي آهن. هن جنرل کان اسان جو ذوالفقار علي ڀٽو بہ

متاثر هو. ڪارسيڪا جزيري ۾ 1769ع ۾ پيدا ٿيندڙ نپولين سورهن سان جي عمر ۾ فوجي اڪيڊمي مان گريجوئيٽ ٿيو. ڪجھ عرصي بعد اٽلي ۾ فرانسي فوج جو ڪمانڊر ڪري موڪليو ويو. اٽلي ۾ ڪافي نيون پنچائتيون جوڙيون. فرانس جي انقلاب بعد هن اٽڪل سان حڪمراني حاصل ڪري. اولھ ۽ وچ يورپ تي قبضو ڪيو. هن ذهين جنرل جي طوفاني زندگي جون اهم ڳالهيون اهي هيون ته پنهنجي ٽن ڀائرن کي يورپ جي ٻين ملڪن جو حاڪم مقرر ڪيو. پٽ کي روم جو بادشاھ ٺاهائين. فرانس جو شاهي تاج پاڻ پنهنجي مٿي تي رکيائين. ملڪ کي قانون، بينڪ ۽ تعليمي سرشتو ڏنائين.

هن خود پسند بادشاھ جو زوال روس تي حملي بعد شروع ٿيو. اسان نپولين جو روسي فوجي ڪمانڊر ڪيٽوزوف Kutuzov سان مقابلو ڏسون ٿا ته روسي ڪمانڊر ڏناري ڏناري نپولين کي ڪوڙڪي ۾ ڦاسائڻ لاءِ پوئتي هٽندو وڃي ٿو. ڪيٽوزوف پنهنجي ان چيل جملي تي عمل ڪري ٿو ته ”نپولين جي ذهن ماڻهن جي جان کان اسان جو هڪ ماڻهو قيمتي آهي.“ آخر نپولين ماسڪو پهچي ٿو ته ڪيٽوزوف ساري شهر کي باھ ڏياري اجا پوئتي هليو وڃي ٿو.

نپولين سردي جي وڏيڪ سٽ نه سهي. پنهنجا پنج لک سپاهي ٿڌ ۾ مارائي واپس وريو. نيٺ سينٽ هيلينا ٻيٽ ۾ قيد ٿي موت جو منهن ڏسي ٿو.

نپولين جي تاريخ ساز شخصيت ٿي اڄ به ڪافي ماڻهو مڃن ٿا. هو وينس توڙي جنهن به ملڪ ۽ شهر ۾ رهيو، اتان جي رهواسين ان جوڪونه ڪو يادگار قائم رکيو آهي.

پراگ منهنجو پسنديده شهر هئڻ ڪري ڪيترا دفعا اتي وڃڻ ٿيو آهي. جيئن ئي وجھ ملندو آهي. منهنجي اڏار پراگ طرف هوندي آهي. هر دفعي شهر سونهن ۾ سوايو نظر آيو. پراگ اسحاق انصاري سان گڏجي وڃڻ ٿيندو هو ته طعام ۽ قيام جو بندوبست سانگھڙ جي دوست ابرار سري وٽ هوندو هو.

اسان جون گهٽيون رنگين راتيون. اتي هڪ پبلڪ بار ۾ گذرنديون هيون. ان شهر آفاق ميڪدھ تي مينوشن جي لٺ پئي لڳندي آهي. نپولين

پراگ آيو هو ته ان ميخاني ۾ ويهي بيئر پيتو هو. ان ڪري هت ايندڙ هر سياح ان ميخاني ۾ ويهي به ڍڪ پيئڻ پنهنجو فرض سمجهندو آهي.

ميخانو هڪ گهر ۾ قائم آهي. جنهن ۾ ڪجهه هال ۽ ڪمرا آهن. ڪمرا پراڻي فرنيچر ۽ تصويرن سان سينگاريل آهن. پڌر تي به متارن لاءِ ڪرسيون رکيل هونديون آهن. جتي سنگيت ڪار ميخوارن کي پنهنجي سنگيت سان مست ڪندا رهندا آهن.

بهرڪيف نپولين جنهن به هنڌ رهيو يا ٿورو وقت گذاريائين. ان سان منسوب هر هڪ شيءِ هن دور ۾ به ماڻهن لاءِ ڪشش رکندڙ آهي.

نپولين جي ماڙي جي معائني بعد سياح واپس هوڙي ۾ اچي ويٺا. هوڙو وري ادرياٽڪ سمنڊ جي ڇولين سان وڙهڻ لڳو. هو هري هري شهر کان پري ٿيندو ويو. بيڙائتو سيلانن کي آسپاس وارا بيشمارا ڏيکارڻ چاهي پيو. اسان جيئن ڏور ٿيندا پيا وڃون تيئن شهر وڌيڪ مَن موهي رهيو هو. لڳي پيو ته هي سندر وينس سمنڊ جي لهرن تي تري رهيو آهي.

هت رهڻ دوران وينس جو حسن ڏسڻ جو ڀرپور موقعو مليو. مان ان سهڻي شهر کي ڪجهه ڏهاڙا اڳ فلورينس جي آرٽ گئلري ۾ ڏٺل بوٽيسلي Botticilli جي مشهور تصوير "برٿ آف وينس" سان ڀيٽيان پيو. ان تصوير ۾ وينس هڪ عورت جي روپ ۾، سمنڊ مان وهنجي نڪري رهي آهي. هو پنهنجي ڊگهن وارن سان اوگهڙ ڍڪيندي نظر اچي ٿي. تصور ۽ تصور ۾ وينس شهر کي به ان عورت جهڙو حسين ڏٺو. مان ان مهڙي کي ڀنيرڪي ويلي سمنڊ جي لهرن کي، پينگهو بڻائي ان ۾ جهولندو ڏٺو. ڪو سڙي منجهند ۾ ڪيس ڇولين سان ڪيڏندي ڏٺو. شفق جي لالاڻ ۾ وينس مون کي لال ڪنوار لڳي. چانڊاڻ ۾ اڌ اگهاڙي وينس، ساگر جي ساحل تي پسار ڪندي نظر آئي. هاڻي هوڙي ۾ سير دوران، حُسن جي ديوي جي سنگ مرمري جسم کي اُس سيڪيندي ڏسي رهيو هيس. مطلب ته هر گهڙي منهنجي نيڻن ان شهر جي حسن جا ڍڪ ڀريا هيا. پر تنهن هوندي به الائي ڇو وينس ۾ هر هڪ پل منهنجو من مونجهاري ۾ ڦاٿل رهيو. آخر مون کي پنهنجي نراسائي دور ڪرڻ جو هڪ ئي حل نظر آيو. ته جلد کان جلد هن ڏنب ڏيندڙ شهر کان ڀڄي جان ڇڏائجي. حالانڪ اسان وينس ۾ هفتو به گذارڻ جي خيال کان آيا

هياسين. پر چار ڏينهن رهڻ کان پوءِ هاڻي ارادو بدلائي اٽلي جي پين شهرن ڏي رولڙي جو خيال ڪيو.

اسان جي ريل اچڻ ۾ اجا ڪافي وقت هئڻ ڪري شهر جي آخري ديدار بعد درياهه ڪناري هڪ هوٽل تي اچي ويناسين. مان پرسان ئي دڪان تان ڪجهه پوسٽ ڪارڊ ورتي آيس. درياهه ڪنڌيءَ ويهي هڪ ڪارڊ سنڌ پنهنجي پُوبريءَ ڏي لکڻ شروع ڪيم "... وينس ۾ اجرڪ پاتل ڇوڪري ڏسي... ياد آئين... سنڌي لباس واري سهڻي سان ڪچهري ڪري... آسيس حاصل ڪيو..." خط ٽپال ڪرڻ بعد ڪافي دير تائين پٺائي ياد ايندو رهيو.

"ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نه چت تي ڪي وسرن نه مور،
جيئن مينهن ڪونديءَ پور، تيئن دوست وراڪو دل."

# اشتياق انصاري



مُهم جُو، سيّاح، رانديگر، محقق ۽ آرڪيالاجسٽ، اشتياق انصاري زندگي جا مختلف رنگ ۽ روپ ڏٺا آهن. سندس تحريرن ۾ انڌلٺ جي رنگن جهڙو عڪس نمايان آهي. هن گهڻ رخي شخصيت جو ننڍپڻ لاڙڪاڻي جي گهٽين ۾ کيڏيندي گذريو. ٻاروتڻي کان هن جون لوچ سان لائون رهيون آهن.

پنهنجي دور جو بهترين رانديگر رهيو آهي. چوندا آهن ته سٺو رانديگر ئي سٺو ڪوچ هوندو آهي. انڪري اشتياق جي ڪرڪيٽ ۽ ائٿليٽڪ جي شاگردن جو به وڏو انگ آهي.

هڪ مهم جُو انسان جي حيثيت ۾ ڪڏهن فوجي وردي ۽ رائفل هٿ ۾ سرحدن جي حفاظت ڪندو نظر اچي ٿو ته وري ساڳيو ئي سپاهي زندان جي ڪال ڪوٺڙين ۾ زنجيرن ۾ جڪڙيو پيو آهي.

انجنيئر اشتياق انصاري ڪي جبلن ۽ جبل ڪوشي سان دلچسپي ٿي ته ٽيلها ۽ خيما ڪلهن تي، ڪيرٿر کان وٺي قراقرم جابلو سلسلي جي بلند چوٽين ۽ يورپ جي آلپس جهڙن اوچن پهاڙن جا سينا لتاڙيندو نظر اچي ٿو.

جبل جهاڳيندي درياهن سان دل اٽڪيس ته سمنڊن ۽ درياهن ۾ ترڳندو ۽ ٻيڙيون ڊوڙائيندو ٿو وتي. اسڪانيليڪس ايڪسپيڊيشن، انڊس ايڪسپيڊيشن سندس مهم جوئيءَ جا سٺا مثال آهن.

آس پاس جا پنڌ پهڻ ووڙڻ بعد هن جوڳي ٻاهرين دنيا جي سير سپاٽي جو سوچيو پوءِ ته لڏو پٽاڙن تي ڪڏهن لنڊن ته ڪڏهن روم کان پراگ ته ڪڏهن پئرس ،بداپيسٽ، استنبول، اصفهان، جڪارته، ڪولمبو، سلواڪيه وغيره جي گهٽين ۾ آواره گردي ڪندي ملي ٿو.

هن رولاڪ ڪي لکڻ جي چُوسُ پئي ته ٿوري ئي عرصي ۾ هن ناول، ڪهاڻين، سفرنامن ۽ تحقيقي مضمونن ۾ نالو ڪمايو. سندس ڪتاب ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“ ادب جي دنيا ۾ اهم مقام والاري ٿو.

هن رنگا رنگ شخصيت ”خيما ڪاهوڙين“ سفرنامي ۾ پنهنجي زندگي جي مختلف روپن ۽ رنگن جو ذڪر وڏي سچائي سان ڪيو آهي. — علي حسن چانڊيو

خيما ڪاهوڙين
اشتياق انصاري
73
سنڌيڪا اڪيڊمي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٿجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ڳوڙها نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)